واحد بخش شيخ

# سنڌي ٻوليءَ جو صرف ۽ نحو



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو حيدرآباد سنڌ

# سنڌي ٻوليءَ جو صرف ۽ نحو

مصنف: -

واحد بخش شيخ



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو/حيدرآباد

١٩٨٦ع

چاپو پهريون ١٩٨٦ع تعداد ٢٠٠٠

[سنڌي ادبي بورڊ جا حق ۽ واسطا قائم]

Rs 50.00

قيمت:

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ، بڪ اسٽال
ڄامشورو ۽ حيدرآباد سنڌ
پوسٽ باڪس نمبر ١٢، حيدرآباد سنڌ.

هن ڪتاب جا شروعاتي ٢٤ صفحا الحسين پرنٽرز حيدرآباد ۾ ۽ ١٥٠ صفحا حيدري پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيا ۽ باقي سمورو مواد ميان الله بچائي يوسف زئي، مئنيجر سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇاپيو ۽ محمد حسين ترڪ، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

# (1)

## تمهيد

سنڌي زبان جي وسعت ۽ ڪشادگي انهيءَ مان ظاهر آهي، جو منجهس پاونجاهه حرف يا اکر آهن، ۽ ايترا ٻيءَ ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ورلي هوندا؛ تنهنڪري ڪنهن به زبان مان اقتباس ڪرڻ ۽ اُن تي پنهنجي تصرف ڄمائڻ جي جا منجهس گنجائش آهي، سا ٻيءَ ڪنهن زبان ۾ ٿوري هوندي. اهوئي سبب آهي جو سنڌي زبان ۾ ٻين ڌارين ٻولين، جهڙوڪ هندي، عربي، فارسي، ۽ انگريزي جا خاص طرح، ۽ پاڙيسري ٻولين جهڙوڪ پنجابي ۽ گجراتي وغيره جا عام طرح متعدد لفظ ۽ محاورا آزاديءَ سان استعمال ٿين ٿا؛ حالانڪ سنڌيءَ جي پاونجاهه حرفن ۾ سورهن حرف عربيءَ ۽ فارسيءَ جا آهن، جن جو وجود اهڙو ته اٽل ٿي چڪو آهي، جو انهن کي ڌار ڪرڻ گويا سنڌي زبان جو خون ڪرڻو آهي ۽ نه وري انهن جو بدل ڪو آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهبو. سنڌي زبان جا پنهنجا اکر ڪل چار آهن ۽ باقي سنسڪرت جا آهن، جي به سنڌيءَ جا پنهنجائي ڪوٺبا ڇاڪاڻ ته سنڌي پيدائي سنسڪرت مان ٿي آهي.

نج سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻين ٻولين جي انهيءَ فني امتزاج سبب سنڌي ٻوليءَ جي گرامر جا اصول ۽ سندس ترڪيبون به انهن جي اثر کان خالي نه آهن، مثلاً، شخصي ضميرن جو استعمال فعلن جون علحديون صورتون ۽ انهن جي ترڪيب، صفت جا درجا، تذڪير ۽ تانيث جو امتياز وغيره ـــ انهن مڙني ۾ عربي ٻوليءَ جو اثر چڱيءَ طرح نمايان آهي. ازمنه ثلاثه (ٽن زمانن) جو تخيل ته عربيءَ جوئي آهي؛ باقي نحوي نالا، مجرّد توڙي

مرڪّب، تہ سنئون سڌو عربيءَ مان ورتل آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ آواز اهي ئي آهن، جي سنسڪرت جا آهن، يعني اَ- آ- اِ- اِي، اُ- اُو- او^- آو^، اي^- آي^ حقيقت ۾ هنديءَ يا سنسڪرت ۾ حرڪتن جو استعمال ظاهري طرح آهي ئي ڪونہ پر سنڌي ٻوليءَ ۾، جي آوازن جون ظاهري نشانيون، يعني زبر (َ)، زير (ِ)، پيش (ُ)، سڪون (^)، شدّ (ّ) ۽ مدّ (~) وغيره استعمال ٿين ٿيون، سي عربيءَ کان اڌاريون ورتل آهن، ۽ اهي هن وقت سنڌي ٻوليءَ جي، ڪنهن حد تائين، امتيازي خصوصيت بڻجي چڪيون آهن.

جملن جي ساخت ۾ سنڌيءَ جي اصليت بهرحال قائم ٿي رکي وئي آهي. اگرچہ لفظن جي شڪل ۽ تحريري صورت گهڻي قدر مٽجي چڪي آهي، پر لفظن جي وضع اصلوڪي، ۽ پراڻي طرز تي رکي وئي آهي؛ يعني جملي ۾ فاعل کي گهڻو ڪري اول مقام حاصل آهي، صفت جي جاء موصوف جي اڳيان هوندي آهي، ۽ فعل پڇاڙيءَ ۾ واقع ٿيندو آهي؛ مگر عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ائين ڪونهي، مثلاً، عربيءَ ۾ فعل جملي جي ابتدا ڪندو آهي، فاعل فعل کان پوء ايندو آهي ۽ صفت موصوف جي پٺيان ايندي آهي. فارسي زبان ۾ بہ صفت جو مقام عربيءَ وانگر موصوف کان پوء هوندو آهي، پر ٻين وصفن ۾ اها سنڌيءَ جي هم جنس آهي.

لفظن جي صحيح تلفّظ ڪي جا اهميّت عربي زبان ۾ آهي، سا ٻيءَ ڪنهن بہ زبان ۾ ڪانهي، ڇاڪاڻ تہ عربي زبان ئي آهي، جنهن ۾ حرڪات ۽ سڪنات جو استعمال ڪنهن قاعدي تي ٻڌل آهي. سنڌي زبان ۾ بہ توڙي ڪٿي عربي ٻوليءَ جون حرڪتون استعمال ٿين ٿيون، پر اهڙي قانوني پابنديءَ سان نہ، جهڙي عربيءَ ۾، تاهم سنڌي ٻوليءَ جا جيڪي بہ حرف آهن تن مان هرهڪ کي پنهنجو پنهنجو اچار يا آواز آهي ۽ سندس ”الف، ب“ جو فهم بہ صحيح آوازن سان ئي دريافت ڪري

سکڻجي ٿو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ فعلن جي استعمال ۽ زمانن جي تصريف ۾ ضمير، عدد ۽ جنس جي موافقت اهڙي ته پوري ۽ موزون آهي، جو ان جو مثال عربي زبان کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن به ٻوليءَ ۾ مشڪل ملي سگهندو، مثلاً، جيڪڏهن فاعل واحد ۾ آهي، ته فعل به واحد ۾ هوندو ۽ جي فاعل جمع ۾ آهي، ته فعل جو عدد به جمع هوندو. ساڳيءَ طرح، جي فاعل جي جنس مذڪر هوندي ته فعل جو صيغو به مذڪر هوندو، پر جي فاعل مؤنث آهي، ته فعل جو صيغو به مؤنث ئي رهندو. فعل جي ساڳي موافقت شخصي ضميرن ۾ به نظر ايندي، يعني فعل جي صورت متڪلم حاضر ۽ غائب ۾، عدد ۽ جنس مطابق، هر حالت ۾ موافق نظر ايندي، جا حالت عام طرح ٻين ٻولين سان لاڳو ڪانه آهي.

سنڌيءَ جو رسم الخط خالص عربي نموني جو آهي، جو انهيءَ هجري پهرين صديءَ جي آخر ۾ سنڌ تي عربن جي تسلّط جي ڪري اختيار ڪيو ويو، جو هن وقت سنڌي تحرير جو واحد طريقو ٿي چڪو آهي. حالانڪ سنڌي اڄ به ٻين نمونن ۾ لکي وڃي ٿي، جهڙوڪ گرمکي ۽ تجارتي يا هندڪي وغيره پر عربي رسم الخط سڀ کان وڌيڪ عام ۽ مقبول ٿي چڪو آهي. هن رسم الخط جي مقبوليت جو سبب فقط حرڪتن جو استعمال چئي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ ته ٻين مذڪور نمونن ۾ حرڪتن جو لحاظ ڪونه ٿو رکيو وڃي.

سنڌي ٻولي، اگرچ سنسڪرت مان پيدا ٿي آهي، تاهم ٻنهي ۾ حرفي مشابهت کان سواءِ ٻي ظاهري هڪ جهڙائي خير ڪا نظر ايندي، پر انهيءَ جي برعڪس عربي، فارسي ۽ اردو ٻولين سان سنڌس تعلق ۽ تشبّه گهڻو نظر ايندو. تحريري طرز انهن چئن ٻولين، يعني عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ جي هڪجهڙي آهي، يعني اهي چارئي ٻوليون ساڄي طرف کان کاٻي ۽ گڏيل

حرفن ۾ لکڻ ۾ ايندڙيون آهن. ڪن مغربي ٻولين ۾ لکڻ جون ٻه صورتون آهن: هڪڙو حرفن کي جدا جدا ڪري لکڻ ۽ ٻيو ڳنڍي لکڻ؛ پر ٻيون جيڪي به ٻوليون آهن، سي اڪثر ڪري جدا جدا حرفن ۾ لکيون وينديون آهن، ازانسواءِ، مٿين چئن ٻولين کان سواءِ ٻيون سڀئي ٻوليون گهڻو ڪري ڪابه ڪان ساڄي لکڻ ۾ ايندڙيون آهن.

جهڙيءَ طرح عربي ۽ فارسي ٻولين جو بنياد شعر تي ٻڌل آهي، يا ائين ڪٿي چئجي ته عربي ۽ فارسي ٻولين جي صحت ۽ موزونيت جي ڪسوٽي سندن شعر ليکيو ويندو آهي، تهڙيءَ طرح سنڌي زبان کي به اهو ساڳيو ئي شرف حاصل آهي، يعني سنڌس ڪلام جي صحت ۽ موزونيت يا ترڪيبي خصوصيتون سنڌس شعر مان ئي پرکي سگهجن ٿيون.

دنيا ۾ وڏيون ۽ ممتاز ٻوليون عموماً اهي ليکجن ۾ اچن ٿيون، جي دنيا جي گهڻي ڀاڱي ۾ ڳالهائڻ ۾ اچن ٿيون، مثلاً انگريزي، فرينچ، عربي ۽ اردو، وغيره. نسبتاً سنڌي ٻولي هڪ ننڍي صوبي جي زبان آهي، پر جا وسعت هن ٻوليءَ ۾ آهي، سا ٻين ٻولين ۾ ورلي هوندي؛ ڇا ادب ۾، ڇا سائنس ۽ تاريخ ۾ ۽ ڇا سياست ۾. مطلب ته هر پهلوءَ تي روشني وجهڻ لاءِ سنڌي زبان ۾ ڪافي مواد ملي سگهي ٿو. قديم سنڌ جون حدون ته ڪڇ، گجرات، مارواڙ، جيسلمير، ڪشمير، افغانستان ۽ بلوچستان تائين وڌيل هيون، ۽ اڃا تائين ڪڇ، گجرات، ملتان ۽ بلوچستان ۾ ڪيترا ماڻهو سنڌي ڳالهائين ٿا.

هن وقت سنڌ ۾ سنڌي ٻولي ٽن نمونن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي: لاڙي، سريلي ۽ ترڪي يا ٿري. انهن ٽنهي قسمن جي بناوت هڪ جهڙي آهي، مگر اچارن ۽ ٿورن لفظن ۾ ڪجهه تفاوت اٿن. لاڙي سنڌ جي هيٺين ڀاڱي ۾، جنهن کي لاڙ چئجي ٿو، ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي؛ سريلي سنڌ جي اترئين حصي ۾، جنهن کي سرو چئجي ٿو؛ ۽ ٿريلي يا ٿري ٿر ۾. ٿري ٻوليءَ ۾ ڪڇي

۽ مارواڙي لفظن جو اشتمال نظر ايندو، ڇاڪاڻ ته ٿر ملڪ
ڪڇ ۽ مارواڙ ڪي بلڪل ويجهو آهي. مذڪور ٽن قسمن
ڪان سواءِ، سرائڪي ٻولي به سنڌ جي ڪڇ ڀاڱي ۾ ڳالهائڻ ۾
اچي ٿي، جا پڻ مشابهت ۾ سنڌيءَ سان تمام گهڻو ملي ٿي.
سنڌ جي ڪيترن صوفي شاعرن، جهڙوڪ سچل سرمست،
حمل فقير، ۽ ٻين، سرائڪي ٻوليءَ ۾ شعر چيا آهن.

———

## (2)

# سنڌي ٻوليءَ جي "الف ب" جا حرف

سنڌي ٻوليءَ جي تحرير مختلف نمونن ۾ پئي ٿي آهي. مسلمانن جو رسم الخط عموماً عربي پئي رهيو آهي، ۽ هندن وري ڪيس ديوناگري، گرمکي ۽ "هندڪو" لباس پئي ڏنو آهي. سنڌي ٻولي سڌيءَ طرح سنسڪرت ۽ پراڪرت جي پيدائش آهي ۽ سندس "الف، ب" جا حرف گهڻو ڪري سنسڪرت مان ورتل آهن، جهڙن مٿي ڄاڻايو ويو آهي؛ پر رفته رفته مسلمانن، مذهب ۽ دينيات جي بنا تي، وچ مشرقي ٻولين، جهڙوڪ عربيءَ ۽ فارسيءَ ڪان پڻ ڪن حرفن جو اقتباس ڪيو آهي. "هند ڪو" رسم الخط ادبي نقطهء نگاهه ڪان گهڻو ڪارگر ڪونه ٿيو آهي، ڇو جو ان ۾ علمت جي حرفن يا آوازن جو ڪوبه لحاظ ڪونه رکيو ويو آهي، بلڪ آزمودي ڪي اصول تي ترجيح ڏني وئي آهي؛ ايتريقدر جو "هندڪن" اکرن ۾ لکيل چٺي ڪجهه عرصي گذرڻ بعد مشڪل سان پڙهي ۽ سمجهي سگهبي آهي.

سنڌي ٻولي اگرچه سنسڪرت جي پيدائش آهي، پر هلندڙ زماني ۾ عربيءَ ۽ فارسيءَ جو مٿس ايڏو ته گهرو اثر پئجي ويو آهي، جو ڪيس سنسڪرت جي ڌيءَ سڏڻ بدران عربي ۽ فارسيءَ جي ڀيڻ ڪوٺڻ ڪنهن حد تائين زيادهه جائز ٿيندو. سندس نحوي ترڪيب ۾ پڻ انهن ٻن ٻولين جو گهڻو اثر ڏسجي ٿو. نحوي ترڪيب لاءِ جي لفظ ۽ اصطلاح ڪم آندل آهن، سي پڻ سمورا عربيءَ ۽ فارسيءَ مان ورتل آهن.

سنڌ تي ۽ سنڌي ٻوليءَ تي اهو سڀ اثر مسلمانن جي تسلّط جي ڪري ٿيو.

سنڌي ٻوليءَ ۾، برخلاف ٻين ڪيترين ٻولين جي، ٻاونجاهه حرف آهن، جن کي "حروف الهجاء" (اچارن جا حرف) چئبو آهي. انهن ۾ ڪي نج عربي ۽ فارسي آهن، ڪي نج سنڌي آهن، ۽ باقي سنسڪرت جا آهن. حرفن جي تفريق هيٺ ڏجي ٿي:-

نج عربي حرف: ث - ح - خ - ذ - ز - ص - ض - ط - ظ - ع - غ - ف ۽ ق.

نج فارسي حرف: پ - چ ۽ گ.

نج سنڌي حرف: ٻ - ڄ - ڳ ۽ ڏ.

سنسڪرت جا حرف: ا - ب - ڀ - ت - ٿ - ٽ - ٺ - ج - جهه - ڃ - ڇ - د - ڌ - ڊ - ڍ - ر - ڙ - س - ش - ڦ - گهه - ڱ - ک - ڪ - ل - م - ن - ڻ - و - ه - ي ۽ ء.

مٿي ڄاڻايل چار سنڌي حرف سنڌي ٻوليءَ جا پنهنجا حرف آهن، جن جو استعمال مثال طور هيٺين لفظن ۾ ڏيکاريل آهي:-

(ٻ)

| | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ٻڌي | - | ٻائي | - | ٻُڪ | - | ٻيلي |
| ٻڪري | - | ٻيڻ | - | ٻُهر | - | ڏُٻ |
| ٻنيڊ | - | ٻيج | - | ٻُوچ | - | داٻُ |
| ٻڌُ | - | ٻيندُ | - | ٻُوهو | - | ڪُٻ |
| ٻارُ | - | ٻيڙڪ | - | ٻوڏُ | - | هُٻ |
| ٻار | - | ٻيڙي | - | ٻوڏ | - | سٻر |
| ٻاڪ | - | ٻيهر | - | ٻول | - | چٻو. |
| ٻالڪُ | - | ٻُڌُ | - | ٻوڙ | - | ڪٻو |
| ٻانڻ | - | ٻُڌر | - | ٻيڙي | - | ڪُوڙٻ |
| ٻاهر | - | ٻُجو | - | ٻيڪ | - | ڪاٻارُ |

(ڇ)

ڇپر — ڇنگهه — ڪڇ
ڇيڇ — ڇاڻو — روڇ
ڇر — ڇاهو — رُوڇا
ڇنڊ — ڇور — آڇاڻ
ڇڻ — آڇ — سڇو
ڇار — پيڇ — سڇر
ڇاڻ — ڇيڇ — ويڇ
ڇارو — رڇ

(ڳ)

ڳپ — ڳار — ڳڙ — آڳ — آڳ
ڳچ — ڳاهه — ڳڻ — پيڳ — پاڳ
ڳر — ڳارو — ڳنڍڻ — جڳ — ڀاڳ
ڳل — ڳاموس — ڳوٺ — ڏڳ — راڳ
ڳم — ڳانو — ڳوت — سڳ — ساڳ
ڳن — ڳنهه — ڳوڻ — لڳ — لاڳ
ڳئون — ڳهڻ — ڳوهه — وڳ — ماڳ
ڳاٽ — ڳيت — ڳولا — رڳ — واڳ

ڏڳو — ڏاڳو — روڳ
ڪڳو — ساڳو — سڳر
سڳو — پوڳ — وڳر
وڳو — دوڳ — سڳنڊ

(ڏ)

ڏت — ڏاڪو — سڏ
ڏر — ڏٿ — ڳڏ
ڏس — ڏک — لڏ

ڏَنُ – ڏِڻُ – مَڏُ
ڏَنُبي – ڏِيلُ – تِيڏِ
ڏنيرو – ڏينهن – گيڏِ
ڏهمَ – ڏُتُ – ڀيڏر
ڏاتِ – ڏُڏُ – جَڏو
ڏارُ – ڏوڙ – گاڏرُ
ڏارِ – ڏُون – گَنڏو
ڏاسَ – ڏونگرُ – مڏو
ڏاڪ – ڏوٿي – ڏيڏرُ
ڏاڻُ – ڏولُ –
ڏاگهو – ڏيٺِ –

**(الف) "الف، ب" جي حرفن جون جدا جدا صورتون:**

| جدا ٽيل | ابتدائي صورت | متوسط صورت | انتهائي صورت | نالو |
|---|---|---|---|---|
| ا | ا | ـا | ـا | الف |
| ب | بـ | ـبـ | ـب | بي |
| ٻ | ٻـ | ـٻـ | ـٻ | ٻي |
| ڀ | ڀـ | ـڀـ | ـڀ | ڀي |
| ت | تـ | ـتـ | ـت | تي |
| ٿ | ٿـ | ـٿـ | ـٿ | ٿي |
| ٽ | ٽـ | ـٽـ | ـٽ | ٽي |
| ٺ | ٺـ | ـٺـ | ـٺ | ٺي |
| ث | ثـ | ـثـ | ـث | ثي |
| پ | پـ | ـپـ | ـپ | پي |
| ڦ | ڦـ | ـڦـ | ـڦ | ڦي |
| ج | جـ | ـجـ | ـج | جيم |
| ڄ | ڄـ | ـڄـ | ـڄ | ڄي |
| جهه | جهـ | ـجهـ | ـجهه | جهي |

| جدا ٽيل | ابتدائي صورت | متوسط صورت | انتهائي صورت | نالو |
|---|---|---|---|---|
| ڄ | ڄـ | ـڄـ | ـڄ | ڄي |
| ڃ | ڃـ | ـڃـ | ـڃ | ڃي |
| ڇ | ڇـ | ـڇـ | ـڇ | ڇي |
| ح | حـ | ـحـ | ـح | حي |
| خ | خـ | ـخـ | ـخ | خي |
| د | د | ـد | ـد | دال |
| ڌ | ڌ | ـڌ | ـڌ | ڌال |
| ڏ | ڏ | ـڏ | ـڏ | ڏال |
| ڊ | ڊ | ـڊ | ـڊ | ڊال |
| ڍ | ڍ | ـڍ | ـڍ | ڍال |
| ذ | ذ | ـذ | ـذ | ذال |
| ر | ر | ـر | ـر | ري |
| ڙ | ڙ | ـڙ | ـڙ | ڙي |
| ز | ز | ـز | ـز | زي |
| س | سـ | ـسـ | ـس | سين |
| ش | شـ | ـشـ | ـش | شين |
| ص | صـ | ـصـ | ـص | صواد |
| ض | ضـ | ـضـ | ـض | ضواد |
| ط | طـ | ـطـ | ـط | طوي |
| ظ | ظـ | ـظـ | ـظ | ظوي |
| ع | عـ | ـعـ | ـع | عين |
| غ | غـ | ـغـ | ـغ | غين |
| ف | فـ | ـفـ | ـف | في |
| ق | قـ | ـقـ | ـق | قاف |
| ڪ | ڪـ | ـڪـ | ـڪ | ڪاف |
| ک | کـ | ـکـ | ـک | کي |
| گ | گـ | ـگـ | ـگ | گاف |

| جدا ٿيل | ابتدائي صورت | متوسط صورت | انتهائي صورت | نالو |
|---|---|---|---|---|
| ڳ | ڳ | ڳ | ڳ | ڳي |
| گھ | گھ | گھ | گھ | گھي |
| ڱ | ڱ | ڱ | ڱ | ڱي |
| ل | ل | ل | ل | لام |
| م | م | م | م | ميم |
| ن | ن | ن | ن | نون |
| ڻ | ڻ | ڻ | ڻ | ڻون |
| و | و | و | و | واو |
| ه-ھ | ه | ھ | ه-ھ | هي |
| ء | ء | ء | ء | الف همزه |
| ي | ي | ي | ي | يي |

سنڌي ٻولي، عربيءَ ۽ فارسيءَ جيان ساڄي کان کاٻي طرف لکڻ ۾ ايندي آهي. عربي تحرير ۾ ڪڏهن ڪڏهن حرفن کي هڪ ٻئي مٿان چاڙهيو ويندو آهي، جنهن جا ٻه سبب آهن، هڪڙو نزاڪت ۽ ٻيو جاءِ جي تنگي. اهڙو طريقو سنڌيءَ ۾ پڻ ڇپائي اختيار ڪيو ويندو آهي، مثلاً:

لحاظ - حجة - ممکن لمحة - صحيح

مٿين لفظن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو ته هڪ اکر ٻئي جي مٿان چڙهيل آهي؛ يا وري لفظن ۾ جدا جدا حرفن واريون صورتون ڪم آڻيندا آهن، مثلاً:

حجة - مسجد - لمحة

## ("الف، ب" جي حرفن جا اُچار يا آواز)

هرهڪ حرف جي صحيح آواز يا اچار جو لحاظ رکڻ فقط عربي زبان جي ئي خصوصيت آهي؛ باقي ٻيون ٻوليون انهي ڳالهه ڏانهن ڪو خاص ڌيان ڪونه ڏينديون آهن. حالانڪ اهڙي چاڻ رکڻ اهم ۽ لازمي آهي، خاص طرح ننڍڙن ٻارن جي حالت

۾. جن ڪي فقط آوازن جي وسيلي ڏيي "الف-ب" سيکاري وينديي آهي. "الف-ب" ۾ اهڙا به ڪي حرف آهن، جن جو آواز ذري گهٽ ساڳيو آهي، جن کي جيڪڏهن استاد صحيح نموني ۾ نه اچاريندو ته ممڪن آهي ته ٻار اهي حرف غلط لکي ويهن. اهڙا هم آواز حرف هيٺ ڏجن ٿا:

ا-ع، ت-ط، ث-س-ص، ذ-ز-ض-ظ، ڪ-ق، ح-ه.

جهڙيءَ طرح هرهڪ حرف جي صورت پنهنجي پنهنجي آهي، تهڙيءَ طرح هرهڪ حرف جو آواز يا اچار به نرالو آهي. آوازن جي بنا تي حرفن جي تفريق هيٺ ڏجي ٿي:-

| اچارڻ جو هنڌ | سنڌي حرف | عربي حرف | فارسي حرف |
|---|---|---|---|
| **شفوي حروف** (چپن مان نڪرندڙ حرف) | ٻ-ب-ڀ<br>ڦ-م-و | ف | پ |
| **شجري حروف** (ڪليل ڳول چپن مان نڪرندڙ حرف) | ج-جھ-ڃ-ش | ص-ض | چ |
| **لثوي حروف** (ڏندن ۽ زبان ملائڻ سان نڪرندڙ حرف) | — | ث-ذ | — |
| **نطعي حروف** (زبان کي مٿين ڏندن ھيان دٻائڻ سان نڪرندڙ حرف) | ٿ-ٽ-د-ڏ | ط | — |
| **اسلي حروف** (زبان جي چوٽيءَ مان نڪرندڙ حرف) | س | ز-ظ | [illegible] |
| **ذلقي حروف** (زبان جي چيڙي مان نڪرندڙ حرف) | ج | — | — |

| اچارڻ جو هنڌ | سنڌي حرف | عربي حرف | فارسي حرف |
| --- | --- | --- | --- |
| لهوي حروف (تارونءَ مان ۽ تارونءَ سان زبان لڳائڻ سان نڪرندڙ حرف) | ٽ-ٺ-ڃ-ڀ-ڍ-ڏ<br>ر-ڙ-ڳ-ک-ڪ<br>ل-ن-ڻ-ه-ي | ـــ | گ |
| حلقي حروف (حلق يا نڙيءَ مان نڪرندڙ حرف) | گهه-ڳ | ح-خ-ع-غ-ق | ـــ |

## (ب) شمسي ۽ قمري حرف

سنڌي ٻوليءَ جا حرف، عربيءَ وانگر ٻن قسمن جا نه ٿيندا آهن؛ مگر جيئن ته سنڌيءَ ۾ عربي الفاظ ۽ ڪلمات جو ڪثرت سان استعمال ٿئي ٿو تنهنڪري انهن لفظن مان ڪن جي صحيح تلفظ سمجهڻ لاءِ شمسي ۽ قمري حرفن جي ڄاڻ ضروري آهي. مثال لاءِ "صدرالدين" جو بيت پيش ڪجي ٿو، جنهن ۾ هو عربي ڪلمو ڪم آڻي ٿو:-

"عصيان سڀ ڪالعدم ٿين، جڏهن فنا ٿيا اصحاب فيل"

عربي حرف ٻن قسمن جا آهن:-

پهريون شمسي: ت-ث-د-ذ-ر-ز-س-ش-ص-ض-ط-ظ-ل-ن؛ ۽

ٻيو قمري: ا-ب-ج-ح-خ-ع-غ-ف-ق-ڪ-م-و-ه-ي.

پهرئين قسم وارا حرف "شمسي" انهيءَ ڪري ٿا سڏجن، جو جيڪڏهن انهن مان ڪنهن به حرف اڳيان "لام التعريف" يعني "اَل" آڻبو، ته لام جو اچار متجي مابعد حرف جو ٿي پوندو، مثلاً:

اَلشَّمسُ = اَشْشَمْسُ

اَلنَّارُ = اَنْنَارُ

ٻيو ته "شمس" جو پهريون حرف "ش" خود انهن حرفن مان هڪڙو آهي ۽ ٻيون سبب ته "شمس" جي معنيٰ آهي

سج- سج وانگر اهي حرف اهڙا ته روشن ۽ اظهر آهن، جو لام (ل) کي حذف ڪريو ڇڏين.

ٻتي قسم وارا حرف ”قَمَرِي“ انهيءَ ڪري ٿا سڏجن جو ”قَمَر“ جي معنيٰ آهي چنڊ ۽ اهي حرف چنڊ وانگر ٿڌا ۽ نرم آهن ۽ انهن حرفن مان ڪنهن به هڪ جي اڳيان ”لام التعريف“ لڳائبو، يعني انهيءَ حرف کي معرّف ڪبو، ته ”ل“ جو اُچار ظاهر ٿي پوندو، مثلاً:

اَلْقَلَمُ - اَلْمُسلِمُ - اَلْعَزِيزُ، وغيره.

ٻيو ته ”قمر“ لفظ جو پهريون حرف ”ق“ خود انهن حرفن مان هڪڙو آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾، هونءَ ته ڪنهن به لفظ جي اڳيان ”لام التعريف“ نه ايندو آهي، مگر جڏهن ڪنهن جملي ۾ ڪو عربي ڪلمو بجنسي استعمال ڪبو آهي، تڏهن ”لام التعريف“ به شامل ڪبو آهي، مثلاً: ضعيف البدن - صحيح المعنيٰ - مريض القلب - نحيف الجسم، وغيره. مسلمانن جا نالا به عموماً عربي نوع جا هوندا آهن، جهڙوڪ: شمس الدين - نورالدين - عبدالله - عبدالڪريم، وغيره.

معرّف جي اڳيان، جڏهن ڪو عربي لفظ ايندو آهي، ته الف جو اُچار ڪاٽجي ويندو آهي، مثلاً:

نُورُ الشَّمسِ = نُوْرُشْ شَمْس،

ضِيَاءُالْقَمَرِ = ضِيَاءُ لْ قَمَر.

جڏهن ته مٿي ذڪر ڪيل خاص حالتن هيٺ ”لام التعريف“ جو استعمال سنڌيءَ ۾ به ٿئي ٿو، تنهنڪري شمسي ۽ قمري حرفن جي ڄاڻ ۽ سڃاڻپ ضروري آهي.

عربي حروف، خاص طرح، تعداد ظاهر ڪرڻ لاءِ به استعمال ڪيا ويندا آهن، ڇاڪاڻ جو عربيءَ جي هرهڪ حرف جو ”ملهه“ مقرر ڪيل آهي. تاريخي واقعات يا ولادت ۽ وفات جا سَن گهڻو ڪري عربي ”الف-ب“ جي حرفن ۾ لکيا ويندا

آهن. جنهن کي "ابجد" جو حساب چئبو آهي. عام طرح ڏسبو
ته عبارت يا خط و ڪتابت جي شروع ۾ "٧٨٦" لکبو آهي
۽ اهو انگ "بسم الله الرحمٰن الرحيم" جي بدران ڪم آڻبو
آهي، ڇو جو هرهڪ حرف جو جداجدا ملهه وٺي جوڙ ڪبو
ته مٿيون انگ ملندو.

عربي حرفن جو جدا جدا ملهه هيٺ ڄاڻائجي ٿو:-

| لفظ | حرف | ملهه |
|---|---|---|
| اَبجَد | ا | ١ |
| | ب | ٢ |
| | ج | ٣ |
| | د | ۴ |
| هَوَز | ه | ۵ |
| | و | ٦ |
| | ز | ٧ |
| حُطي | ح | ٨ |
| | ط | ٩ |
| | ي | ١٠ |
| ڪَلَمَن | ڪ | ٢٠ |
| | ل | ٣٠ |
| | م | ۴٠ |
| | ن | ۵٠ |
| سَعفَص | س | ٦٠ |
| | ع | ٧٠ |
| | ف | ٨٠ |
| | ص | ٩٠ |
| قَرَشَت | ق | ١٠٠ |
| | ر | ٢٠٠ |
| | ش | ٣٠٠ |
| | ت | ۴٠٠ |
| ثَخَذ | ث | ۵٠٠ |
| | خ | ٦٠٠ |
| | ذ | ٧٠٠ |
| ضَظَغ | ض | ٨٠٠ |
| | ظ | ٩٠٠ |
| | غ | ١٠٠٠ |

عددي اعتبار کان "ابجد" جي حرفن جو استعمال عربي ۽ فارسي زبان ۾ ڪثرت سان ھوندو آھي. سنڌي شاعرن پڻ نہ فقط عربيءَ ۽ فارسيءَ جي تقليد ڪئي آھي، پر تاريخن جو بيان گھڻو ڪري فارسي زبان ۾ ڪرڻ پسند ڪيو آھي. البتہ ڪي ٿورا مثال مِلندا جن ۾ تاريخن جو اظھار سنڌي زبان ۾ ڪيو ويو آھي. نموني طور چند مثال ھيٺ درج ڪجن ٿا:-

فقير "بيدل" پنھنجي منظور النظر قاضي پيرمحمد جي وفات ۽ وصال جي تاريخ ـ ١٢٨٥ھ ھيٺين فارسي مصراعن ۾ بيان ڪئي آھي:-

(١) دل ز سالِ وصل اوداده خبر
گفت "بُد پروانہ شمعِ خدا."
ـــــــــــــــــــ ١٢٨٥ھ

(٢) ھاتف از سال وصالش باز گفت
"درجھان جان گرفت آرام گاه".
ـــــــــــــــــــ ١٢٨٥ھ

سيد فاضل شاه پنھنجي ڪلام ۾ ڪيترن بزرگن جي وفات جا سَنَ حرفي صورت ۾ پيش ڪيا آھن، جن جو جيڪڏھن ابجد جي حساب مطابق شمار ڪبو تہ اصل تاريخون نڪري اينديون. مثال لاءِ ڪي اھڙا بيت ھيٺ ڏجن ٿا:-

ابتدا ادراڪ جي شان انتھاي عقل سان،
٣٠ ١
سال "فاضل شاه" چيو "مرحوم محسن شاه مست".
ـــــــــــــــــــ ١٢٥٨ھ

مٿين بيت ۾ مرحوم پيرسيد محسن شاه مجذوب جي وفات جي تاريخ ١٢٨٩ ھجري بيان ڪئي وئي آھي.

خليفي مرحوم حافظ عبدالمجيد جي وفات جي تاريخ "فاضل شاه" پنھنجي ھيٺين بيت ۾ ظاھر ڪري ٿو:-

"صفا" ساڻ "فاضل" ڇيس سال هي،
۱۷۱

ت، "مرحوم آخوند عبدالمجيد".
۱۱۲۰

۱۲۹۱ هه = ۱۷۱ × ۱۱۲۰

هيٺين بيت ۾ وري سيد بچل شاهه جي ولادت جي تاريخ بيان ڪيل آهي:-

ڇيو فڪر "فاضل" سندي سان "فقيهه"،
۱۹۵

"بچل شاهه جي عمر دهري دراز".
۱۰۹۵

۱۲۹۰ هه = ۱۹۵ + ۱۰۹۵

## (ت) علت جا حرف ۽ صحيح حرف

انسان جي گفتگوءَ جي هرهڪ جزي کي لفظ يا ڪلمو ڪوٺجي ٿو. هرهڪ لفظ وري مختلف آوازن يا حرفن جو مرڪب آهي، مثلاً: "ڪتاب" هڪ لفظ آهي ۽ "ڪ"، "ت"، "ا" ۽ "ب" انهيءَ لفظ جا مختلف آواز آهن. هرڪنهن ٻوليءَ ۾ حرف ٻن قسمن جا هوندا آهن:

(۱) علت جا حرف

(۲) صحيح حرف

علت جا حرف ٽي آهن: ا - و - ي. "علت" جي معنيٰ آهي بيماري، ضعف يا ڪمزوري، ڇاڪاڻ ته مذڪور ٽي حرف ڪمزور آهن، جو عربي زبان ۾ انهن جي صورت ڦِري متبي سنبي آهي، تنهنڪري انهن کي علت جا حرف سڏبو آهي.

ڪنهن به حرف کي پنهنجي سر ڪو اچار يا آواز ڪونهي، جيستائين ڪ انهن تي حرڪت نه ڏبي يا وڌاءَ لاءِ ٻويان حرف علت ڪم نه آڻبو.

علت جي حرفن جا مختلف آواز يا سُر هيٺ ڏيکارجن ٿا:

اَ- آ- اِ- اِي- اُ- اُو- او- آو- اي- آيَ.

"ن" غنہ وارا علت جا حرف هي آهن:

اَن- آن- اِن- اِين- اُن- اُون- اون- آون- اين- آين.

عربيءَ ۾ الف "ا" جيڪڏهن ڪنهن لفظ جي منڍ ۾ ايندو آهي، ته ان الف تي همزه (ء) ايندو آهي، مثلاً:

أخ (ڀاءُ)- ابل (اُٺ)- أم (ماءُ).

عربيءَ ۾ ڪن حالتن ۾ لفظ جي پڇاڙيءَ واري "ي" بنا نقطن جي ايندي آهي ۽ ان جي ماقبل حرف تي زبر (ـَ) آڻڻ سان (الف) "ا" جو اچار نڪرندو آهي، مثلاً:

عيسىٰ- موسىٰ- تمنىٰ.

## (ث) حرڪتون ۽ اُچار

سنڌي ٻوليءَ ۾ حرڪتن ڏيڻ جو عام رواج ڪونه آهي.

۱- حرف علت تي جڏهن ڪا حرڪت ايندي آهي، ته اهو حرف صحيح تي پوندو آهي، يا وري حرف علت مان ڪو به حرف ڪنهن لفظ جي شروعات ڪندو، ته اهو حرف صحيح تي پوندو، مثلاً:

اَندر- وَنو- يَقين.

مذڪور لفظن جا پهريان حرف، جي هونئن حرف علت آهن، حرف صحيح ليکيا ويندا.

حرف "علت" اهي حرف آهن جي ٻئي متحرڪ حرف جي ٻويان اچي ان جو آواز وڌائيندا آهن.

حرڪتون فقط عربي زبان جي خصوصيت آهي؛ مگر جيئن تہ عربيءَ جو سنڌي زبان سان چڱو توصّل آهي، تنهنڪري ڪڏهن سنڌيءَ ۾ بہ حرڪتن جو استعمال ٿيندو آهي.

حرڪتون، جي عام طرح استعمال ۾ اچن ٿيون، سي هيٺ ڏجن ٿيون:-

زبر (َ)، زير (ِ)، پيش (ُ)، مد (~)، تشديد (ّ)، تنوين (ً، ٍ، ٌ)، سڪون (ْ) وقف (٠)، همزه (ء) ۽ همزة الوصل (صـ).

**زبر** (َ)- هيءَ نشاني يا حرڪت هميشه حرف جي مٿان ايندي آهي، مثلاً: اَ- دَ- گَ. زبر کي عربيءَ ۾ 'فتحة' چئبو آهي ۽ زبر ڏنل حرف کي 'مَفتوح' چئبو آهي. مفتوح حرف جو اچار جهڪي الف جهڙو ٿيندو آهي.

**زير** (ِ)- هيءَ حرڪت هميشه حرف جي هيٺان ايندي آهي، مثلاً: اِ- دِ- گِ. زير کي عربيءَ ۾ 'ڪَسرة' چئبو آهي ۽ زير ڏنل حرف کي 'مڪسور' چئبو آهي. مڪسور حرف جو اچار جهڪي 'ي' جهڙو ٿيندو آهي.

**پيش** (ُ)- هيءَ نشاني بہ حرف جي مٿان ايندي آهي، مثلاً: اُ- دُ- گُ. پيش کي عربيءَ ۾ 'ضَمّة' چئبو آهي ۽ پيش ڏنل حرف کي 'مضموم' چئبو آهي. مضموم حرف جو اچار جهڪي واو جهڙو ٿيندو آهي.

**مد** (~)- مدّ جو مطلب آهي ڊيگهہ يا وڌاءُ. مدّ صرف الف جي مٿان ايندي آهي ۽ الف کي ڊگهو ڪري پڙهڻ لاءِ ڪم آڻبي آهي. مدّ ڏنل حرف کي 'ممدود' چئبو آهي. مدّ جي نشاني ٻن نمونن ۾ ڏبي آهي: 'آ' يا 'اا' يعني الف جي مٿان ٻيو الف آڻبو آهي. سنڌيءَ ۾ 'مدّ' هميشه منڍ واري الف تي ايندي آهي، مثلاً: آدم- آثر- آرام وغيره، پر جيڪڏهن الف جو ماقبل حرف ساڪن هوندو، تہ الف ممدود ٿيندو، مثلاً: 'قُرْآن' پر اهو اصول فقط عربيءَ ۾ قائم ٿي سگهي ٿو.

تشديد (ّ)- ڪنهن حرف کي ٻٽو ڪري پڙهڻ يا لکڻ لاءِ مٿس تشديد جي نشاني ڏبي آهي. تشديد ڏنل حرف کي مشدّد چئبو آهي. مشدّد حرفن ۾ ساڳين ٻن حرفن جو زور سمايل هوندو آهي، مثلاً: حقّ سچّ نڪّ وغيره. مذڪور لفظن جي اچارڻ واري صورت آهي: حقْ قُ - سچْ چُ - نڪْ ڪُ. ليهذا ساڳئي حرف جي تڪرار کي ترڪ ڪرڻ لاءِ هڪ حرف کي حذف ڪري ٻئي تي تشديد ڏني ويئي آهي. اهي، شمسي حرف، جن سان 'لام التعريف' متصل هوندو آهي، سي لازمي طرح مشدّد صورت ۾ هوندا آهن.

تنوين (ً ٍ ٌ)- ساڳي حرڪت کي ٻٽو ڪري لکجي، تنهن کي تنوين چئبو آهي. تنوين هميشه عربي لفظ جي پوئين حرف تي ايندي آهي ۽ انهيءَ لفظ کي 'نڪره' يا 'عام' جي معنيٰ ڏيندي آهي.

ٽيئي حرڪتون يعني زبر، زير ۽ پيش تنوين جي صورت اختيار ڪري سگهن ٿيون، جيئن مٿي ڏيکاريل آهي. فاعلي حالت ۾ اسم جي مٿان پيش واري تنوين (ٌ) هوندي آهي، مفعولي حالت ۾ زبر واري تنوين (ً) استعمال ٿيندي آهي ۽ اضافي يا جري حالت ۾ زير واري تنوين (ٍ) عمل ۾ ايندي آهي. تنوين ڏنل حرف کي 'منوّن' چئبو آهي، يعني اهو حرف جنهن سان 'ن' جو اچار يا آواز لڳل هجي. پيش واري تنوين مان 'اُنْ'، زبر واري تنوين مان 'اَنْ' ۽ زير واري تنوين مان 'اِنْ' جو اچار نڪرندو آهي، جيئن هيٺ ڏيکاريل آهي:

فَاعِلٌ = فَاعِلُنْ
مثلاً = مثلَنْ
وَلَدٍ = وَلَدِنْ

زير واري تنوين جو اچار اِنْ پڻ نڪرندو آهي، جيئن:
تاءٍ = تائِنْ

چپاءَ = چپائين

ساڳيءَ طرح پيش واري تنوين جو اچار ”اُ نُ“ پڻ ٿيندو آهي.

جيئن: آءٌ = آوُنُ،
چپاءٌ = چپائُونُ.

مٿين ٽن قسمن جي تنوينن کان سواءِ حرف ڄڻي هيٺيان ٻن ايين ليکن واري تنوين (ٍ ٍ) پڻ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندي آهي، جا اڪثر ڪري ميم (ٖ) ۽ همزه (ٕ) جي هيٺيان ايندي آهي، جنهن جو اچار گهٽو ڪري ”اين“ جهڙو هوندو.

جيئن: ۾ = مين،
ٕ = آئين يا آئين.

”۾“ ”ٕ“ کان سواءِ ٻيا منوّن حرف سنڌيءَ ۾ ٿورا استعمال ٿيندا آهن. تنوين عربي ٻوليءَ جي ئي خصوصيت آهي. خاص طرح جي منوّن صورتون سنڌيءَ ۾ ڪم اچن ٿيون، تن جا ڪي مثال هت ڏجن ٿا: خصوصاً- عموماً- حقيقتاً- اتفاقاً- يقيناً- وقتاً فوقتاً- صريحاً- قطعاً- عادتاً- نسبتاً وغيره.

مولوي غلام محمد خانزئي پنهنجي شعر ۾ تنوين اجهو هيئن استعمال ڪري ٿو:

”وٺي بوند بهار جي، چوڏس چوڌاري،
سڪا وڻ ساوا ٿيا، ڪئي ڳان گلزاري،
هلي هڪاري، صريحاً سرهاڻ جي.“

---

سُڪون (ْ)- سڪون ڏنل حرف کي ساڪن چئبو آهي. ساڪن حرف ٻن متحرڪ حرفن جي وچ ۾ ايندو آهي، جنهن تي تلفظ پيدا ڪرڻ واري ڪابه حرڪت يا علامت نه هوندي آهي. ساڪن حرف کي غير متحرڪ حرف به چئبو آهي. پڙهڻ

۾ ساڪن حرف کي سندس اڳئين متحرڪ حرف سان ملائبو آهي، مثلاً:

عَقُلْ = عَق^ لْ
عِلْمْ = عِل^ مْ
لُطْفْ = لُط^ فْ

وَقف- ساڪن حرف جي پٺيان جو ٻيو ساڪن يا غيرمتحرڪ حرف اچي، تنهن ٻئي حرف تي وقف جي نشاني سمجهبي، جيئن:

پيار- يار وغيره، هنن لفظن ۾ 'ي' جي پٺيان حرف 'ا' ساڪن آهي ۽ 'ا' جي پٺيان جو حرف آهي يعني 'ر' ان تي وقف سمجهڻ گهرجي. وقف ڏنل حرف کي موقوف چئبو آهي. عموماً جملي جي پوئين لفظ جو آخرين حرف موقوف هوندو آهي، جيئن هيٺئين بيت ۾ ظاهر آهي:

"هردم حَق جي تند تنوار،
چرخو چوري ڪت ڪاتار."
(حافظ پنهور)

همزة (ء)- هيءَ نشاني لفظ جي وچين يا آخرين حرف تي استعمال ٿيندي آهي، پر منڍ ۾ ڪڏهن به نه. منڍ ۾ همزه فقط الف 'ا' جي مٿان يا هيٺان اچي سگهي ٿو جو عربي ٻوليءَ جو دستور آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

قائم- چيءَ- اَخلاق- اِنعام

ڪنهن لفظ جو پويون حرف جي ڪڏهن الف 'ا' هوندو ۽ ان جو اچار جهڪو هوندو ته ان جي پويان همزه آڻبو آهي، مثلاً:

ڪانءَ- ڀاءُ- گهاءُ- راءِ- ڳالهاءِ وغيره

"سهسين سورت جهڙيون پنهنجو ڪين پار،
اهڙو راءُ ڪنگهار ڪڏهن ٿيندو ڪونه ٻيو."
(شاهه ڀٽائي- س: سورٺ)

"ٻطورن ٽنواريون پنهونءَ پڇاڻاءِ،
مروڙن موت قبوليو، اپر افسوساءِ،
برپڻ ڪن بڪاءِ، اڪنڊ يا آريءَ لئي گهڻو."
(شاهه ڀٽائي- س: سسئي)

جيڪڏهن ڪنهن لفظ جو پڇويون حرف 'و' يا 'ي' هجي ۽ اهو فاعلي، مفعولي يا جري حالت ۾ بيٺل هجي ته ان 'و' يا 'ي' جي پٺيان همزه مفتوح حالت ۾ (ءَ) ايندو آهي، مثلاً:

ماڻهو — ماڻهوءَ
گاڏي — گاڏيءَ

همزه خود حرف يا اکر ٿي به ڪم ايندو آهي، جيئن:
ء — آءُ

همزة الوصل (ص)— هيءَ نشاني فقط عربيءَ ۾ اضافي ترڪيب ۾ استعمال ٿيندي آهي، مثلاً:

| عَبْدُ الْمَلِكِ - يَوْمُ الْقِيَامَةِ - اِبْنُ الْوَقْتِ |
|---|

## (ج) علت جي حرفن جا اچار

'ا' 'و' ۽ 'ي' علت جا حرف آهن، جن کي مختلف نمونن ۾ اچاري سگهجي ٿو. اچار جي لحاظ کان 'ا' ٻن قسمن جو ٿيندو آهي:

### الف ممدوده ۽ الف مقصوره

الف ممدوده— جنهن الف کي ڊگهو ڪري اچارجي، تنهن کي الف ممدوده چئبو آهي. الف جي مٿان مدّ يا ننڍڙو الف ڏبو ته الف ممدوده ٿي پوندو، مثلاً:
آدمي (اادمي)— آءُ

الف مقصوره- لفظن جي پڇاڙي بي نقطه 'ي'-تي ڏنل الف کي الف مقصوره (يعني ننڍو الف) چئبو آهي، مثلاً:

سلمىٰ- صغرىٰ- عيسىٰ- عظمىٰ- موسىٰ- مصطفىٰ

اچار جي لحاظ کان واو (و) ٽن قسمن جو ٿيندو آهي:

(١) واو معروف،
(٢) واو مجهول،
(٣) واو معدوله.

(١) واو معروف- واو 'معروف' اهو 'واو' آهي، جو لفظ جي آخر ۾[١] 'اُو' جي اچار سان ڪم اچي، مثلاً:

ڀالُو- رولُو- ڪارُو وغيره.

(٢) واو مجهول- 'مجهول' انهيءَ 'واو' کي چئبو آهي، جو لفظ جي آخر[٢] ۾ 'او' جي اچار سان اچي، مثلاً:

چولو- سولو- گهوڙو وغيره.

واو معدوله- اهو 'واو' جو لکڻ ۾ اچي پر پڙهڻ ۾ نه، تنهن کي واو 'معدوله' چئبو آهي، مثلاً:

خواب- خواهش- خود- خوش وغيره.

'ي' جا پڻ ٻه قسم آهن:

(١) ياي معروف
(٢) ياي مجهول

ياي معروف- ياي 'معروف' انهيءَ 'ي' کي چئبو

---

[١]-[٢] واو 'معروف' توڙي 'مجهول' جي ڏسيل ڪري سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ ته اهڙا 'واو' لفظن جي وچ ۾ به واقع ٿين ٿا، مثلاً:

واو معروف: ڏُور- نُور- ڇوُرڻ وغيره.
واو مجهول: روز- زور- لوهه- هوش وغيره.

آهي، جا لفظ جي آخر (١) ۾ 'اِي' جي اچار سان اچي. مثلاً:
ٻَڪِي — ٻيلِي — تَرِي — ڦَرِي وغيره.

**يا ي مجهول**- يا ي 'مجهول' اها 'ي' آهي، جا لفظ جي آخر (٢) ۾ 'اي' جي اچار سان اچي. مثلاً:
ڀري — سڙي — ڪري — مٽي وغيره.

علت جي حرفن کان سواءِ ٻيا ٻه ڪي حرف آهن، جن کي ٻن مختلف نمونن ۾ اچاري سگهجي ٿو ۽ اهي آهن: 'ه' ۽ 'ن'. 'ه' جا ٽي قسم آهن:

(١) هاي ملفوظ
(٢) هاي غير ملفوظ يا مختفي
(٣) هاي مخلوط

**هاي ملفوظ**- اها 'ه' جا چٽيءَ طرح اچارجي، تنهن کي هاي 'ملفوظ' چئبو آهي، مثلاً:
آه — واه — راه — ڪاه — ساراه.

**هاي غير ملفوظ يا مختفي**-اها 'ه' جنهن جو تلفظ ظاهر نه ٿجي، تنهن کي هاي غير ملفوظ چئبو آهي، مثلاً:
بيگانه - پرده - پروانه - سايه - مايه.

**هاي مخلوط**- اها 'ه' جنهن کي ٻئي ڪنهن حرف سان گڏي اچارجي، تنهن کي هاي مخلوط چئبو آهي، مثلاً:
اوهان - سنهو - ڳنهه-

---

(١) — (٢) ياي 'معروف' توڙي 'مجهول' جي توسيع ڪري سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ ته اهي لفظن جي وچ ۾ به واقع ٿين ٿيون، مثلاً: ياي معروف: ڀريٽ — پير — ڏيڻ - ريٽ — ڪيڙ وغيره
ياي مجهول: پير—پيٽ—ڀير—ڪير—وير—ويڙهه وغيره.

متين لفظن ۾ "ه" جو اچار سنڌس اڳئين حرف سان ملايو ويو آهي.

**نون** - (ن) کي ٻه ٻن نمونن ۾ اچاري سگهجي ٿو: چٽو (متحرّڪ) ۽ اڻ لکو (ساڪن). هيٺين لفظن ۾ "ن" متحرّڪ آهي:

نَڪ - ڪَن - نِعمت - ذِهن - فَن

ساڪن يا اڻ لکو "ن" وري ٻن قسمن جو هوندو آهي: غنّو ۽ ساڪن.

اهو "ن" جو ڪنهن علّت جي حرف پٺيان اچي يا جنهن کي سنڌس اڳئين حرف سان گڏي اچارجي تنهن کي نون غنّو چئبو آهي، مثلاً:

ماں - ٻَنڌُ - پَنڌُ - رنڊ - سِنڌُلا - مُنڌُ

اهو "ن" جو ڪنهن به لفظ جو جمع جو صيغو ٺاهي، سو (١) ساڪن هوندو آهي، مثلاً:

اَتَن - آهِن - ڏاڍَن - ماڻهن - هَنَن وغيره.

متيان لفظ جمع ۾ آهن ۽ هرهڪ لفظ جو پويون "ن" جمع جي نشاني آهي، جو ساڪن آهي.

مثال طور ڪي بيت، جن ۾ نون غنّو ۽ نون ساڪن استعمال ٿيل آهن، هيٺ ڏجن ٿا:

"چنڊ، لکيئي منڊ، سنجهيئي سيخ ٿئين،
ڪر اونداهي انڌ، ته ملان محبوبن کي."
(شاهه: ڪنڀات)

---

(١) - ڪي ماڻهو ان کي زير ڏئي پڙهندا آهن، مثلاً:
اَتَنِ - آهِنِ - ڏاڍَنِ - ماڻهنِ - هَنَنِ.

"تُن طبيب نه توُن، جو سَڏ نه لهين سور جي،
ساند پنهنجا ڏيڙا، ڪَڏ ڪٽي ۾ پُون،
ڪان گهرجي مون، حياتي هوتن ري."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

مٿين بيتن ۾ 'محبوبن' ۽ 'هوتن' ۾ 'ن' ساڪن آهي، پر باقي لفظن ۾ 'ن' غنّو استعمال ٿيل آهي.

## (ح) نقطي وارا ۽ بنا نقطي حرف

'الف-ب' جا سڀ حرف ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا اهي، جن کي نقطا آهن، مثلاً: ب-ت-ج ۽ ذ وغيره.

انهن نقطه دار حرفن کي مُعْجَم يا منقوط، چئبو آهي. معجم حرف ڪل چوٽيهه آهن. ٻيا حرف بنا نقطي هوندا آهن، مثلاً: ح-د-ر ۽ ص وغيره. جن کي مُهْمَل يا غير منقوط حرف سڏبو آهي ۽ اهي تعداد ۾ ارڙهن آهن.

## (خ) سنڌيءَ ۾ لفظن جڙڻ جون صورتون

عام طرح ڪنهن به ٻوليءَ ۾ لفظن جڙڻ جا ڪي خاص قاعدا ڪونه هوندا آهن، پر ڇاڪاڻ ته سنڌي شعر ۾، خاص طرح، لفظن ۾ تقصير ۽ تزييد نظر ايندي آهي، تنهن ڪري اهڙن لفظن جي نين صورتن کي سمجهڻ لاءِ ڪي مثال ۽ نمونا هيٺ ڏجن ٿا، جيئن پڙهندڙ لفظن جي پيچ گهڙ کي چڱيءَ طرح سمجهي سگهن.

**حذف**- حذف انهيءَ حالت کي چئبو آهي، جنهن ۾ لفظ جي ڪنهن حرف يا عبارت جي ڪنهن لفظ کي ڪيرائي

ڇڏجي. مثال طور ڪي مصراعون يا بيت هيٺ ڏجن ٿا، جن ۾ ڪي لفظ محذوف صورت ۾ ڪم آندل آهن:

”پتنگ چاڙهين پاڻ کي پسي مچ ۾ موت.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”چڱن ساڻ چڱايون، ائين سيڪو هوءِ،
تو جيئن ڪري نه ڪوءِ، ٻڇن ساڻ ڀلايون.“
(شاهه: سراڳ)

”اچ مروت ۽ وفا منجهه آدمن آهي الپ،
پڻ صداقت ۽ صفا منجهه آدمن آهي الپ.“
(خليفو گل محمد)

’چاڙهين‘، ’ٻچن‘ ۽ ’آدمن‘ اهي لفظ محذوف صورت ۾ آهن، جن جي اصل صورت آهي: ’چوائين‘، ’ٻچڙن‘ ۽ ’آدمين‘.

ترخيم- ترخيم اها حالت آهي جنهن ۾ لفظ جي پوئين حرف کي ڪيرائي ڇڏجي. ’رخم‘ جي معنيٰ آهي ننڍو ڪرڻ. هيءَ تبديل گهڻو ڪري شعر ۾ نظر ايندي آهي. مثال لاءِ ڪي بيت درج ڪجن ٿا:

”محبتي مري، درسن ڪارڻ دوس جي،
جيئن مڇلي نير کان پلڪ نه ٽڪي پري.“
(سامي)

” ڪينڪي مون کان ٿيو، هيءَ عمر تان ويئي اجاهه“
(سچل سرمست)

مٿين بيتن ۾ ’دوس‘ ۽ ’اجاهه‘ مرخم صورت ۾ استعمال ٿيل آهن ۽ انهن جي اصلي صورت آهي: ’دوست‘ ۽ ’اجائي‘.

**تحريڪ ۽ تسڪين-** جن حالتن ۾ ساڪن حرف کي متحرڪ بڻائجي يا متحرڪ حرف کي ساڪن ڪجي، انهن کي جدا جدا تحريڪ ۽ تسڪين ڪوٺجي ٿو.

تحريڪ جو مثال:

”اڻ هوندو پرم، مورک منيو مت رڃي،
نه ڪنهن زور ظلم ڪيو نه ڪنهن لڄ شرم،
نت ڪلا ڪائي سر تي رکي نه من ڀرم،
جي ڪرتا ڪري ڪرم، ته ’سامي‘ ڪا سڌ پوي.“
(سامي)

”هٿي گل انهيءَ شرم ڪيو شرمندو،
وهائي اکين مان تو پسائي گرم.“
(خليفو گل محمد)

مٿين بيتن ۾ ’شرم‘ ۽ ’گرم‘ لفظن جو وچون حرف متحرڪ ڪيو ويو آهي، جو اصل ۾ ساڪن آهن. مذڪور لفظن جي اصلي صورت آهي: ’شَرْمُ‘ ۽ ’گَرْمُ‘.

تسڪين جو مثال:

ڪي لفظ اهڙا آهن، جن جا ڪي حرف متحرڪ آهن، پر اسان انهن کي محاوري ۾ ساڪن ڪري ڪم آڻيندا آهيون. مثلاً:
حَرْڪَتَ – بَرْڪَتَ – حَيْوان وغيره.
مذڪور لفظن ۾ ٻيو حرف متحرڪ آهي، يعني انهن جو صحيح تلفظ آهي: حَرَڪَت – بَرَڪَت ۽ حَيَوان.
**تزييد**– تزييد اها حالت آهي جنهن ۾ ڪنهن لفظ ۾ ڪنهن علت جي حرف جو اضافو ڪجي. اهڙا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:
”نهي منهنجا رون، راتو ڏينهان ان ڪي.“
(شاهه: حسيني)
”آريءَ جي آڪاهه، رلايس روهن ۾.“
(شاهه: حسيني)

"لوهو پارس سان لـڳـي، سـامي سون ٿيو،
پاڻيءَ منجهه پيو وڃي ڪينهوڙو ڪنڊ جو."
(سامي)

"اڪيون اپني جي ڏسهن، تا هادي آهر جاه."
(سچل)

مٿين بيتن ۾ جن لفظن ۾ علّت حي حرفن جو اضافو ڪيل آهي، سي آهن: 'راتو ڏينهان'، 'آڪاهه'، 'لوهو' ۽ 'اپني'. مذڪور لفظن جي عام صورت آهيَ: 'رات ڏينهن'، 'آڪهه'، 'لوهه' ۽ 'پني'.

تصرف- ڪنهن ڌاري ٻوليءَ مان ڪو لفظ وٺي ان ۾ ڦير ڦار آڻي، پنهنجو ڪري استعمال ڪجي، تنهن کي تصرف چئبو آهي. ڌارين ٻولين جا متعدد لفظ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿين ٿا، جن مان ڪي لفظ مثال طور هيٺ ڏجن ٿا:

آنو، ايرينگ، بال، بسڪوٽ، بڪل، بوتل، پوسو، روپيو، سائيڪل، ڪافور، ڪلاس، گدام، ماچيس ۽ واسڪوٽ وغيره انگريزي ٻوليءَ مان ورتل آهن.

ابو، استاد، امي، بندوق، جوراب، حاطو، دلو، رئيس، سلوار، سنداڻ، صابڻ، فلاڻو، ڦوهارو، ڪيسو، قبو، قلف ۽ لگام وغيره عربي ٻوليءَ مان ورتل آهن.

آچار، بازار، بانتو، بدڪ، بانگ، چڪو، دائي، درزي، شاباس، گلهلو، گنبذ ۽ ڪِتلو وغيره فارسي ٻوليءَ مان ورتل آهن.

تذڪير- مؤنث لفظ کي مذڪر ڪري ڪم آڻڻ کي تذڪير چئبو آهي، مثلاً: شاهه ڀٽائي پنهنجي شعر ۾ ڪن مؤنث لفظن کي مذڪر جي صورت ۾ ڪم آندو آهي، جن جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

"ساموندي ساري، ماءُ منھنجو جندڙو."
(شاھ : ساموندي)

"ڪُھ ڀاراڏو جتن جو، ڪُھ ٻانھي، ڪُھ ٻروچ."
(شاھ : ديسي)

مٿين مصراعن ۾ 'جندڙو' ۽ 'ڀاراڏو' لفظن جي اصلي صورت مؤنث واري آھي. يعني 'جندڙي' ۽ 'ڀاراڻي'، پر ھتي انھن کي مذڪر بڻايو ويو آھي.

**اِشباع** - اشباع انھيءَ حالت کي چئبو آھي، جنھن ۾ لفظ جي ڪنھن حرف کي ايترو ڊگھو ڪجي جو پيش (ُ) مان واو 'و'، زبر (َ) مان الف 'ا' ۽ زير (ِ) مان 'ي' جو اچار نڪري. 'اِشباع' جي معنيٰ آھي وڌاءُ. اھڙيون صورتون ھيٺين مثالن مان ملنديون:

"پرپان سندي پار جي مڙيئي مٺائي،
ڪانھي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري."
(شاھ : ڪلياڻ)

"قسمت قيد قوي، ناتم ڪير اچي ھن ڪوٽ ۾."
(شاھ : مارئي)

"پنھان عفو ۽ عافيت در ڏٺي ڪان،
گناھن اندر عمر ويھم اجائي."

مٿين بيتن ۾ 'چيت'، 'ناتم' ۽ 'ويھم' لفظن جي اصلي صورت 'چِت'، 'نہ تہ' ۽ 'وِيم' آھي، پر انھن جي پھرين حرفن تي جي حرڪتون آھن، انھن کي زور ڏيئي يا ڊگھو ڪري پڙھڻ سان مٿيان اچار نڪتا آھن. اشباع جي صورت فقط شعر ۾ نظر ايندي آھي.

**اِبدال-** ابدال جي حالت ۾ ڪنهن لفظ يا لفظ جي ڪنهن حرف جي اصلي صورت مٽيل هوندي آهي. ابدال جي معني آهي تبديل يا مٽا. لفظن جي اها صورت هيٺين مثالن ۾ نظر ايندي:

"مزمانن مهري آئي جهوڪيا جهوڪ ۾."
(شاهه: ديسي)

"م ڪر ڏول ڏيلو ناتو نماڻيءَ سان،
ڪبونهي ڪميڻيءَ جو ٻگر تو بلو."
(شاهه، ليلان چنيسر)

"جنهن کي عشق موليٰ جو ناهي،
سو جڻ جهنگ جناور آهي."
(سچل)

"توبي ڀائي سچ جي سهڻي سرت رکن،
ڏوڻي لائي ڏرم جي ڪميا ڪفني ڪن."
(سامي)

"جي هجي ناڻو تہ وڃ بازار ۾،
ڏي اول ملهه، پوءِ وٺني جيڪي سو ڳڙهه."
(خليفو گل محمد)

مٿين بيتن ۾ 'مزمانن' 'ٻگر'، 'جناور'، 'ڪفني' ۽ 'ڳڙهه' لفظ مٽيل صورت ۾ پيش ڪيل آهن، جن جي اصلي صورت آهي: 'مهمانن'، 'بغر'، 'جانور'، 'ڪفني' ۽ 'ڳنهه'.

**اِشتقاق-** اِشتقاق اها حالت آهي، جنهن ۾ ڪو لفظ پنهنجي بنيادي لفظ مان مشتق ٿيل يا جڙيل هجي. هيٺيان لفظ مثال طور ڏجن ٿا:

گهوڙيل، ماڻهپو، گهريلو ۽ ڏيٺ وغيره.

مذڪور لفظن جا بنياد آهن: گهوڙو، ماڻهو، گهر ۽ ڏسڻ.

ادغام – ٻن همجنس يا هم مخرج حرفن کي ملائي ٻڌڻ يا انهن مان هڪ کي خذف ڪرڻ کي 'ادغام' چئبو آهي. ادغام جي معنيٰ آهي ٻئو ڪرڻ. يا هڪ (حرف) کي ٻئي (حرف) ۾ شامل ڪرڻ. هيٺيان لفظ ادغام جي صورت ۾ آهن:

ياداشت ــ شاباش

مذڪوره لفظن جي اصلي صورت 'ياد داشت' ۽ 'شادباش' آهي، پر محاوري ۾ پهرئين لفظ جي هڪڙي 'د' کي حذف ڪيو ويو آهي ۽ ٻئي لفظ ۾ ٻه هم مخرج حرف 'د' ۽ 'ب'، جي هڪ ٻئي جي پٺيان آيل آهن، انهن مان 'د' کي ڪيرايو ويو آهي. عام طرح سڀ مشدّد حرف ادغام جي صورت ۾ هوندا آهن. مٿيان ٻئي لفظ فارسي ٻوليءَ جا آهن، مگر سنڌيءَ ۾ به چڱي قدر استعمال ٿيندا آهن.

## ٣- سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جون پڇاڙيون:

سنڌيءَ ۾ ڪيترن لفظن، جهڙوڪ: اسم، صفت، ضمير ۽ مصدر وغيره جا پويان حرف متحرڪ هوندا آهن، جا وصف ٻين ڪيترين ٻولين ۾ نه هوندي آهي. اهڙين متحرڪ پڇاڙين جي ڪري سنڌي ٻولي ڪهڙي پاڪي ملايم ۽ سُريلي ليکجڻ ۾ اچي ٿي.

اسمن جون متحرڪ پڇاڙيون هيٺين آوازن تي هونديون آهن:

اَ، آ، اِ، اي، اُ، اُو، او، آو ۽ آي.

'اي' آواز تي اسم جي پڇاڙي عام صورت ۾ نه هوندي آهي، پر فاعلي حالت ۾ نه هوندي آهي: البت ماضيءَ جي متعدي صيغي ۾ استعمال ٿيندي آهي، مثلاً: 'گهوڙي ڏاڍو ڪاڏو

آهي'. هن مثالي جملي ۾ 'ڪاڙهو آهي' ماضي قريب جو صيغو آهي ۽ 'گهوڙي' اسم جي پڇاڙي 'اي' آواز تي آهي.

'آ' پڇاڙيءَ وارا مؤنث اسم گهڻو ڪري مؤنث جي صيغي ۾ هوندا آهن، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڄڀَ | ٻاڄَ | جيپَ | اُسَ |
| دزَ | ڏاڪَ | رڍِ | اُڄَ |
| رڪَ | زالَ | ڪپَ | منڊَ |
| نسَ | لڪَ | ڪچهه | روچهه |

مشتق اسم:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڏَ | ٻاڦَ | ٻيهڪَ | ڪُوڪَ |
| رڪَ | ڄاڻَ | ليڪَ | تور |
| لَڏَ | چڪَ | ڏڪَ | پوڪَ |
| ونڊَ | سيٽَ | ڊڪَ | پيٽَ |
| باسَ | سيڙ | ڦوڪَ | هير |

'آ' پڇاڙيءَ وارا ڪي ٿورا اسم مذڪر جي صيغي ۾ هوندا آهن، نه ته اڪثر مؤنث هوندا آهن. مثلاً:

مذڪر اسم:

آتما

داتا

دريا

ديوتا

راجا

مؤنث اسم:

| | |
|---|---|
| ڪٿلا | اِڇا |
| هوا | ڳِلا |
| ڇايا | جِهوا |
| مايا | شڪا |

مشتق اسم:

| | | |
|---|---|---|
| ٻَلا | رِتا | پِڇا |
| دوا | سِيتا | دعا |
| ڪٿا | نِندا | پوڄا |
| سزا | ورچا | ڳولا |

’اِ‘ پڇاڙيءَ وارا اسم گهڻو ڪري مؤنث جي صيغي ۾ هوندا آهن؛ البت ڪي مذڪر به هوندا آهن، پر ورلي، مثلاً:

مذڪر اسم:

سيٺِ

مؤنث اسم:

| | | |
|---|---|---|
| لَتِ | راتِ | ڇِتِ |
| مَڪِ | نارِ | دِلِ |
| وَچِ | پِيتِ | رُتِ |
| باهِ | ٽِڏِ | ڪُڪِ |

مشتق اسم:

| | | |
|---|---|---|
| ڏرِ | ٽِٽِ | ٻوڙِ |
| رَڙِ | ڏِٺِ | لوچِ |
| ڳالهِ | پُڌِ | ڏيٺِ |
| لاتِ | ڦُرِ | ويڙهِ |

’اِي‘ پڇاڙيءَ وارا اسم مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي صيغن ۾ هوندا آهن، مثلاً:

مذڪر اسم:

| | |
|---|---|
| ڀِتِي | ڇاڪِي |
| پاڻِي | مالهِي |
| پيرِين | هاٿِي |

مشتق اسم:

| | | |
|---|---|---|
| اوٺي | سانگي | واسي |
| پانڌي | ڪانڌي | والي |
| جوڳي | ماري | ويري |
| چاچي | منشي | هاري |

مؤنث اسم:

| | | |
|---|---|---|
| ٻتي | چڻي | جنتي |
| ٻڪري | مٽي | سٽي |
| ڇاتي | تيلي | چولي |
| ڪاتي | سيٽي | ٻهڙي |

مشتق اسم:

| | | |
|---|---|---|
| ٻري | چڪي | ٻولي |
| ڦڪي | ورتي | ڏولي |
| ڦاسي | چمي | ڏيري |
| ڇاٽي | ڪٽي | وڏڙهي |

سنڌي ٻوليءَ ۾ اڪثر اسمن جون پڇاڙيون 'اُ' آواز، تي هونديون آهن ۽ اهڙا اسم گهڻو ڪري مذڪر جي صيغي ۾ هوندا آهن؛ البت ڪي مؤنث به هوندا آهن، مثلاً:

'اُ' پڇاڙيءَ وارا مذڪر اسم:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪڪُ | ٻرُ | ڪپرُ | ڏوهُ |
| وڻُ | آيو | آٽُ | ڏور |
| باغُ | رڇُ | پٽُ | ڪوٽُ |
| ڪاهُ | سڄُ | ڪڻُ | تيلُ |
| ماسُ | ٿيرُ | پوٽُ | پير |

مشتق اسم:

| | | |
|---|---|---|
| ڦيٽُ | درجُ | ٻورُ |
| چمرُ | ليڪُ | ڏورُ |
| وٽُ | چپرُ | ٻولُ |
| چاهُ | سيلُ | جوڙُ |
| ناچُ | ڏڪُ | لوڪُ |

’آ‘ پڇاڙيءَ وارا مؤنث اسم:

| | | | |
|---|---|---|---|
| پيھُ | چَرُ | کَنڊُ | مَکُ |
| تَندُ | ڏيءُ | کَسُ | نُنھنُ |
| ٽَرُ | سَسُ | ماھُ | وَتُ |
| تَڇُ | گَرُ | مَرُ | وِڄُ |
| جِنڊُ | کَٿُ | مَسُ | وِھُ |

’آو‘ پڇاڙيءَ وارا اسم ڪن ٿورن مثالن کان سواءِ مذڪر جي صيغي ۾ هوندا آهن، جن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | | |
|---|---|---|
| باٻُو | ڍارُو | لاٽُون |
| تارُون | ڏاٽُو | لڏُون |
| تيتُرو | ڏاڙھُون | ماٺُو |
| پُھرو | ڏينيُو | ميرُون |
| چاڪُو | ڪڇُون | واڳُو |
| چِٽُون | ڪدُو | وَڇُون |

مشتق اسم:

| | |
|---|---|
| تارُو | ساڏُو |
| ڦُورُو | گھاٽُو |
| ڇيڪُو | لاڏُو |
| خاطُو | ناچُو |

مؤنث اسم:

پِٽُون

’او‘ پڇاڙيءَ وارا اسم فقط مذڪر صورت ۾ هوندا آهن. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

آرو آڳوٺو ٻولو پيلو

| | | | |
|---|---|---|---|
| آريٽو | آلو | ٻڙو | ٻوٽو |
| آڪيرو | ٻوتو | ٻيڙو | ٻيلو |
| ڀالو | ڄهنڊو | چيٽو | ڪاڪڙو |
| تارو | چانگو | ڊوڊو | ڪرنگهو |
| توڏو | چولو | ڏاتو | ڪوئلو |
| پاڏو | چيتو | ڏاگهو | گابو |
| جارو | چيلو | ڏاڪو | گهوڙو |
| جامو | چيلو | ڏنڊو | ميچالو |

مشتق اسم:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| آڪرو | ڦوڙائو | سيڻاڻو | مرٿيو | نتيجو |
| پٽڪيو | ڇهپچو | ڪامورو | معاملو | نظارو |
| ٽيڪندو | دشالو | ڪٿڙڪو | مفاصلو | واڍو |
| پيمانو | روئبو | ليکو | ميڙو | وڻجارو |

”آو“ پڇاڙيءَ وارا اسم مذڪر جي صيغي ۾ هوندا آهن،
مثلاً:

تٿو
رٿو
لٿو

”آي“ پڇاڙي وارا اسم مؤنث جي صيغي ۾ هوندا آهن،
مثلاً:

| | |
|---|---|
| يٿي | ڪٿي |
| شٿي | ليٿي |
| ڦٿي | مٿي |

صفت جي لفظن جون متحرڪ پڇاڙيون:

'آ' پڇاڙيءَ واريون صفتون عام طرح مؤنث جي صيغي ۾ هونديون آهن، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آجهَل | ٻچڙ | پرٽيل | ڏکي |
| آلڙ | پيو | جهڪ | ساماڻل |
| سپر | سپڪ | سنڌر | نيڌر |
| سيتل | سچر | ڪومل | وڏور |

'آ' پڇاڙيءَ واريون صفتون مؤنث جي صيغي ۾ هونديون آهن، پر ڪي مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي قسمن جي لفظن سان لڳنديون آهن. مثلاً:

مؤنث لفظ:

آپلا
سُٺا

مذڪر ۽ مؤنث لفظن سان لڳندڙ صفتون:

آدنا
ستوا

'ا' پڇاڙيءَ واريون صفتون مؤنث جي صيغي ۾ هونديون آهن. مثلاً:

| | |
|---|---|
| آيتر | ستنير |
| جوان | ڳجر |
| جيجل | گهايل |
| ڏائڻ | معذور |
| سگهڙ | نيڌر |

'اِي' پڇاڙيءَ واريون صفتون عام طرح مؤنث جي صيغي ۾ هونديون آهن، البت ڪي مشتق صفتون مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي صيغن ۾ استعمال ٿينديون آهن. مثلاً:

مؤنث صفتون:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آياڻي | ٻڍڙي | تيلڙي | پوئين |
| ٻٽي | ٻنهي | پُراڻي | قلانڻتي |
| ڦنڊري | سوني | ڪنواري | لوڻي |
| جڏڙي | سلڇڻي | ڪُري | مٺي |
| چڙي | شرميلي | ڪوٺي | مڏي |
| ڏاري | ڪانگهاري | ڳڃهي | نئين |
| سڪي | ڪانياري | ڳورهاري ۽ | وانڊي |
| سٽي | ڪاڻي | لچاري | ويگهي |
| سٺهي | ڪُراڙي | لنبڙي | هلڪي |

مذڪر ۽ مؤنث ٻنهي صيغن سان لاڳو ٿيندڙ صفتن جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آسماني | دنياوي | فولادي | مربي |
| ايڪاسي | ديسي | ڪاغذي | مشڪي |
| باغي | ذاتي | ڪافي | ملڪي |
| بحري | رضائي | فاني | مويي |
| بري | ريشمي | قدرتي | نشئي |
| پرديسي | سرڪاري | قيمتي | نفساني |
| خالي | غبي | گلابي | نوري |
| خوني | ضدي | مجازي | ولايتي |

'أ' پڇاڙيءَ وارين صفتن جو صيغو عام طرح مذڪر هوندو آهي، پر ڪي مشتق صفتون مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي صيغن ۾ استعمال ٿينديون آهن، مثلاً:

مذڪر صفتون:

| | |
|---|---|
| ڇَٽُ | سُگهڙُ |
| ڏَڦيرُ | لُڄُ |
| سپُرُ | ماهِرُ |
| مَدُرُ | نِرمَلُ |
| نَرُ | وِڏوانڊُ |

مذڪر ۽ مؤنث ٻنهي صيغن ۾ استعمال ٿيندڙ صفتن جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اُداسُ | ثابِتُ | سَبزُ | ڳَڇُ |
| اَرجمندُ | پاڪُ | سُپِتَڙُ | مجبورُ |
| اَمَرُ | قُرتُ | سَخَتُ | محبوبُ |
| اَمَلُهه | جاندارُ | سَرسُ | محفوظُ |
| بيمارُ | حاسِدُ | سَليسُ | نِڄُ |
| ٻَلوانُ | خالِصُ | عجيبُ | نَرمُ |
| ٻاگوانُ | خَسيسُ | قابلُ | نراسُ |
| تيزُ | سالِمُ | گولُ | واحد |

'اُو' پڇاڙيءَ وارين صفتن جو صيغو ٻنهي مذڪر توڙي مؤنث ۾ هوندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٻَڏُو | خرچائُو |
| تارُو | سائُو |
| تَرُو | گهورارُو |

| | |
|---|---|
| پاڇُو | لاڏائُو |
| ڦورُو | لڙاڪُو |
| جاٻلُو | مٺُو |
| ڇيڪُو | ويڪُو |

’او‘ پڇاڙيءَ واريون صفتون مذڪر جي صيغي ۾ هونديون آهن، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آجو | آوکو | ٻَچڙو | ٻاڙو |
| انڌو | اوکو | ٻاٺو | ٻوڙو |
| پيلو | ٽيڏو | جهڪو | ڪَرو |
| پيلو | پڪو | جهڃٽو | ڪوڙو |
| تکڙو | پيلو | چڱو | ڪَهرو |
| تَتو | ڦِڪو | ڏِنگو | گونگو |
| تورو | جوڙو | ڪوڙو | گجهو |
| توبو | جيڙو | ڪارو | هلڪو |

صفت جي لفظن جون پڇاڙيون ’آو‘ ۽ ’آي‘ آوازن تي نه هونديون آهن؛ ’اي‘ پڇاڙيءَ وارا لفظ پنهنجي موصوف جي حالت سان متفق رهندا آهن، مثلاً:

**ٻيڙي** ماڻهوءَ جي سنگت هاڃيڪار آهي.

سياڻو ماڻهو **چڱي مٺي ۽ ننڍي وڏي** جي تميز رکندو آهي.

**ضمير جي لفظن جون مذڪر پڇاڙيون:**

’آ‘ پڇاڙيءَ وارا ضمير جا لفظ:

مؤنث جي صيغي ۾:

ايءَ

ڪير

هُوءَ

هيءَ

مذڪر ۽ مؤنث جي صيغن ۾:

| | |
|---|---|
| آنَ | اِنهيءَ |
| اِنَ | ڀاڻَ |
| آنهيءَ | هِنَ |
| | هُنَ |

'آ' پڇاڙيءَ وارا ضمير جا لفظ، ڪن ٽورن مثالن ڪانسواءِ، مؤنث جي صيغي ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:-

| | |
|---|---|
| آها | سآڪا |
| اِها | سيڪآ |
| جآ | ڪآ |
| جيڪآ | ڪآڪآ |
| سآ | هرڪآ |

ڪن 'آ' پڇاڙيءَ وارن ضميرن جو استعمال مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي صيغن ۾ ٿيندو آهي، جهڙوڪ:

| | |
|---|---|
| آن | توهان |
| اسان | ڇا |
| اوهان | مان |
| تان | |

'ا' پڇاڙيءَ وارا ضمير مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي صيغن ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آن | ٿنهن | جن | ڪنهن |
| آنهن | تنهن | جنهن | سڀن |
| انهن | ڀنهن | خود | ڪير |
| تن | ڀنهن | ڏر | ڪِن |
| | | | هنن |
| | | | هِنن |

ضميري پڇاڙين جا مثال:

| | | |
|---|---|---|
| س، | مثلاً: | سندس |
| م، | مثلاً: | سندم |
| ن، | مثلاً: | سندن |
| ە، | مثلاً: | سندە |

'اي' پڇاڙيءَ وارن ضميرن جو اطلاق به مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي صيغن ۾ ٿيندو آهي، البت بعض حالتن ۾ صرف مؤنث جو ضمير ظاهر ڪندا آهن، مثلاً:

مذڪر ۽ مؤنث جا صيغا:

| | | |
|---|---|---|
| اِي | جنين | ڪوئي |
| آسين | جيڪي | ڪي |
| آوهين | سڀني | ميڙني |
| تنين | ڪنين | هي |
| توهين | ڪنهين | |

مؤنث جا صيغا:

ڪهڙي
ڪيهي

'اَ' پڇاڙيءَ وارن ضميرن جا لفظ مذڪر جي صيغي ۾ هوندا آهن، مثلاً:

آءٌ
اِيءُ
ڪير
ڪنهن
هيءُ

'آو' پڇاڙيءَ وارا ڪي ضمير جي صيغي ۾ هوندا آهن ۽ ڪي مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي صيغن ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

مذڪر جي صيغي وارا ضمير:

آو
هئو

مذڪر ۽ مؤنث جي صيغن وارا ضمير:

توُن
موُن

'او' پڇاڙيءَ وارا ضمير عام طرح مذڪر جي صيغي ۾ هوند آهن پر ڪي مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي صيغن ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

مذڪر جي صيغي وارا ضمير:

| | |
|---|---|
| آهو | سوڪو |
| اِهو | ڪو |

| | |
|---|---|
| جو | ڪوڪو |
| جيڪو | ڪهڙو |
| سو | ڪيهو |

مذڪر ۽ مؤنث جي صيغن وارا ضمير:

تو
ڪجاڙو

'اي' پڇاڙيءَ وارن ضميرن سان مذڪر ۽ مؤنث ٻئي
صيغا استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

| | |
|---|---|
| اي | سي |
| آهي | ي ڪي |
| اهي | ڪي |
| جي | ڪي ڪي |
| جي ڪي | هي |

ضمير جون پڇاڙيون 'او' ۽ 'آي' آوازن تي نه
هونديون آهن.

مصدر جون پڇاڙيون:

مصدر جي پڇاڙي هميشه 'اُ' آواز تي هوندي
آهي، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| اچڻُ | پڇڻُ | ڦرڻُ |
| هلڻُ | پرکڻُ | چمڻُ |
| ٻرڻُ | پڙهڻُ | چڙهڻُ |
| تَرڻُ | پوکڻُ | ڏهڻُ |
| ٽمڻُ | ڦرڻُ | رهڻُ |

| | | |
|---|---|---|
| سِڪڻُ | ڳِڙڻُ | مَرڻُ |
| سُمهڻُ | گهارڻُ | وڙهڻُ |
| سَهڻُ | لَڏَڻُ | وَنڊڻُ |
| ڪرڻُ | لَڏڻُ | وِهڻُ |
| ڪَڙهڻُ | لُڇڻُ | هَڻڻُ |

# ٻيو ڀاڱو

## (۱) ڳالهائڻ جا لفظ

جملي ۾ جيڪي لفظ استعمال ٿين ٿا سي ڇهن قسمن ۾ ورهائي سگهجن ٿا ۽ انهن کي جدا جدا نالن سان سڏيو ويندو آهي؛ اهي آهن:

اسم — صفت — ضمير — فعل — ظرف ۽ حرف

ڪنهن به جملي ۾ استعمال ٿيل لفظن مان هرهڪ کي مٿي ڄاڻايل ڇهن نالن مان ڪنهن هڪ نالي سان سڏي سگهجي ٿو.

### باب (۱)

### اسم

اسم جي معنيٰ آهي نالو. ڪنهن به ماڻهوءَ، جانور، پکيءَ، جيت، ملڪ يا شهر، هنڌ يا مڪان، جنس، شيءِ، ڌاتوءَ، ڪم، وقت، حالت، خاصيت، رشتي ۽ آواز جي نالي کي اسم چئبو آهي.

وضع يا بناوت جي لحاظ کان اسم ٽن قسمن جو ٿيندو آهي؛

جامد، مشتق ۽ مصدر

اسم جامد — اسم جامد انهيءَ اسم کي چئبو آهي جنهن کي ذاتي يا بنيادي وجود هجي. يعني ته ڪنهن لفظ

مان جڙيل نہ هجي. مثلاً: شينهن، ڪتو، وڻ وغيره. ’جامد‘ جي معنيٰ آهي جميل يا ثابت.

”وڻن وڻا ڪانگ، وچين ٿي ويلا ڪري.“
(شاهہ: سهڻي)
”ساهڙ مون سون سينگار، ڏاڍهن ليکي ميهڻو.“
(شاهہ: سهڻي)
اُتاهين جبلن تي برف پوندي آهي.

مٿين مصراعن ۽ جملن ۾ ڏنل لفظ اسم جامد جا مثال آهن.

**اسم مشتق**— اسم مشتق انهيءَ اسم کي چئبو آهي جو ڪنهن لفظ مان جڙيل هجي، جنهن کي ڌاتو يا بنياد چئبو آهي، مثلاً: حاڪم، حڪيم، خادم، عالم، ڪتاب، مسافر، سردار، زيردست وغيره. پهريان ڇهہ لفظ عربي ٻوليءَ جا آهن جن جا بنيادي لفظ آهن: حَڪَمَ، حِڪْمَتَ، خَدَمَ، عَلِمَ، ڪَتَبَ، سَافَرَ. سردار ۽ زيردست فارسي لفظ آهن جي مرڪب آهن، يعني هڪ کان وڌيڪ لفظن جا ٺهيل آهن: سر + دار، ۽ زير + دست.

اسم فعلي، اسم فاعل، اسم مفعول، اسم حالي، اسم استقبال ۽ اسم حاصل مصدر، جن جو ذڪر اڳتي ايندو، اهي سڀ اسم مشتق جا مثال آهن.

اسم مشتق جا مزيد مثال:

”عاشق چؤ م آن کي، مڪي چؤ معشوق،
خالق چؤ م خام تون، مڪي چؤ مخلوق.“
(شاهہ: ڪلياڻ)
”مصيبت ۾ صبر ڪرڻ مردانگي آهي.“

**اسم مصدر** — مصدر خود ٻين لفظن جو سرچشمو آهي، پر جملي ۾ جڏهن اسم جي جاءِ وٺندي آهي، تڏهن ان کي اسم مصدر ڪوٺبو آهي. مصدر جي لفظي معنيٰ آهي 'جاري ٿيڻ جو هنڌ' يعني جنهن مان ٻيا لفظ نڪري يا ٺهي سگهن.

مصدر انهيءَ لفظ کي چئبو آهي جنهن جو پڇاڙيءَ وارو حرف 'ڻ' هجي، پر انهيءَ 'ڻ' کي ڪڍي ڇڏڻ سان امر جو صيغو ٺهي پوي، مثلاً: گهمڻ، چنڻ، وڃڻ وغيره، اهي مصدر جا لفظ آهن.

اسم مصدر جا مثال:

"ڏونگر نه ڏوري، سڪڻ جون سڏون ڪري."
(شاهه: سسئي)
"هيڪر هلڻ ڇڏ ته اوڏي ٿئين عجيب کي."
(شاهه: سسئي)
"ٻرڻ ڇڏ پيرن سمن، وهڻ وساريج."
(شاهه: سسئي)

ٻاڻ ۾ وڙهڻ، هڪ ٻئي جي گلا ڪرڻ ۽ خود غرض بڻجڻ ناداني آهي.

مٿين مثالن ۾ ٽلها لفظ اسم مصدر آهن.

عربي زبان ۾ مصدر هيٺين وزنن تي هوندي آهي. عربي زبان جي مصدر جون ترڪيبون چاڪاڻ ته سنڌيءَ ۾ ڪثرت سان استعمال ٿينديون آهن، تنهنڪري انهن جو هت ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

فَعْل: فرض، فضل، قتل، قرض، مرض، مڪر وغيره.
فُعْل: جرم، حڪم، شُڪر، ظلم، قرب وغيره.
فِعْل: ذڪر، فعل فڪر، قِسم وغيره.

فَعَل: ثمر، طرف، طلب، عمل وغيره.
فَعْلَة: رحمت، زحمت وغيره.
فِعَل: صغر، ڪبر وغيره.
فَعَلَة: برڪت، حرڪت، شفقت، عظمت وغيره.
فِعْلَة: حرفت، حڪمت، خدمت، رحلت، هجرت وغيره.
فُعْلَة: رخصت، شُهرت، فرصت، قدرت، نصرت وغيره.
فَعَال: ثواب، جواب، خيال، شراب، صلاح، فساد، فلاح، طلاق، طواف وغيره.
فِعَال: جهاد، حساب، خطاب، ڪتاب، نڪاح وغيره.
فُعَال: بُڪاء، سُوال، مُراد وغيره.
فَعَالَة: امانت، سماعت، شهادت، ضمانت، عداوت وغيره.
فِعَالَة: بشارت، عبادت، عمارت، ڪتابت وغيره.
فُعُوْل: دخول، خروج، طلوع، غروب وغيره.
اِفْعَال: اجلاس، احساس، احسان، اسلام، اطلاع، اقبال، اقرار، انڪار، ايذاء، ايمان وغيره.
تَفْعِيْل: تائيد، تجويز، تحرير، تصنيف، تصوير، تعظيم، تعميل، تقرير، تمهيد، تهذيب وغيره.
اِنْفِعَال: انحصار، انسداد، انقلاب، انڪسار وغيره.
اِفْتِعَال: اتّفاق، اجتماع، اجتناب، احترام، احتشام، احتياج، انتقال وغيره.
تَفَعُّل: تسلّط، تشدّد، تصرّف، تصوّر، تصوّف، تعجّب، تقرّر وغيره.
مُفَاعَلَة: مبالغت، مجاهدت، مراجعت، متابعت، موافقت وغيره.
تَفَاعُل: تبارڪ، تجاهل، تغافل، تفاخر، تنازع، تناول، تواضع وغيره.
اِسْتِفْعَال: استدعاء، استعمال، استعفاء، استغفار، استفهام وغيره.

فارسي زبان ۾ مصدر جو ٻويون حرف 'ن' هوندو آهي، مثلاً: خواندن، گفتن، کردن، گشتن وغيره.

## معنيٰ جي لحاظ کان اسم جا قسم

**(۱) اسم معرفه يا خاص:** اسم معرفه يا خاص انهيءَ اسم کي چئبو آهي جو عام محاوري جو لفظ نه هجي، بلڪ ڪنهن خاص شئي، هنڌ يا مڪان، جاندار، وقت يا زمان ۽ ڪيفيت يا حالت جو نالو هجي. مثلاً: قرآن، تاج محل، بغداد براق، طارق، رمضان، قيامت وغيره. ڪنهن ماڻهوءَ جي تخلص يا ڪنيت کي به اسم خاص چئبو آهي، مثلاً: غالب، بيدل، ابوالقاسم، ابن خلدون وغيره.

اسم معرفه جا مثال:

"عمر آندي مارئي منجهان جهنگ جهڻي."
(شاهه: مارئي)
"گنگا ۽ گرفار جو تن سامين ڇڏيو سنگ."
(شاهه: رامڪلي)
'ڪوهنور هڪ قيمتي هيرو آهي.'
'رمضان مسلمانن جي لاءِ مقدس مهينو آهي.'
'يرقان جي بيماريءَ ۾ ماڻهو ضعيف ۽ بي طاقت ٿي پوندو آهي.'

مٿين مثالن ۾ ڏنل لفظ اسم معرفه آهن.

**(۲) اسم نڪره يا عام:** اسم عام مان مراد آهي اهو اسم يا نالو، جو ساڳي جنس جي ڪنهن به فرد تي رکي سگهجي، مثلاً: انسان، پکي، شينهن ۽ ڍينهن وغيره کي اسم عام سڏجي ٿو، ڇاڪاڻ ته هرهڪ ڳالهائيندڙ ۽ ذي عقل جاندار کي انسان جي نالي سان سڏي سگهجي ٿو، هرهڪ پکيءَ يا شينهن جي شڪل واري جيو کي پکي يا شينهن چئي سگهجي ٿو ۽ سال

جي ٿي سؤ سٺ ڏينهن مان هرهڪ کي ڏينهن سڏي سگهجي ٿو.

اسم نڪرہ يا عام جا مثال:

”اڱڻ مٿي اوپرا جنهن ڏٺا آڻ،
ڏاڍي نہ ڏاڳهن کي اوکي ساڻ اڳڻ.“
(شاهہ: ديسي)

”چڱهہ چرڪي وات ۾ سسي کي سيسار،
چوڙا ڀيڙا چڪ ۾ لڙ ۾ لڙهيس وار.“
(شاهہ: سهڻي)

”جبل ڏوريان جال، ڪارڻ ڀير پنهونءَ جي.“
(شاهہ: سسئي)

’هرڪنهن ماڻهوءَ تي فرض آهي تہ پنهنجي ٻارن کي تعليم ڏياري.‘
’انسان تہ ڇڏيو، پر پکي ۽ مرون بہ پنهنجي خالق کي ياد ڪن ٿا.‘

مٿين جملن ۾ ڏنل لفظ اسم نڪره يا عام جا مثال آهن.

عربي زبان وانگر سنڌيءَ ۾ اسم کي معرفہ يا معين ۽ نڪرہ يا غير معين بنائڻ لاءِ ڪي خاص نشانيون استعمال ڪونہ ٿينديون آهن. مثلاً، عربيءَ ۾ اسم نڪرہ لاءِ تنوين ڪم آڻبي آهي ۽ معرفہ بنائڻ لاءِ اسم جي اڳيان ’آل‘ آڻبي آهي؛ مگر سنڌيءَ ۾ انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ضميري صفتون استعمال ڪيون آهن، مثلاً: هيءُ ماڻهو، اهو گهوڙو وغيره.

(٣) **اسم ذات:** اسم ذات انهيءَ ذاتي وصف جو اسم آهي کي چئبو آهي، جا موصوف ۾ هميشہ موجود هجي، مثلاً: [illegible]، روشني، ڪشش، سرُ، نيڪي، بدي، حسن، مهاڄ، [illegible]، ڪوڙ ۽ سچ وغيره. انهن کي اسم ذات چئبو آهي، [illegible] تہ انهن مان هرهڪ وصف پنهنجي موصوف ۾ [illegible]

موجود هوندي آهي، جيئن ڪو حادثو يا اتفاق انهيءَ جي متعلق يا معتلق جو سبب نه بڻجي.

اسم ذات جا مثال:

”سونهن وڃايم سومرا، سيرو منهن ڏيو،
وڃي تت ڀومر، جت هلي ناهه حسن ريءَ.“
(شاهه: مارئي)
”لڳين لونءَ لطيف چئي، فنا ڪيا فراق.“
(شاهه: ڪلياڻ)

’ڳائيندڙ جي سر ۾ جيڪڏهن مٺاج نه هوندو، ته ٻڌندڙن کي مزو نه ايندو.‘

اسم ذات ٺاهڻ جا مختلف طريقا هيٺ ڏجن ٿا:

(الف) صفت کي ’ي‘ ملائڻ سان، مثلاً:

| آزاد | آزادي |
|---|---|
| بزرگ | بزرگي |
| بهادر | بهادري |
| جوان | جواني |
| خوش | خوشي |
| روشن | روشني |
| گرم | گرمي |
| مهربان | مهرباني |
| نرم | نرمي |
| نيڪ | نيڪي |

(ب) صفت جي پوئين علت جي حرف کي ڪڍي اِن جي جاءِ تي 'آئِـي' آڻڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| پِلو | پِلائي |
| ڍِگهو | ڍِگهائي |
| سچو | سچائي |
| صفا | صفائي |
| ڪچو | ڪچائي |
| کهٽو | کهٽائي |
| وڏو | وڏائي |
| ويڪرو | ويڪرائي |

(ت) صفت جي پوئين علت جي حرف کي ڪڍي ان جي جاءِ تي 'آڻ' وجهڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| اچو | اڇاڻ |
| ٿڌو | ٿڌاڻ |
| ڪتو | ڪتاڻ |
| ڪارو | ڪاراڻ |
| مٺو | مٺاڻ |
| ميرو | ميراڻ |

(ث) صفت جي پوئين علت جي حرف کي ڪڍي ان جي جاءِ تي 'پڻ' يا 'پائي' آڻڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| مڪيي | مڪپڻ يا مڪپائي |
| ننڍو | ننڍپڻ يا ننڍپائي |

(ج) صفت جي پوئين علت جي حرف کي حذف ڪرڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| اڇو | اڇ |
| اونداهو | اونداهہ |
| ٿڌو | ٿڌ |
| ڏنگو | ڏنگ |
| سِڌو | سِڌ |
| مِٺو | مِٺ |
| وِڇون | وِڇ |
| ويڪرو | ويڪر |

(ح) اسم کي 'آئي' گڏڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| سچ | سچائي |
| ڪم | ڪمائي |

(خ) اسم جي پٺيان 'پ' يا 'پو' ملائڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ڪانڌ | ڪانڌپ يا ڪانڌپو |
| ماڻهو | ماڻهپ يا ماڻهپو |
| واهہ | واهپ يا واهپو |
| هاري | هارپ يا هارپو |

(د) اسم کي پٺيان 'ڪار' گڏڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٿڏ | ٿڏڪار |
| ڦٽ | ڦٽڪار |
| وس | وسڪار |
| وٺ | وٺڪار |
| هٻ | هٻڪار |

فارسيءَ ۾ اسم ذات يا اسم معنىٰ هيٺ ڄاڻايل طريقن تي ٺهندو آهي.

(ذ) اسم يا صفت کي پڇاڙيءَ ۾ 'يَ' لڳائڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| دشمن | دشمني |
| دو | دوئي |
| دوست | دوستي |
| روشن | روشني |
| سخت | سختي |

(ر) اسم يا صفت کي 'ت' يا 'يت' گڏڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| آدم | آدميت |
| انسان | انسانيت |
| جاهل | جاهليت |
| شجاع | شجاعت |
| قابل | قابليت |
| محب | محبت |

(ز) امر کي 'ش' گڏڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| بخش | بخشش |
| دان | دانش |
| رنج | رنجش |
| ڪوش | ڪوشش |
| گرد | گردش |

(س) ماضيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ 'ار' گڏڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ديد | ديدار |

| | |
|---|---|
| رفت | رفتار |
| گفت | گفتار |

(ش) اهڙا اسم يا صفتون، جن جي پڇاڙيءَ وارو حرف هاي ’غير ملفوظ‘ هجي، انهن جي انهيءَ پڇاڙيءَ واري حرف ’ه‘ کي ڪڍي، ان جي جاءِ تي ’گ‘ وجهي پٺيان ’ي‘ گڏڻ سان اسم ذات ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| آسوده | آسودگي |
| بنده | بندگي |
| پاڪيزه | پاڪيزگي |
| تشنه | تشنگي |
| زنده | زندگي |

(۴) اسم جنس: هرڪ مادّي يا معدني شئي، جنهن کي حواس جي ذريعي معلوم يا محسوس ڪري سگهجي، ان کي اسم جنس چئبو آهي، مثلاً: هوا، ٻاڦ، پاڻي، لوهه، لوڻ، هيرو ۽ پٿر وغيره کي اسم جنس چئبو آهي.

اسم جنس جا مزيد مثال:

”ڪچيءَ ڳانا لوهه جا، زيرون ۽ زنجير.“
(شاهه: مارئي)

”سون برابر سڳڙا، لونءِ برابر لڪ،
رهو جنهن ردڪيو ڪوڙ تنهن کي ڪڪ،
مون ماروءَ جو مڪ، ڏيل نه لائيان تنهنجو.“
(شاهه: مارئي)

’ٽامو، قلعيءَ کان ۽ پٽر، ڪوئلي کان وڌيڪ سخت آهي.‘

---

’ڪيلا ۽ ڪٺڻ هوندي، ته وڌيڪ لذيذ ٿيندو.‘

مٿيان ڏلها لفظ اسم جنس جا مثال آهن.

(۵) **اسم آلہ:** اهي شئي يا اوزار جنهن مان ڪو ڪم ڪري سگهجي، ان جي نالي کي اسم آله چئبو آهي. آله جي معنيٰ آهي اوزار.

ڪهاڙيال، مطرقو، چاقو، ڪهاڙو وغيره کي اسم آله چئبو آهي.

**اسم آله جا مزيد مثال:**

”چو اوکي چڏيئي ارٽ الوڙي.“
(شاهه : ڪاپائتي)

”مٿي هٿ ۾ مڪڙي، چام هٿ ۾ چار.“
(شاهه : ڪاموڏ)

”مس منهنجي هٿ ۾ ڪاغذ کي آڻين،
لڙڪ نه لکڻ ڏين، ڪريو پون قلم تي.“
(شاهه : مارئي)

”سڙهه سجائيو چوءِ، سامونڊي آئيا،
مان منهنجو هوءِ، جاني هن جهاز ۾.“
(شاهه : سامونڊي)

رڪ مان ڪپ، قينچون، ڪاتيون ۽ ٻيو وڏ ڪٽ جو سامان ٺهندو آهي.

مٿيان ڏلها لفظ اسم آلہ جا مثال آهن.

(٦) **اسم ظرف** — اهو لفظ جو ڪنهن هنڌ يا مقام، وقت يا زمان، ريت يا تميز جي نالو تي ڪم اچي، تنهن کي (١) اسم ظرف چئبو آهي، مثلاً:

گهر، مڪتب، بازار، پلڪ، سال، سحر، شام، آهستگي ۽ تيزي وغيره.

(٢) عربيءَ ۾ اسم ظرف عام طرح مَفْعَل جي وزن تي ٺهندو آهي، مثلاً: مجلس، مسجد، مشرق، مغرب، مڪتب، منزل، منظر وغيره.

اسم ظرف جو استعمال:

"**شهر** ڏسي سرهو ٿئين، ڏٺيءَ نہ **بازار**."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)
"تن ڪڏي مَنُ **حجرو** ڪيو چالهيا رڪ."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)
"سا **مجلس** ٿي مٿ، جي حاصل هوءِ هزار جو."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)
"تن ري **سال** پيام، جن ري **ساعت** نہ سهان."
(شاهہ: سهڻي)
"هن **هنڌ** مارو سنرا، **ساڻيهہ** منجهہ سڌير."
(شاهہ: مارئي)
"انسان **قبر** کي پنهنجي آخرين **منزل** نہ سمجهي."

(١) سنڌيءَ ۾ اسم ظرف کي اسم عام ڪري سڏبو وڃندو آهي. اسم ظرف اگرچہ عربي ٻوليءَ جي ترڪيب آهي، پر ان جو استعمال سنڌيءَ ۾ بہ ڪري سگهجي ٿو.

(٢) عربيءَ ۾ اسم ظرف جا لفظ عام طرح مشتق هوندا آهن.

'ڪنهن وقت ۾ مشرق کان مغرب تائين مسلمانن جي حڪومت هوندي هئي.'

(٧) **اسم صوت:** اهو لفظ، جو ڪنهن انسان، جانور يا ٻي ڪنهن شيءِ جو آواز ظاهر ڪري، تنهن کي (١) 'اسم صوت' چئبو آهي. صوت جي معنيٰ آهي آواز. **ٻونڪ**، مياڻومياڻو، قهقهو، ٽيون ٽيون، چيڪ، ڪان ڪان ۽ ڪوڪ وغيره اسم صوت جا مثال آهن.

اسم صوت جو استعمال:

"ڪڇان تان ڪُوڪَ ٿئي صبر آءٌ نه سهان."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"وچون وسڻ آئيون ڳهم ڏهم مينهن ٿمن."
(شاهه: سارنگ)

"لاٿم گوندر گوڙ، مون کي ڪينوئين خوش ڪيو."
(شاهه: سارنگ)

"عمر جي انصاف جو پيس ڪن ٻڙاءُ."
(شاهه: مارئي)

"گهڻ گهڻ گهنڊريءَ گهنگهرو؛
ڇم ڇم ٻيون ڇيريون."
(سچل: ڪلياڻ)

"درياهه توتي داڙهن ڏيندس ڏينهن قيام جي."
(شاهه: سهڻي)

'مظلوم جي رڙين جو لنگهندڙن تي ڪو اثر نه پيو.'

---

(١) سنڌيءَ ۾ اسم صوت کي عام طرح اسم عام ڪري ليکيو ويندو آهي.

’چور جُني سيٽيءَ تي ٻيا چور ٻه، اچي وارد ٿيا.‘

’بندوق جي ٺڪاءُ تي شهر جا ماڻهو ٻاهر نڪري آيا.‘

مٿيان ٽلها، لفظ، اسم صوت جا مثال آهن.

**(٨) اسم عدد:** اهو لفظ، جنهن مان ڪنهن شيءِ جو مقرر عدد معلوم ٿئي، تنهن کي اسم عدد چئبو آهي. مثلاً:
سؤ، هزار، لک، چونڪ، ڊزن، ڪوڙي، اڌ، ٽهائي، ٻيڻو، ڏهوڻ وغيره.

اسم عدد جو استعمال:

”ڪوڙين تنهن جون ڪاسٽيون،
تون ڪوڙين سندو ڪانڌ.“
(شاهه: ليلان چنيسر)
”هم منصور هزار، ڪهي ڪهندين ڪيترا.“
(شاهه)
”مرليءَ مستانا ڪيا؛ جنهن جي لک هزار.“
(سچل: ڪاريهر)

”ڪک هنيئان لک ٻيو آهي.“

’چئن جي ٻيڻ ۾ ڇا ڳڻجي جو جواب ڏهه اچي.‘

’هن پنهنجي ملڪيت جو اڌ خيرات ڪيو.‘

**(٩) اسم ڪيفيت:** اهو لفظ، جو ڪا ڪيفيت يا حالت ظاهر ڪري، تنهن کي اسم ڪيفيت چئبو آهي. اڃ، بک، بيماري، ٽڪ، ڏکر، خمار، صبر، عشق، قرار، نشو وغيره، اهي اسم ڪيفيت جا مثال آهن.

اسم ڪيفيت جو استعمال:

”اُلاجي **عشق** جا، سي تان تون نہ سهين.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)
”هيءَ **نَنڊ** نہ چاڻان، ڪڏهن هٿنديئي ڪَنَ ۾.“
(شاهہ: سراڳ)
”آءُ نہ گـڏي پرينءَ کي متان آيـو **موت**.“
(شاهہ: معذوري)

’**جوش** ۾ **هوش** پورو نـہ رهندو آهـي.‘

’**نشي** ۾ انسان ڇا مان ڇا ڪري وهندو آهي.‘

(١٠) **اسم منسوب**: اهـو اسم جو ڪا نسبت ظاهر ڪري يا ڪنهن هنڌ يا موقع سان تعلق ڏيکاري، تنهن کي اسم منسوب چئبو آهي. منسوب جي معنيٰ آهي ’نسبت ڪيل‘ عيسائي، حبشي، هندي، بدوي ۽ جهنگلي وغيره کي اسم منسوب چئبو آهي.

اسم منسوب جو استعمال:

”**ساموندين** سائين، واءُ سڻائـو وارئـيـن.“
(شاهہ: سامونڊي)
”ڪميڻي **ڪيچين** لـئـي پـورج پـراهين.“
(شاهہ: معذوري)
”هتان **لاهوتي** لڏ تہ ڪَرسون گڏجين **ڪاپڙي**.“
(شاهہ: رامڪلي)
”مـري تان مَ **مهار**؛ وڻان ولـهو مَ تئي،
وڃن جـي **وڇار** جـو ونگو تـئـي مَ وار؛“
(شاهہ: سهڻي)

”اباڻن جي آسري ڪتي ڪا نہ ڪيام.“
(شاهہ: مارئي)

’ڀٽائيءَ ۽ روميءَ جي ڪلام ۾ گھڻي مشابهت آهي.‘

’چيني قد جا ننڍا ٿيندا آهن.‘

افغاني، ايراني، ترڪي ۽ مصري مسلمان قومون آهن.

اسم منسوب جيڪڏهن ڪنهن اسم سان گڏ جملي ۾ واقع ٿيندو تہ ان حالت ۾ صفت ٿي پوندو، جيئن هيٺين مثالن مان ظاهر آهي:

’مولانا جلال الدين روميءَ جي مثنوي مشهور آهي.‘

’فردوسي طوسي محمود جي درٻار جو هڪ خاص شاعر هو.‘

’شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سنڌ جي شاعرن جو سرتاج ليکجي ۾ اچي ٿو.‘

”ٻاروچاڻا ٻار، تن ڙان ترس نہ سکيا.“
(شاهہ: حسيني)

اسم منسوب مختلف نمونن ۾ ٺهندو آهي:

(١) اسم جي پڇاڙيءَ ’ي‘ آڻڻ سان، مثلاً:

ايراني
بلوچي
پنجابي
روسي
سنڌي
لاڙي
مڪراني
ولايتي

(ب) اسم ۾ 'ا' ۽ 'ڙ' جو اضافو ڪرڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٺڪر | ٺاڪُرو |
| جبل | جابلُو |
| سڪر | ساڪُرو |

(ت) اسم کي پڇيان 'آئون' ڳنڍڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ڪک | ڪکائون |
| هڏ | هڏائون |
| هيڊ | هيڊائون |

(ث) اسم کي 'ايرو' يا 'ايلو' ملائڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| پٽ | پٽيلو |
| ٽر | ٽريلو |
| چم | چميلو |
| ڪانڌ | ڪانڌيرو |
| هٺ | هٺيلو |

(ج) اسم جي پڇيان 'آر' آڻڻ سان، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٻڪر | ٻڪرار |
| ڏڻ | ڏڻار يا ڏنار |
| رڍ | ريڍار |
| ڳئون | ڳنوار |
| مينهن | ميهار |

مٿين لفظن ۾ 'آر' جي اضافي ڪرڻ سان ڪـڏ پيون ڦير ڦاريون به ڪيون ويئون آهن، جهڙوڪ: 'مينهن' مان 'ن' حذف ڪيو ويو آهي، 'رڍ' ۾ 'ي' جو اضافو ڪيو ويو آهي ۽ 'ڏڻ' جي 'ڻ' حرف کي 'ن' ۾ تبديل ڪيو ويو آهي.

(ح) اسم ۾ 'ر' جي اضافي ڪرڻ سان، مثلاً:

پيٽ پيٽر
مڇ مڇر

(خ) اسم ۾ 'و' کي ڪڍي 'ت' آڻڻ سان، مثلاً:

ٻورهو ٻورهيت

(د) اسم کي 'تو' يا 'ايتو' مذڪر ۾ ۽ 'ايتي' مؤنث ملائڻ سان، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| اڀو | ابيتو | ابيتي |
| پيءُ | پيئيتو | پيئيتي |
| ڀاءُ | ڀائيتو | ڀائيتي |
| جوءِ | جوئيتو | — |
| ماءُ | مائيتو | مائيتي |
| وَرُ | — | وَريتي |

"وريتيون ورو، آءٌ نه ورنديس ور ريءَ."
(شاهه: سسئي)

"ٻڙي ڀانهن نه لوڏ، هاري ابيتين سين."
(ڳروهڙي)

'فلاڻو منهنجو مائيتو ڀاءُ آهي.'

**(١١) اسم ڪنايه:** ڪنهن وقت يا موقع تي ڪنهن ماڻهوءَ يا شيءِ جو اصلي نالو ظاهر ڪرڻ بدران ٻيو ڪو ڪجهه لفظ استعمال ڪجي، تنهن کي اسم ڪنايه چئبو آهي. ڪنايه جي معنيٰ آهي اشارو. ڪنايت ڪنهن ڳالهه کي مبهم رکڻ کي به چئبو آهي.

اسم ڪنايه جا مثال:

’حوالدار پڪاريو ته ”فلاڻو پٽ فلاڻي جو حاضر ٿئي.“‘
’هو ڦيرهيلر ڪري جند ڇڏائي ويو.‘

(١٢) **اسم تصغير:** اهو اسم، جنهن مان خبر پوي ته ڪنهن شئي کي سندس اصلي حيثيت کان گهٽائي ننڍو ڪري بيان ڪيو ويو آهي، تنهن کي اسم تصغير يا مصغّر چئبو آهي، مثلاً:

ٻارڙو
راتڙي
گلڙا

اسم تصغير جو استعمال حقارت يا الفت ظاهر ڪرڻ لاءِ ٿيندو آهي، مثلاً:

(١) تون اڃا **ٻارڙو** آهين.
(٢) منهنجو **ٻچڙو** ٻن ڏينهن کان مون کان جدا ٿي ويو آهي.

پهرين جملي ۾ ’ٻارو‘ لفظ تحقير واري معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي؛ ٻئي جملي ۾ ’ٻچڙو‘ لفظ ۾ محبت جو اظهار ڪيو ويو آهي.

اسم تصغير هيٺين نمونن ۾ ٺهندو آهي:

سنڌي زبان ۾ اسم تصغير جي ترڪيب، بنسبت ٻين ٻولين جي، بالڪل آسان آهي، جو ڪهڙي به مڪيه لفظ، صفت يا فعلي اسمن مان اسم تصغير ٺاهي سگهجي ٿو.

(ا) ڪن حالتن ۾ مؤنث لفظ خود اسم تصغير ٿي ڪم ايندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ڇُرو | ڇري |
| ڦُڙو | ڦُڙي |
| ڪات | ڪاتي |
| ڪُرڙو | ڪُرڙي |

(ب) مذڪر لفظ کي پٺيان 'ڙو' ۽ مؤنث لفظ کي پٺيان 'ڙي' لڳائڻ سان، اسم تصغير ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٻاهه | ٻاهڙي |
| جنڊ | جنڊڙي |
| دل | دلڙي |
| هينئون | هينئڙو |

(ت) اسم جي پٺيان 'آٽ' يا 'اوٽ' آڻڻ سان، اسم تصغير ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| چام | چاموٽ |
| ڇوڪر | ڇوڪراٽ |
| لانگ | لانگوٽ |

(ث) صفت جو ٻوٽون حرف علت ڪيو، ان کي 'يرو' يا 'يرڙو' ملائڻ سان، اسم تصغير ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٿُلهو | ٿلهيرو ، ٿلهيرڙو |
| ٿورو | ٿوريرو |
| چڱو | چڱيرو ، چڱيرڙو |
| گهٽو | گهٽيرو |
| وڏو | وڏيرو ، وڏيرڙو |

سنڌي زبان ۾ فارسي ۽ عربيءَ جا ڪي مصغّر لفظ به استعمال ٿيندا آهن، جن جي ترڪيب هيٺ ڏجي ٿي:
فارسيءَ ۾ اسم جي پٺيان 'چه'، 'يچه' يا 'ڪ' لڳائڻ سان اسم تصغير ٺهندو آهي، مثلاً:

باغ باغيچه
ڪو ڪوچه
مرد مردڪ

عربيءَ ۾ تصغير عام طرح فُعَيْلٌ جي وزن تي ٺهندو آهي، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| بَحْرٌ | بُحَيْرٌ، بُحَيْرَةٌ | (ننڍو بحر: ڍنڍ) |
| زُبْدَةٌ | زُبَيْدَةٌ | (توري مکڻ ذرڙي) |
| عَبْدٌ | عُبَيْدٌ | (ننڍو ٻانهو) |

اسمِ تصغير جو استعمال:

"مون کي تي ماري، انهيءَ سندي ڳالهڙي."
(شاهه: ساموئڙي)
"ڪَريو جهليو روهه، مٿي مُهري هنڙا."
(شاهه: ساموئڙي)
"لاهيئين مٿان لوڪ، ڏولائي جا ڏيهڙا."
(شاهه: سارنگ)
"ڪَهڙ سا ڪاٺي راتڙي، جا پرينءَ ري ٻيئي."
(شاهه: مومل راڻو)
"ڪيچان آيو قافلو، ڍلهو ڍاٺڙهان."
(شاهه: حسيني)
"تن لالڪوڏن لنئيون، تي مهرون لعلون لاڏ سين."
(سچل: ڪليان)

**(١٣) اسم تڪبير:** اهو اسم، جنهن مان خبر پوي، ته ڪنهن شيءِ کي سندس اصلي حيثيت کان وڌائي وڌو ڪري بيان ڪيو ويو آهي، تنهن کي اسم تڪبير يا مڪبر چئبو آهي. اسم تڪبير هيٺين نمونن ۾ ٺهندو آهي:

(١) ڪن حالتن ۾ مذڪر جو صيغو خود اسم تڪبير جي ڪم ايندو آهي، مثلاً:

ماتِي ماتو
ماڪوڙي ماڪوڙو
مَڪ مکو

(ب) اسم جي پڇاڙي 'اوڙو' آڻڻ سان، اسم تڪبير ٺهندو آهي، مثلاً:

کپ کپوڙو
ڳالهه ڳالهوڙو
لپ لپوڙو

اسم تڪبير جو استعمال سنڌي زبان ۾ ورلي ٿيندو آهي. سبٻڌيءَ ۾ فارسيءَ ۽ عربيءَ جا اسم تڪبير جا صيغا بعضي استعمال ٿيندا آهن. فارسيءَ ۾ اسم جي اڳيان يا ڪن حالتن ۾ پڇاڙي 'شاهه' آڻڻ سان اسم تڪبير جڙندو آهي، مثلاً:

شهنشاهه - شاهراهه - شاهباز، وغيره

عربيءَ ۾ اسم تڪبير فعّال ۽ فعلان جي وزن تي جڙندو آهي، مثلاً:

ڪذّاب - ظلّام - رحمان - هيجان وغيره

**(١٤) اسم جمع:** اهو اسم جو فعل واحد جو قبول ڪري مگر معنيٰ جمع جي ڏئي، ان کي 'اسم جمع' چئبو آهي، مثلاً:

آنُ ـ انبوهہ ـ بازار ـ ٻولڊ ـ ٻيلو ـ ٽولو ـ جماعت ـ ڏَنُ ـ ڍيرُ ـ رعيت ـ فرقو ـ فوج ـ قافلو ـ قطار ـ ڪٽنب ـ ڪوڙ ـ ڳلو ـ لشڪر ـ لوڪ ـ ميڙ ـ ناٺو ـ وَڳر ـ وَلَرُ ـ ويڙهو وغيره

اسم جمع جو استعمال:

”نَڪا ٻوءِ ٻازار ۾ نڪا چـــــرچِتَ.“
(شاهہ: گهاتو)
”اندر جهڙ جهوُر وهي، ٻهر برسي ٻولڊ بهار.“
(شاهہ: سارنگ)
”ڏنڻ ڏارڻ، ڏار رهڻ، اِيءَ نسنگهارن سِيتَ.“
(شاهہ: ڏاهر)
”لنگهيي ڪالهہ قطار، تون نو نِي اڄ نِهارئين.“
(شاهہ: ديسي)
”پسي ڪِڪيءَ ڪوڙ، متان ماڳـــر مٿئين.“
(شاهہ: ڪاموڏ)
”سو مرڪ مارئڙن، جڻان لوڪ لڄ ٿئي.“
(شاهہ: مارئي)
”وڳر ڪيو وتن پـــرت نـــہ ڇِنن پاڻـــ ۾.“
(شاهہ: ڏاهر)

**(١٥) اسم مرڪب:** اهو اسم جو هڪ کان وڌيڪ لفظن جو ٺهيل هجي يا جنهن جي اصل لفظ ۾ ڪنهن حرف يا ڪن وڌيڪ حرفن جو اضافو ٿيل هجي، تنهن کي اسم مرڪب چئبو آهي. اسم مرڪب ڪن حالتن ۾ صفت بہ ٿي ڪم ايندو آهي.

اسم مرڪب ٺهڻ جون مختلف صورتون آهن جي هيٺ ڏجن ٿيون:

(الف) ڪن لفظن کي تنڪيري اڳياڙين، جهڙوڪ: 'آ'، 'اڻ'، 'ڏ'، 'م'، 'نـ'، 'نـ'، 'نا' ۽ 'نـِر' لڳائڻ سان اسم مرڪب ٺهندو آهي، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڄاڻ | اڻواقف | نَسهو | نا فرماني |
| آڇوت | اڻهوند | نپاڳ | نا ڪامي |
| آلک | اڻهيريو | نپٽو | نامراد |
| آورچ | ڏهڪار | نـڌڪو | نـِرڀؤ |
| آٽبٽ | ڏجـر | نِراسائي | نـِرجل |
| اڻتوريو | ڏڪار | نيهائي | نـِرجيءَ |
| اڻتيٽو | مـڇڏو | ناچاقي | نـِرلوڀ |
| اڻلپ | مـڏيٺو | ناداري | نـِرويـر |

(ب) اسم يـا اسم مفعول جي اڳيان سنسڪرت جـون اڳياڙيون، جهڙوڪ: 'او'، 'در'، 'س'، 'س'، 'سو' ۽ 'ڪ' آڻڻ سان اسم مرڪب جـڙندو آهي، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| اوتڙ | سـقلو | سـوراج |
| اوڳڻ | سـپٽو | ڪـپٽ |
| درمت | سـپرين | ڪـچاڻو |
| درلڀ | سـڄاڳ | ڪـذات |
| سـپاجهو | سـچيت | ڪـريت |
| سـپاڳو | سـلڇڻو | ڪـماڻهو |
| سـپٽو | سـوديش | ڪـنياء |

(ت) اسم يـا اسم مفعول جـي اڳيان سنسڪرت جي 'ري'، فارسيءَ جي 'بي' يا عربيءَ جي 'لا' اڳياڙي آڻڻ سان اسم مرڪب ٺهندو آهي، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ري ٽنپ | بي خبر | بي عقل | لا زوال |
| ري ڇيو | بي درد | بي علم | لا شريڪ |
| ري سڏيو | بي دين | بي گناهہ | لا علاج |
| ري ڪڍيو | بي رحم | لا پرواهہ | لا غرض |
| بي ايمان | بي شرم | لا جواب | لا وارث |

(ث) ساڳئي صيغي وارا ٻہ لفظ ملائڻ سان اسم مرڪب ٺهندو آهي، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آٽ ويهہ | جھڙ قڙ | ڌوڙ ڌڪ | لاهہ پاهہ |
| آچ وچ | ڇر پر | ريڙهہ پيڙهہ | مارڪٽ |
| آٽ ڙٽ | ڇڪ تاڻ | سٽ ڪٽ | متا ستا |
| پيچ گهڙ | ڇنڊ ڦوڪ | مس پس | واءُ سواء |
| جٽ ڦٽ | ڏي وٺ | ڪٽ پٽ | هل چل |
| جوڙ جڪ | ڏيک ويک | ليک پڙهہ | هڻ ڪڻ |

(ج) اسم جي اڳيان صفت يا صفت جو مرخم (اٽپورو) لفظ آڻڻ سان اسم مرڪب ٺهندو آهي، مثلاً: وڏ ڦڙو، هتي صفت جي لفظ 'وڏو' جي هڪڙي حرف 'و' کي ڪڍيو ويو آهي ۽ 'وڏ' صفت جي لفظ جي مرخم صورت آهي. ٻيا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | | |
|---|---|---|
| پرپنڊ | پرسنگ | ڪارزبانو |
| پرپوڌ | پرلوڪ | مهاراجا |
| پرتاب | پرمار | مهارائي |
| پرديس | پرمنڙيو | مهاساگر |
| پرڏيهہ | جلاوطن | ننڍ وڏائي |

(ح) ٻن اسمن کي گڏڻ سان اسم مرڪب ٺهندو آهي، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آب حيات | پٽ ڪنڊون | سرتاج | ڳچي ڏرتي |
| آس ٽڙڪو | پريو مڙس | سروقد | ڳچي سمنڊ |
| آهو چشم | ڦلواڙي | سورج منڊل | گهر ڏٺي |
| بزدل | جرقل | شفاخانو | لوڪ رنگ |
| پتر پائي | چهچو | شڪارگاهه | سلاڪڙو |
| پنرچ | خرگوش | عجائب گهر | مومدل |
| پلنامو | دستخط | قمر قهد | نروار |
| پونچال | ريگستان | قطب تارو | وڻ ويڙهي |

(خ) اسم يا ضمير جي پٺيان اسم فاعل، اسم مفعول يا اسم استقبال آڻڻ سان اسم مرڪب ٺهندو آهي، مثلاً:

(١) اسم فاعل واري مرڪب اسم جا مثال:

| | |
|---|---|
| آن ڪائڻ | ڪير پياڪ |
| ٽچ ڏاڏڪ | ورياج ڪائو |
| خبر ڏيندڙ | وير وڏو |

(٢) اسم مفعول واري مرڪب اسم جا مثال:

| | | |
|---|---|---|
| آڪ ڪاڙي | پوٽ سڙيو | ڳهر آيو |
| آنگر ڪو | ڏوڙ ڏوبو | گهوڙن هنيو |
| پيڙيءَ پڌو | رب رکيو | متن گهريو |
| پاڳيرو | ڪاتيءَ پيو | منهن چڙهيو |
| تو لکيو | ڪتيءَ کنيو | نانگ ڪاڏو |
| پيٽ چاڙو | ڳٽن پريو | نانءَ چڙهيو |

(٣) اسم استقبال واري مرڪب اسم جا مثال:

جوءِ وهيٽو
مغز ڪاٽو
مکڻ مارٽو

( د ) اسم جي اڳيان عدد يا عدد سان گڏ پٺيان حرف علت گڏڻ سان اسم مرڪب ٿيندو آهي، مثلاً:

| ٻه اکيو | چوپايو | چوڪنڊو | سماهي |
|---|---|---|---|
| ٻيهري | چوديوار | چو ماسو | سيپارو |
| ٻهرويو | چوڏول | چوواٽو | ششماهي |
| ٽڪنڊو | چورس | چه آڱريو | هفت زبانو |
| چوٻول | چوسول | ستپڙو | هڪ ٽنگو |

( ذ ) اسم فاعل خود ڪن حالتن ۾ اسم مرڪب جي صورت ۾ هوندو آهي، جنهن جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| باغبان | رضاڪار | ڪڪامار |
|---|---|---|
| بن واسي | رکپال | ڪنڌيڇوڙ |
| چترڪار | ساروان | گهوڙارو |
| خدمتگار | سربند | مڱڻهار |
| خزانچي | سنگتراش | نقصانڪار |
| ڏٿار | سود خور | هٿ قاڙ |

( ر ) فارسيءَ وانگر سنڌيءَ ۾ به ڪن حالتن ۾ ٻه اسم 'و' حرف سان معطوف ٿيندا آهن ۽ ڪڏهن 'و' جي بدران 'ا' (الف) به عطف جو ڪم ڏيندو آهي ۽ اهڙن اسمن کي اسم مرڪب چئبو آهي. اهڙي حالت ۾ فعل جو اتفاق پوئين اسم سان ٿيندو آهي. ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

رات و ڏينهن
رات و رات
مکاميلو

(س) فارسيءَ واريون اسم مرڪب جون ترڪيبون به سنڌيءَ ۾ استعمال ٿينديون آهن، تنهنڪري انهن کي هتي ڄاڻائڻ ضروري آهي ۽ انهن جا ڪي نمونا ۽ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

فارسيءَ ۾ اسم مرڪب ٺهڻ جا طريقا:

(١) ٻن اسمن ملائڻ سان:

| | |
|---|---|
| آبرو | شترمرغ |
| سيلاب | شيردل |
| شبنم | گلستان |

(٢) اسم جي اڳيان صفت آڻڻ سان:

| | |
|---|---|
| بداخلاق | تنگ نظر |
| بد بخت | تيزگام |
| بد بوءِ | خوش خلق |
| بدڪار | نيڪ مرد |

(٣) اسم کي پٺيان امر گڏڻ سان:

| | | |
|---|---|---|
| آبدوز | رومال | سردار |
| پيغمبر | رهبر | عملدار |
| دستگير | رهزن | فرمانبردار |
| دلبر | رهنما | قطب نما |
| دلدار | ريگمال | ڪمربند |

(٤) ٻن مصدرن جي ماضيءَ جي صيغي استعمال ڪرڻ سان:

آمد و رفت
خريد فروخت
خورد برد
گفت شنيد
نشست برخاست

(٥) ساڳي مصدر جي ماضي ۽ امر جي صيغن ملائڻ سان:

بندوبست
بودوباش
جستجو
گفتگو

(٦) ٻن امر جي صيغن کي گڏ استعمال ڪرڻ سان:

تگ ودو
پيچ وخم
ساز باز
سوزوگداز
گيرودار
نازو انداز

اسم مرڪب جو استعمال:

"چاڙهن ته مَ چاڙ، ايءَ در اڙوجهن جو."
(شاهه: ٻرڀات)

"هيءَ پر اڏارن، جيئن ڪرا مٿن مولهيا."
(شاهه: سراڳ)

"اديون آءُ آچار، مون سگ سڄاڻي نه ڪيو."
(شاهه: سسئي)

"ڪارڻ رب آلڪ، متان ماڳر مٿيون."
(شاهه: ڪاموڏ)

"اڻ چوندن ڪيم چئو، چوندن چيو وسار."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”آوڳڻ ڪري اپار، تــو در آيس داســڙا.“
(شاهه: ليلان چنيسر)
”اوڏت جو آچار، ڪانڌ ڪنهين سين م ڪري.“
(شاهه: ليلان چنيسر)
”سپاجهو ســـتـــار، سٽڙ سيئي ڪري.“
(شاهه: سراڳ)
”ساهان اوڏو سپرين لـوچي تان نه لهن.“
(شاهه: سسئي)
”سٽ انهيءَ جو سڦرو ويا ترازيءَ توري.“
(شاهه: ڪاپائتي)
”پاڻ م ڪـڇ پاڻسين، رکي وسهي وڌ.“
(شاهه: سهڻي)
”پاڻ نه پسن پاڻـڪـي، ويچارا ڏي ٻاڪ.“
(شاهه: مارئي)
”مون ڪي مامور، آهي اٺڙ اڪيئين پنڌ جي.“
(شاهه: ديسي)
”توڏن جون ٽڙيڙ م تريون ترڪن تان م.“
(شاهه: ديسي)
”جهڙڦڙ ڏيئي جهاٽ، پسائيندو پتيون.“
(شاهه: سارنگ)
”سڀي سڀ معاف ڪئي، سائين تان سٽ ڪٽ.“
(سچل: ڪلياڻ)
”ٻرين جي ٻرديس م تنجي ڪانگا ڪج خبر.“
(شاهه: پورب)
”وٺــو مينهن وڏ ڦڙو، ڪيو ڏڻ ڪاهي.“
(شاهه: سارنگ)

”لڳي اُترَ هيرَ، ساموندين سڙهه سنباها.“
(شاهه: ساموندي)

”اکيون آس تڙڪو نه سهين، اڄ ساروڻيهن سنوءِ.“
(شاهه: پورب)

”ڏنيس ڏيهه ڏڌهن، معافيءَ جي مهر هٺي.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”جهڙا گــل گلاب جـا، تهڙا مٿن ويس.“
(شاهه: مومل راڻو)

”اکين ملڪ ڏٺاس، تون مون ڪاڻو ميهار ڏي.“
(شاهه: سهڻي)

”عاشق زهر پياڪ، وهه ڏسي وهسن گهڻو.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”تن ڳڻ پيرين جون ڳالهڙيون، تمون سچل ساهه سڄهن.“
(سچل: جوڳ)

”گهوڙن هنئي سيڪا، اُنن هنئي آنءُ.“
(شاهه: حسيني)

”ورسي وطن چاڻيون، صحرا ستر جـــن.“
(شاهه: مارئي)

”اکيون منهن ملير ڏي، جنهين رات و ڏينهن.“
(شاهه: مارئي)

”رهن وهن سر پانـدئين، سيئي بدبوءِ هاڻ.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.“
(شاهه: سارنگ)

”پـــلاڻيءَ جو پـــر، رهبر تهنده راهه ۾.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

’نهٺائيءَ ۾ انسان جي عظمت آهي.‘

’لاچار کي آچار نہ ٿيندو آهي.‘

آزاديءَ جي هلچل ۾ وڏي قرباني ڏيڻي پوندي آهي.‘

’سنگ جو پرسنگ لازمي آهي.

’عجائب گهر قوم جي هڪ اهم ملڪيت آهي.‘

’چوديوار گهر جي حفاظت لاءِ هوندي آهي.‘

’جنگ يا ڪنهن آفت ۽ مصيبت جي حالت ۾ رضاڪارن جي ضرورت پوندي آهي.‘

’شبنم گلن ۽ ٻوٽن کي تازگي بخشيندي آهي.‘

’امانت جي پيسن ۾ خورد برد ڪرڻ گناهہ آهي.‘

’حق جي جستجو ايمان جي نشاني آهي.‘

**(١٦) اسم فعلي:** مصدر جو پڇاڙيون ’ڻُ‘ ڪڍي باقي لفظ ۾ حرف علت يا ٻيو حرف يا ڪن حرفن گڏڻ سان جو لفظ ٺهي ۽ اسم تي ڪم اچي يا اهو اسم جنهن مان ڪنهن ڪم يا فعل جي معني نڪري تنهن کي اسم فعلي چئبو آهي. اسم فعلي ٺهڻ جا ڪيترا مختلف طريقا آهن جي هيٺ ڏجن ٿا:

(١) مصدر جو پڇاڙيون ’ڻُ‘ ڪڍي ان جي جاءِ تي حرفِ علت آڻڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

حرف علت ’ا‘ آخر سان:

| | |
|---|---|
| پيهنا | رتا |
| پُڇا | سِتا |
| ٻوچا | گهولا |
| ڦولا | مَتا |

حرف علت ’و‘ آخر سان:

| | | |
|---|---|---|
| آڊيڙو | ڦٽڪو | رَڙڪو |
| ڀُرڪو | جهيڙو | سَهڪو |
| ٽيلهو | ڇُڪو | ڪِچڪو |
| ٽُڪو | چوُنڊو | کَڙڪو |
| ٺهڪو | ڏَڙڪو | لمبو |

حرف علت ’ي‘ آخر سان:

| | | |
|---|---|---|
| اوساري | ڦيري | ڏَڪڻي |
| ٻولي | چاڙهي | رَهڻي |
| ٿُڀي | ڇُمي | ريڙهي |
| ڦاسي | ڇوٽي | وائي |

(٢) مصدر جو پويون ’ڻ‘ ڪڍي، ان جي جاءِ تي ’ت‘، ’پ‘، ’ج‘، ’چ‘، ’ڙ‘ يا ’ڪ‘ حرف آڻڻ سان اسمِفعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

حرف ’ت‘ آخر سان:

| | | |
|---|---|---|
| آڏتِ | رَهتِ | ڪَٽتِ |
| بچتِ | رَکتِ | گَهٽتِ |
| ڀرتِ | سَڙتِ | ميلتِ |
| جَڙتِ | ڪيرتِ | نِوڙتِ |
| چڙهتِ | ڪَپتِ | هلتِ |

حرف 'پ' آخر سان:

سنجاڻپ
ڳنڍپ
گهٽتاپ
لهپ

حرف 'ج' يا 'چ' آخر سان:

گهرج
ڇرچ

حرف 'ڙ' آخر سان:

ڏڪڙ
جهيڙ
سٽڙ
لتڙ

حرف 'ڪ' آخر سان:

ٻيهڪ
رنڊڪ
وهڪ
وڙڪ

(٣) ڪن لفظن جي مصدر جو پڇاڙيون 'ڻ' ڪيڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| اُچل | ٽپاڪ | ڦوڪ |
| ٻيڪ | ٺڪور | جوٽ |
| تور | پڪڙ | جهوڪ |

| | | |
|---|---|---|
| چڪاس | چٽ | ڪاهہ |
| چوس | چِڪ | ڪنگهہ |
| چونڊ | سوچ | وَس |

(٤) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي باقي لفظ جي پڇاڙيءَ 'آءُ' يا 'آئو' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٻڌاءُ | جڙاءُ |
| پَراءُ | ڏولائو |
| پڇتاءُ | ميڙائو |
| ٻرچاءُ | وڌاءُ |
| جتاءُ | ورتاءُ |

(٥) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي ان جي پهرئين حرف پٺيان حرف علت 'آ' ڏيڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً.

| | | | |
|---|---|---|---|
| ياچ | گهاڙ | سوچ | قير |
| چالِ | (٢) لاتِ | ڪوسُ | (٣) ڏيٺِ |
| ڪارِ | ناچُ | لوچِ | ميلُ |
| (١) گاٺِ | ٻوڙِ | لوڏ | ويڙهہ |

(٦) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي باقي لفظ جي پڇاڙيءَ 'آڻي'، 'آٺي' يا 'آئي' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

---

(١) (٢) (٣) جي مثالن ۾ ڏنو ويندو تہ گسڻ، لهڻ ۽ ڏسڻ مصدرن جي وچ وارن حرفن 'س' ۽ 'هہ' جي صورت جدا جدا 'ٺ' ۽ 'ٿ' ۾ تبديل ڪئي ويئي آهي؛ اهڙي تبديل انهن جي ماضي جي صيغن ۾ پڻ واقع ٿيندي آهي [illegible]

| | |
|---|---|
| ٻنوائي | ٻڌائي |
| ڦرائي يا ڦيرائي | چڙهائي |
| چارائي | چڙائي |
| سبائي | رسائي |
| وڍائي | ڪوٽائي |
| ورائي | لڙائي |

(٧) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي باقي لفظ کي 'آٽ'، 'آر'، 'آن' يا 'يان' ملائڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ڀڻڪاٽ | چڻڪار |
| چمڪاٽ | سڏڪار |
| چيڪاٽ | هڻڪار |
| (١) رانياٽ | جهڻڪار |
| ڪڙڪاٽ | (٢) ڪنگهڪار |
| ڪوڪاٽ | پنڌيان |
| لڙاٽ | (٣) گذران |

(٨) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي باقي لفظ کي 'آٽو'، يا 'ايٽو'، 'آپو'، 'آرو'، 'آڪو' يا 'آڏو' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

---

(١) مصدر جي پهرئين حرف پٺيان الف (ا) زائد آندو ويو آهي.
(٢) هن ترڪيب ۾ 'ڪ' جو اضافو ڪيو ويو آهي، جيئن لفظ 'گجڪار' ۾.
(٣) هيءَ فارسيءَ جي ترڪيب آهي.

(١) ڳاٽاٽو يا ڳاٽيٽو (٣) چاڙهاڪو
جيپاٻو چنبڪو
سيڙاٻو (٤) ميڙاڪو
ڦوڪارو وَراڪو
(٢) موڻجهارو (٥) جهوراٽو
وَسڪارو (٦) لاڏاٽو

(٩) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي ان جي جاءِ تي 'ڪو' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

ٽپڪو سٽڪو
ٻيٽڪو ڪٽڪو
چِرڪو کِاڪو
چنبڪو کتوڪو
دَٻڪو لڙڪو

(١٠) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي ان جي جاءِ تي 'و' آڻڻ ۽ مصدر جي پهرئين حرف جي پٺيان حرف علت جي اضافي ڪرڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً:

چارو ڪاٻو
راڙو لاڙو
راڳو (٧) واڇو، واڇٽ
رونبو وارو
ڪاٽو واسو

---

(١)، (٢)، (٣)، (٤)، (٥) ۽ (٦) جي مثالن ۾ مصدر جي پهرئين حرف ڪانپوءِ حرف علت جو اضافو ڪيو ويو آهي.

(٧) هن ترڪيب ۾ 'واڇٽ' به اسم فعلي آهي جنهن ۾ 'و' جي بدران حرف 'ٽ' ڪم آندو ويو آهي.

(١١) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي ان جي جاءِ تي 'ت' ۽ 'ڻ' جي اڳئين حرف 'ء' جي جاءِ تي حرف 'و' آڻڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً: 'آڏائڻ' مصدر مان اسم فعلي ٿيندو 'اڏاوت'. ٻيا ڪي مثال هي آهن:

ٻَناوت
مِلاوت
(١) وِرهاست

(١٢) مصدر جو پويون 'ڻ' ڪڍي ان جي جاءِ تي مختلف حرف جهڙوڪ 'ب'، 'پ'، 'ت'، 'ج' يا 'ڙ' وغيره آڻڻ ۽ وچون حرف ڪڍي ان جي جاءِ تي حرف علت آڻڻ سان اسم فعلي ٺهندو آهي، مثلاً: 'لُٽڻ' مصدر مان اسم فعلي جڙندو 'لوٽ'. اهڙا ڪي ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

ڏيب (ڏِڄڻ يا ڏيڻ مصدر مان)
پوتِ (پڄڻ يا پوڻ مصدر مان)
ڇوتِ (ڇُهڻ مصدر مان)
روتِ (رُنڻ مصدر مان)
اوجُ (آڻڻ مصدر مان)
روجُ (رڻڻ مصدر مان)
ڏوڙِ (ڏهڻ مصدر مان)

(١٣) ڪي اسمي لفظ اهڙا آهن جن کي معنيٰ جي لحاظ کان اسم فعلي چئي سگهجي ٿو، مثلاً:

---

(١) هن لفظ جي مصدر آهي 'وراهڻ يا ورهائڻ'، جنهن جي اسم فعليءَ جي صورت ۾ 'و' جي بدران حرف 'س' آندو ويو آهي.

| | |
|---|---|
| اپياس | شڪار |
| پنڌ | ڪم |
| پورهيو | ننڊ |
| راڳ | واپار |
| راند. | وهاڻ |

(١٤) مصدر جي عام صورت خود اسم فعليءَ واري هوندي آهي، مثلاً: 'ترڻ'، 'پڙهڻ'، 'ڪرڻ'، 'ڪيڏڻ'، 'ڳائڻ'، 'لکڻ'، 'هلڻ' وغيره. اهڙين مصدرن کي اسم طور ڪم اچڻ جي حالت ۾ اسم فعلي چئي سگهجي ٿو.

(١٥) فارسي ۽ عربيءَ جا اسم فعليءَ وارا لفظ ۽ ترڪيبون به سنڌيءَ ۾ عام استعمال ۾ ايندڙيون آهن، جن جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

فارسيءَ جا لفظ ۽ ترڪيبون:

| | | | |
|---|---|---|---|
| (الف) آواز | آبپاشي | آمد | (١) آمدرفت |
| تلاش | پاسباني | برداشت | بندوبست |
| پرواز | پاسداري | پرداخت | بود و باش |
| جنگ | راي شماري | ديد | جستجو |
| فرياد | سرڪشي | ساخت | خريدفروخت |
| ماتم | شادماني | گرفت | گفت شنيد |
| نماز | نظرداري | گشت | گفتگو |
| هنگام | يادگيري | ڪاشت | نشست‌برخاست |

---

(١) هن فهرست ۾ ذئل مثال اڳ اسم مرڪب جي بيان ۾ ڄاڻايا ويا آهن؛ هتي انهن کي اسم فعليءَ جي صورت ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| (ب) انداز | پوشاڪ | بندش | سازش |
| تاب | خوراڪ | تپش | فرمائش |
| پوش | ڪردار | پرورش | ڪشش |
| پيچ | گذر | پيمائش | ڪوشش |
| جوش | گردان | جنبش | گردش |
| ديدار | گفتار | خواهش | مالش |
| رفتار | گريه | ريزش | نمائش |

عربيءَ جا لفظ ۽ ترڪيبون:

| | | | |
|---|---|---|---|
| (الف) بحث | سفر | حفظ | جهد |
| رقص | عمل | ذڪر | خلق |
| سير | طلب | عشق | شغل |
| قتل | نظر | فڪر | ظلم |

| | | | |
|---|---|---|---|
| (ب) صلواة | جهاد | جلوس | جلسه |
| طواف | خطاب | طلوع | حمله |
| فساد | دفاع | ظهور | خطبه |
| ڪلام | فرار | نزول | غلبه |

| | | |
|---|---|---|
| (ت) خدمت | هجرت | تصنيف |
| رحلت | تجارت | تعليم |
| قسمت | زيارت | تفسير |
| محنت | عبادت | تقسيم |

| | | |
|---|---|---|
| (ث) اجراء | اعتراض | مشاعره |
| اخراج | افتتاح | مظاهره |
| اطلاع | امتحان | مقابله |
| اظهار | انتظار | مناظره |

اسم فعليءَ جو استعمال:-

"ڪي سمهڻ ڪيٰ جاڳڻ، لطف نہ ڪجي ايترَي."
(شاهہ: ڏاهر)

"عشق نہ آهي راند، جيئن ڪي کيلڻ ڪيرو."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"جيئن تا ٻڌن ان ڪي، تيئن جي ٻڌن ٻنڌ."
(شاهہ: رامڪلي)

"جي وڃون ڪنهن وهانءَ تہ ٻڌ متهون ڪٿيون."
(شاهہ: مارئي)

"مون ڪر اڳهي ڪونہ ڪيو اهڙو ڪو جهو ڪم."
(شاهہ: مارئي)

"سچو ڏينهن شڪار، کينجهڙ ۾ ڪالهہ هو."
(شاهہ: ڪاموڏ)

"پورهيو سندو پورهيتين، والي ڪيم وڃاهہ."
(شاهہ: سسئي)

"ڪاتڻ جي ڪانہ ڪرئين، سٽي ساهئين هڏ."
(شاهہ: ڪاپائتي)

"وهڻ وهہ ڏيوم، جاڳيو تي جر هاريان."
(شاهہ: مومل راڻو)

"کسڻ ڌاران ڪير، ڪري سڱ سڪڻ جي."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"من اندر جا لوچ، مچڻ هلڻ سان ماني تئي."
(شاهہ: حسيني)

"سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"نماڻيءَ جي نجهري روڻ ۽ راڙو،
ڪنل جي قلب ۾ **قرب** جو **ڪاڙهو**."
(شاهه: سسئي)

"تر ڏئي **اوت**، نه مون سوڙ نه ڪرو."
(شاهه: رپ)

"جي پاڻئين **وس** چران ته سنگهارن سين گهار."
(شاهه: ڏاهر)

هلو هلو ڪاڪ تڙ، جتي نينهن **اڇل**،
نه ڪا **جهل** نه پل، سيڪو پسي پرينءَ کي."
(شاهه: مومل راڻو)

"ڪيچ تنهن کي **ڪوٺ**، ڪين جنهن جي ڪڇ ۾."
(شاهه: معذوري)

"**ٻولي ٻجهارت** جوڳيان سندي ذات جي."
(شاهه: رامڪلي)

"ڪيهي ڪام ڪاپڙي ٿا اهڙي **روش** رون."
(شاهه: رامڪلي)

"**وهڪ** مون ويئي، پچايو پچان پهي."
(شاهه: مومل راڻو)

"جي **رهڻي** رهيو نه سپين ته **ڪهڻي** ڪيو ڪوهه."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"چؤ تون الله هيڪڙو، **وائي** ٻي وسار."
(شاهه: ڪلياڻ)

"ڳنڍ جنجي ڳوڏ ۾ پاپوڙا **پوشاڪ**."
(شاهه: ڪاموڏ)

"**واڄٽ** وڃي وجود ۾ رهيو روح رباب."
(شاهه: سهڻي)

"سيئي سهاڳڻيون، سيئي منهن **چڙاءِ.**"
(شاهه: ليلان چنيسر)

"**طلب** ۽ **تحصيل** اوريان ڏسي آهي."
(شاهه: آسا)

"ڏسي ڏسي آئيون، تـوهه **ٿلاشون** ڪن."
(شاهه: آسا)

"سر نايو **سجدا** ڪرين تن تواضع تو نه."
(شاهه: آسا)

"طمع جـي **ڏهوار** متان ڪرين مـڱڻا."
(شاهه: پرڀات)

"نه ڪتا نه **ڪوڪار**، نه سي **سڱ** شڪارئين."
(شاهه: ڪاهوڙي)

"جئين مينهن ڪنڍيءَ پور، تئين دوست **وراڪو** دل سين."
(شاهه! بروو سنڌي)

"ڏونگر **ڏولاڻو**، ڏيندا مـون ڏيـر ويا."
(شاهه: حسيني)

"**هانگاما** ۽ هـور، ڪتا ڪرئين ڪن ني؟"
(شاهه: معذوري)

"ڪنارو ۽ **ڪوس**، اڳـڻ آريءَ ڄام جي"
(شاهه: سسئي)

"عـاشقن **آرام** ڪڏهن تـان ڪونه ڪيو."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"سامـونـڊيـن **سعيو** سدائين **سفر** جو"
(شاهه: سامونڊي)

"نـه خبر نـه **خواب**، نڪو اوتـي آئيو،
هتيجو هت ڪنهين ڏنـو ڪونه **جواب**،
حميرن **حساب**، ڪه چاڻان ڪيڏن ٿيو."
(شاهه: مارئي)

”اکيــن ٻنهنجي مت پاڻ سين پاڙهي ڪئي،
اتـــي وڃي اڙيـــون، جتي جـــان **ڪپت**.“
(شاهه : آسا)

”ڪانگا **ڪتابت**، ساري سانديج ساهه سين.“
(سچل : مالڪوس)

”جت ماڻهن **ميڙاڪو** ٿئي، سا جوئي جوڳين جاهه.“
(سچل : جوڳ)

”اڪلاڻ سون **ميلاپ** جي، آهه جهالڳين کي جيهي.“
(سچل : ڪنڀاٽ)

”ڪڪرن جي **ڪڙڪات** ڪان وڃا ٿهي ميال.“
(سچل : سارنگ)

’**اوج** جو ڪم آڏاڻن تي ٿيندو آهي.‘

’پاڻيءَ جي **وهڪ** هميشه هيٺاهينءَ تي هوندي آهي.‘

’زراعت لاءِ **آبپاشيءَ** جو سرشتو فائديوارو آهي.‘

’ماڻهن سان **اٿ ويهه** ۽ **ڏيٺ ويٺ** انساني قدرن جي چاڻ وڌائيندي آهي.‘

’واريءَ تي **اڏاوت** جٽادار نه ٿيندي آهي.‘

**(١٧) اسم حاصل مصدر:** مصدر جي پوئين ’ڻ‘ حذف ڪرڻ سان جو لفظ جڙي ۽ اسم ٿي ڪم اچي تنهن کي اسم حاصل مصدر چئبو آهي. اسم حاصل مصدر جا اهي لفظ جن مان ڪنهن ڪم يا فعل جي معنيٰ نڪرندي هجي تن کي اسم فعلي به چئي سگهجي ٿو.

اسم حاصل مصدر جي لفظن جا مثال:

(الف) آٿُلَ ٿوڪَ چيڙَ ڪَپَ
آٽڪَ پَچارَ ڏوڻَ ڪُنڍَ
اُپٽارَ پيٽَ ڊوڙَ کِهلَ
آڙَ پَرڪ روڪَ ڳاڙَ
باسَ پَڪڙَ سارَ ڳهڙَ
ٻِڪ پَهچَ سيٽَ گهورَ
ٻُونڪَ ڦوڪَ سِڪَ لَڏَ
ٻُلَ جاچَ سنڀالَ لوڏَ
ٻيٽَ جَڙَ سوچَ لوڙَ
ٻيڙَ جوڙَ سيوٽَ مارَ
ٽانگهَ جهلَ ڪاهَ مُرڪَ
ٽيورَ چِنگهَ ڪَڏَ هارَ
ٿَڦَ چَٽَ ڪوٽَ هوڏَ
ٿاڪورُ چِڪَ ڪِلَ هِينگَ
ٿوڪَ چِنڊ ڪيڏَ هيرَ

(ب) آڪڙِ ڪِنڊِ
ڪنگهِ لَٽِ
ڳيسرِ واڙِ
ڳاڻِ وَتِ

(ت) آڪلاءُ ٿاهُ ڦَڙُ سَڏُ
آنگُ ٿَڪُ ڏَسُ ڪَڏُ
ٿَپُ پڪهرُ ڊِڄُ ڪَپُ
ٿَهڪُ ڦاڙُ ڊِڪُ ڳَڏرُ
ٿارُ ڦٽُ ساڙُ ڳاهُ

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪِتَبِدُ | لَڪِبُ | موڙُ | وَنگُ |
| کهاءُ | لَنکهُ | وَٽُ | وَهُ |
| لَٽُ | مَچُ | وَرُ | ويچارُ |

اسم حاصل مصدر جو استعمال:

"تان آتل اوڏانهين ٿئي، جيڏانهن پيچل پرائي."
(شاهه: سورٺ)

"آيس مــن آچل، نيلاهين تــو ڪري."
(شاهه: سورٺ)

"لکيو جو نراڙ، سو انگ ڪماڙيءَ نه ٿئي."
(شاهه: معذوري)

"ٻوائيءَ ڪـــي ٻڪ جـــن وڏو سي ورسيا."
(شاهه: ڪلياڻ)

"سچي سان نه ٻهٽ، ڪجهه ڪُرهيان ڪن سهن."
(شاهه: رپ)

"آهين ڦار اکين جو، وٽان مون مَ وڃج."
(شاهه: ڪاموڏ)

"آءُ ڪيئن ڇڏيان سومرا، تن پنوهارن ٻچار،
جڙ جنهين جي جـان ۾ لکيي رهي لنهارَ."
(شاهه: مارئي)

"هيس هنـدورن ۾، پـيـم ڪانه پـروڙ."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"اڄ پڻ جنڙيم جوڙ دوست ٻيهي در آئيو."
(شاهه: ٻروو سنڌي)

"جنهين جي جوڙپ، هائي هنڌانئي نه ڇري."
(شاهه: ڪارايل)

”ڏورڻ منجهان ڏس، پونده هوت پنهونءَ جو.“
(شاهه: سسئي)

ڏکي ڏک وسار، سمجهه ڦٽي کر سسئي.“
(شاهه: سسئي)

”ڪونج نه پسين ڪڪ، ٻپ جنهن سين ٻڌيو.“
(شاهه: ڏاهر)

”ڙر کي پاڻيون ٿوڪ، جو ٻڪ ڍاليڙن جو.“
(شاهه: مارئي)

سارنگ بسار لهيج، الله لکپ آهين جي.“
(شاهه: سارنگ)

”جنهن سٽيءَ سٽ نه ڇڏيو سا مارئي مر جائي،
انهيءَ عمر ڪوٽ م لڄ نه لڄائي.“
(شاهه: مارئي)

”ساسٽ نه ساردن، الف جنهنجي اکر.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جڏون؟“
(شاهه: ڪلياڻ)

”جن کي سڪ ساهڙ جي، سي کهر نه ڳڻن کهاٽ.“
(شاهه: سهڻي)

”وڏي سکهم سنديام، پاجهن پيرو آهئين.“
(شاهه: ڏاهر)

”ڪٿوريءَ تان ڪل، عمر ڪڄ مَ اهڙي.“
(شاهه: مارئي)

”پکي چنا پاند، ڳلي نه جاٿي ڪو ٻيو.“
(شاهه: ڏاهر)

”ورلڪن جي اوڻ، گهوريا سڪ ڀنيورا جا.“
(شاهه: حسيني)

”مون جهڙ ڏنبو اپ ۾، ڊوليا لڳ م لاهه.“
(شاهه: سارنگ)

”پتنگ چانئين پاڪي پسي ڏچ ۾ موت.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”سو هڙڪ مارئڙن، جتان لوڪ لچ ٿئي.“
(شاهه: مارئي)

”وت سوريندي ولهار، ويو تيل ٻري.“
(شاهه: مومل راڻو)

”ور ۾ ڪونهي ور، ڏيرن ور وڏو ڪيو.“
(شاهه: ديسي)

”وس بادل وس، تو وسندي وس ٿئي.“
(شاهه: سارنگ)

”جان واهڙ ۾ هو وهم تان تون مَچ نه موتئين.“
(شاهه: ڏاهر)

”هنئين منهنجي هوڻ، پسڌي ٻاروچن سين.“
(شاهه: حسيني)

’آزمودو هوندو تہ ڪم ۾ اَڏڪ نہ ٿيندي.‘

’ڦرڙيءَ کي چڏي ڏبو تہ نيٺ ڦت ٿي پوندو.‘

’ٿرڻي کير کي ڦوڪ نہ ڏبي آهي.‘

’سماجهہ ۽ سوچ سان ڪم ڪرڻ وارو ماڻهو خطا نہ ڪائيندو.‘

'گيسر جو نتيجو ٻچڙاءَ ۾ ظاهر ٿيندو آهي.'
'سيني ۾ ٻچڙو آواز گڏهه جي هينگ آهي.'

**(١٨) اسم فاعل:** اهو اسم، جو مصدر مان جڙي يا فعل ۽ ٻين حرفن يا لفظن جو مرڪب هجي ۽ جملي ۾ فاعل يا مفعول جي صورت ۾ ڪم اچي، تنهن کي اسم فاعل چئبو آهي.

فاعل ۽ اسم فاعل ۾ فرق آهي. اسم، جامد هجي يا مشتق، پيٺي فاعل جي صورت وٺي سگهن ٿا؛ فاعل جملي اندر هميشه فاعل جي صورت ۾ هوندو آهي، مگر اسم فاعل، جو مشتق هوندو آهي، فاعل توڙي مفعول، ٻنهي مان ڪابه صورت وٺي سگهي ٿو. اسم فاعل صفت به ٿي ڪم ايندو آهي.

اسم فاعل جي ٺهڻ جا مختلف طريقا آهن، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

١. اسم کي پڇاڙي حرف 'ي' ساڻ زير يا 'آئي' پڇاڙي ملائڻ سان يا اسم جي پهرئين حرف بعد حرف علت آئي پڇاڙيءَ ۾ حرف 'ي' ساڻ زير ملائڻ سان اسم فاعل (مذڪر) جڙندو آهي ۽ اسم کي پڇاڙي حرف 'ڻ'، 'ڻي' يا 'ياڻي' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فاعل (مؤنث) جڙندو آهي، مثلاً: 'جوڳ' اسم مان اسم فاعل (مذڪر) ٿيندو 'جوڳي' ۽ اسم فاعل (مؤنث) ٿيندو 'جوڳڻ' يا 'جوڳياڻي'.

اسم فاعل جا ٻيا مثال:

اسم فاعل (مذڪر):

| | | | |
|---|---|---|---|
| آچاري | اولادي | ٻنواسي | ٺيڪري |
| اوٺي | آهتي | پيدري | پاڻٺي |
| اوطاقي | باغائي | ٽيلي | پانڌري |

| | | | |
|---|---|---|---|
| پساري | ڏاڙي | سوالي | ناٽڪي |
| ٻيري | راهي | شڪاري | ننگي |
| جوهري | سائي | ڪاپڙي | نانوائي |
| جهانگي | سانگي | ڪارٺي | لاهوتي |
| حاجي | سِرائي | ڪاسبي | لوڀي |
| حلوائي | سنگتي | ڪانڌي | واپاري |
| ڏوتي | سنهاسي | گيانـي | ويري |

اسم فاعل (مؤنث)

| | |
|---|---|
| اولادڻ | ڏوٿياڻي |
| بنواسڻ | سگهڻي |
| ٻيڪارڻ | سانگياڻي |
| پوچارڻ | سنهاسڻ |
| حاجياڻي | سوالڻ |
| جهانگياڻي | شڪارڻ |
| ڏياڻي | ويرياڻي |

٢. اصل فعل (امر) جي پڇاڙيءَ يا امر جي ٻين حرف ڪانپوءِ حرف علت آڻي پڇاڙيءَ ۾ حرف 'ي' ساڻ زير آڻڻ سان اسم فاعل (مذڪر) ۽ 'ي' جي جاءِ تي حرف 'ڻ'، آڻڻ سان اسم فاعل (مؤنث) ٺهندو آهي، مثلاً:

| اسم فاعل (مذڪر) | اسم فاعل (مؤنث) |
|---|---|
| ٻڇي | ٻڇڻ |
| پوچاري | پوچارڻ |
| ڏوهي | ڏوهڻ |
| ڏوڌي | ڏوڌڻ |
| ماري | مارڻ |

مٿين مثالن ۾ 'ڏوهي' ۽ 'ڏوڏي' لفظن جي جدا جدا مصدر آهي 'ڏڌڻ' ۽ 'ڏهڻ'، جن جي اسم فاعل جي صيغي ۾ 'ه' جي جاءِ تي حرف 'ب' ۽ 'ه' جي جاءِ تي حرف 'ڏ' آيل آهي. 'ٻوچاري' اسم فاعل جي صورت نرالي آهي جنهن ۾ امر جي پٺيان 'آري' پڇاڙي ملائي ويئي آهي.

٣. امر يا اسم جي پٺيان يا ان جي ٻهرئين حرف بعد حرف علت آڻي پڇاڙيءَ ۾، حرف 'و' ساڻ پيش گڏڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي: مثلاً: 'ڪاٽڻ' مصدر جو اصل فعل يا امر آهي 'ڪاٽ' جنهن کي 'و' ساڻ پيش ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو 'ڪاٽو' ۽ 'خبر' اسم مان اسم فاعل ٺهندو 'خابرو'، ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

٤. امر مان ٺهندڙ اسم فاعل جا مثال:

| | | |
|---|---|---|
| ٻارڪو | خاطو | لاڏو |
| ٻهنو | ڏيهو | لاهو |
| چاڙو | ڏيچو | ناچو |
| جهالو | سمجهو | وهو |
| چاڙهو | ڪاٽو | ويڙهو |
| چهڪو | گهومو | هالو |

اسم فاعل جي ڪن ترڪيبن ۾ 'آڏو'، 'آڪو' يا 'ڙاڏو' پڇاڙي استعمال ٿيل هوندي آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٻهنڙاڏو | رهاڪو |
| جٺاڏو | گهومڙاڏو |
| خرچاڏو | لاڏاڏو |
| ڪاٽاڏو | لاڙاڏو |
| ڪاٻاڏو | لوڙهاڏو |

٥. اسم مان ٺهندڙ اسم فاعل جا مثال:

ڪِپرُو (١) واٺهڙُو
گهاٽُو واهرُو

٦. اسم جي پڇاڙيءَ حرف 'و' يا 'يُو' ۽ 'ڙيو' پڇاڙي گڏڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي.

اسم فاعل (مذڪر) جا مثال:

| | | |
|---|---|---|
| اوڳاهيو | ڏونگريو | ڪچهو |
| ٻڪيو | ڊوهو | ڪوڏيو |
| ٻانڪو | ڏوليو | (٢) ڪوڏاريو |
| ٻاڳيو | راڇيو | گودڙيو |
| جويو | سٽو | لانگوٽيو |
| چانگهو | سڦلو | ماٺو |
| ڏڪاريو | سينڌو | مٽڙيو |

اسم جي پڇاڙيءَ ڪي ٻيون پڇاڙيون به استعمال ۾ اچن ٿيون، جهڙوڪ: 'آڪو' يا 'آڪرو'، 'هٿو' ۽ 'هٿو' وغيره.

مثال:

ننڊاڪو يا ننڊاڪرو
پيٽ هٿو
خير هٿو

---

(١) اسم فاعل جي هن ترڪيب ۾ ڪن وڌيڪ حرفن جو اضافو ڪيل آهي، يعني 'واٺ' اسم جي پڇاڙيءَ 'هڙو' پڇاڙي آيل آهي؛ انهيءَ ترڪيب جون ٻيون به صورتون آهن، مثلاً: 'واٽاڙو'، 'واڏاهو'، 'واٽاڏو'، 'واٽوهو' ۽ 'واٺهڙ'.
(٢) هن ترڪيب ۾ 'ڪوڏر' اسم ۾ حرف الف (ا) جو اضافو ٿيل آهي.

اسم فاعل (مؤنث) جا مثال:

| | |
|---|---|
| ٻڪيي | سڌڙي |
| ياڳيي | سينڌڙي |
| راڄيي | ڪوڏڙي |
| ستيي | متڙي |

٧. امر جي پهرئين حرف پٺيان حرف علت آڻي پڇاڙيءَ ۾ حرف 'و' ملائڻ ساڻ يا 'يو' ۽ 'ڙيو' پڇاڙي ڪرڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٽوڀو | گهورڙيو |
| راڪو | واڍو |
| رانڊو | ويسريو |

٨. اسم جي پٺيان مختلف پڇاڙيون جهڙوڪ: 'ور'، 'آر'، 'آرو'، 'ايرو'، 'وارو'، 'يارو'، 'وادي'، 'آئو'، 'آلو'، 'وال' ۽ والو وغيره ملائڻ سان اسم فاعل (مذڪر) ۽ 'آري'، 'واري' يا 'هاري' وغيره ملائڻ سان فاعل (مؤنث) ٺهندو آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا.

اسم فاعل (مذڪر) جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اڃارو | پڳوارو يا پاڳارو | سوڳارو | ٻاتوارو |
| اڳڙيارو | پورالو | سونارو | متوالو |
| آنهارو | راڄ وارو | سونهارو | ناليرو |
| اوٺار | رکوال | ڪارائو | (١) نامڪنيو |
| ٻاجهارو | ساڃارو | ڪاڻيارو يا ڪانيارو | ناميارو |
| ٻوارو | ستوادي | ڪنڊيارو | وانيرو |
| پٽ وارو | سوڀارو | ڪوهيارو | هاڪارو |

(١) اسم فاعل جي هيءَ هڪ نرالي ترڪيب آهي جنهن ۾ اسم 'نام' جي پٺيان 'ڪنيو' پڇاڙي آندي ويئي آهي.

اسم فاعل (مؤنث) جا مثال:

| | |
|---|---|
| اڃارِي | ساجهارِي |
| پاڃهارِي | ڪاٺهارِي يا ڪانهارِي |
| ٻچن وارِي | ڳورهارِي |
| پوارِي | (١) ڳپورارِي |
| پاڻهارِي | گهروارِي |

٩. مصدر جي پڇاڙي 'وارو'، 'هار'، 'هارو' يا 'هارڪو' وِچاڙي ملائڻ سان اسم فاعل (مذڪر) ۽ ان جي پوئين 'و' جي جاءِ تي حرف 'ي'، ساڻ زير آڻڻ سان اسم فاعل (مؤنث) ٺهندو آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

اسم فاعل (مذڪر):

| | |
|---|---|
| اچڻ وارو | رئڻ هارڪو |
| بخشڻهار | سِرجڻهار |
| پالڻهار | قدر وارو |
| خلقڻهار | مڱڻهار |
| ڏسڻهار | وڃڻ وارو |
| ڏيکڻهار | هلڻ هارو |

اسم فاعل (مؤنث):

| | |
|---|---|
| پڙهڻ وارِي | رئڻ هارڪِي |
| ڏڪڻهارِي | سبڻ وارِي |
| رڌڻ وارِي | هلڻ هارِي |

(١) اسم فاعل جي هن ترڪيب ۾ حرف 'ر' جو اضافو ٿيل آهي.

۱۰. امر جي پڇاڙي يا امر جي پهرئين حرف کانپوءِ حرف علت آڻي پڇاڙيءَ ۾ 'آر' يا 'آرو' ملائڻ سان اسم فاعل (مذڪر) ۽ پڇاڙيءَ واري حرف 'ر' تي زير ڏيڻ يا 'و' جي جاءِ تي حرف 'ي' ساڻ زير آڻڻ سان اسم فاعل (مؤنث) ٺهندو آهي، مثال هيٺ ڏجن ٿا:

اسم فاعل (مذڪر):

| | |
|---|---|
| پڄارو | سکھارو |
| پهنار يا پهنارو | لڄارو |
| ڄاڻارو | ليکارو |
| ڏکارو | ولڄارو |

اسم فاعل (مؤنث) جا مثال:

پهنارِ
ڏکارِي
سکھارِي
لڄارِي

۱۱. مصدر جي پڇاڙي حرف 'و' ڪڍڻ سان اسم فاعل (مذڪر) ۽ حرف 'ي' ساڻ زير ڏيڻ سان اسم فاعل (مؤنث) ٺهندو آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

اسم فاعل (مذڪر):

| | |
|---|---|
| اوڳارڻو | ٻڇڻو |
| ٻاسڻو | ڪڍڻو |
| ٻولڻو | ڳائڻو |
| پڇڻو | مڱڻو |
| ڦوڪڻو | وڃڻو |

اسم فاعل (مؤنث):

| | |
|---|---|
| اوڏڻي | ڏڄڻي |
| ٽپڻي | رسڻي |
| پيٽڻي | ڪائڻي |
| ڏسڻي | نچڻي |

۱۲. امر جو لفظ جيڪڏهن (۱) ٻن يا وڌيڪ حرفن وارو آهي ۽ ان جي پوئين حرف تي پيش واري اعراب آهي ته ان جي پٺيان 'ندڙ' پڇاڙي ملائڻ سان، اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً: 'اڏ'، 'اڏر' ۽ 'اڏام' امر جا لفظ آهن جن مان اسم فاعل ٺهندو 'اڏندڙ'، 'اڏرندڙ' ۽ 'اڏامندڙ'. پر جي امر جي پوئين حرف تي زير واري اعراب آهي ته 'ان' جي پٺيان 'يندڙ' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً: 'وَتِ' ۽ 'وَٺاءِ' مان اسم فاعل ٺهندو 'وتيندڙ' ۽ 'وَٺائيندڙ'. مذڪر ۽ مؤنث جي سڃاڻپ لاءِ اسم فاعل جي پوئين حرف تي پيش ۽ زير جو استعمال ٿيندو آهي، مثال هيٺ ڏجن ٿا:

پيش واري امر مان ٺهندڙ اسم فاعل جا مثال:

| | | |
|---|---|---|
| ٻڌندڙ | اُيرندڙ | اپامندڙ |
| ٻرندڙ | اهرندڙ | اجهامندڙ |
| پڙهندڙ | پڪڙندڙ | پرڻجندڙ |
| گهمندڙ | پيئندڙ | سڄائندڙ |
| وَهندڙ | چائندڙ | وسامندڙ |
| هلندڙ | وڪڻندڙ | وڃامندڙ |

(۱) ڪي امر وارا لفظ اهڙا آهن جن جي پوئين حرف تي پيش واري اعراب هوندي به ان جي پٺيان 'يندڙ' پڇاڙي لڳندي آهي، مثلاً: 'آڇ' يا 'آءُ' امر مان اسم فاعل ٺهندو 'ايندڙ'، 'وَڃ' مان اسم فاعل ٿيندو 'ويندڙ' ۽ 'ڪاهُ' مان اسم فاعل ٿيندو 'ڪاهيندڙ' وغيره.

زير واري امر مان ٺھندڙ اسم فاعل جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اڏيندڙ | بخشيندڙ | آپائيندڙ | اوڳاريندڙ |
| (١) ڏيندڙ | ٻوليندڙ | بچائيندڙ | پھچائيندڙ |
| سڏيندڙ | تاريندڙ | پرائيندڙ | چورائيندڙ |
| ڳنڍيندڙ | ڏاريندڙ | سڌاريندڙ | ساراھيندڙ |
| لڏيندڙ | ڳائيندڙ | سنڀاليندڙ | شرمائيندڙ |
| ونڊيندڙ | ماريندڙ | ڪمائيندڙ | ويڙھائيندڙ |

١٣. اسم جي پڇاڙيءَ ۾ حرف 'ر' يا 'ڙ' گڏڻ سان اسم فاعل ٺھندو آھي، مثلاً: 'ڏنڊ' اسم مان اسم فاعل ٿيندو 'ڏنڊر' ۽ 'چوٽي' مان اسم فاعل ٿندو 'چوٽير'. ٻيا مثال ھيٺ ڏجن ٿا:

| | | |
|---|---|---|
| اٽر | (٢) چولير | گوھير |
| ٻنير | ڏاتير | ڳاليھر |
| ٽاھڙ | ڏاڙير | لاتير |
| پاڙھر | ڏيھر | لتير |
| جنير | ڪانير | مالير |
| چڪير | گاڏير | مڇير |

١٤. اسم جي پڇاڙيءَ مختلف پڇاڙيون جھڙوڪ: 'اڙو' 'ئو'، 'آئو'، 'يائو'، 'يچو'، 'يڪو'، 'ولو'، 'يل'، 'يلو'، 'اٺو' يا 'يٺو' وغيره آڻڻ سان اسم فاعل ٺھندو آھي. مذڪر ۽ مؤنث جي تخصيص لاءِ حرف 'و' ۽ 'ي' سان زير استعمال ٿيندا آھن. مثال ھيٺ ڏجن ٿا:

---

(١) اسم فاعل جي ھن ترڪيب ۾ 'ڏي' امر جي پوئين حرف 'ي' تي نه پيش آھي نه زير بلڪ اھو حرف ساڪن آھي؛ ان مان اسم فاعل ٺاھڻ لاءِ ان کي زير وارو امر ليکيو وڃي ٿو.

(٢) 'چولي' اسم مان اسم فاعل ٺاھڻ لاءِ سنڌس حرف 'ي' کي حذف ڪيو ويو آھي.

اسم فاعل (مذکر):

پاڻماڻو    ٻاڙيچو    ٻڙڪيلو    سريلو
جاڻنو    ماڙيچو    جوشيلو    هٺيلو
لوڙياڻو    ويڙهيچو    جهنبولو    پرياڻو
ماڻوڙو يا ماڻو    ڏانئيڪو    ڪاوڙيل    ڳوناڻو
ٽريچو    سانتيڪو    رسيلو    سوُراڻو
پاريچو    ڏاڙيل    روهيلو    ماڻيٺو

اسم فاعل (مؤنث):

ڳوناڻي    ماڙيچي    سانتيڪي
سوُراڻي    پاڻياڻي    رسيلي
ماڻيٺي    جاڻني    روهيلي
ٽريچي    لوڙياڻي    سُريلي
پاريچي    ڏانئيڪي    هٺيلي

١٥. اسم جي پٺيان پڇاڙيون، جهڙوڪ: ’ت‘، ’آتو‘، ’آئتو‘ يا ’ايتو‘ ملائڻ سان اسم فاعل (مذکر) ٺهندو آهي؛ مؤنث جي صيغي لاءِ اسم فاعل جي پڇاڙيءَ واري پيش واري اعراب جي جاءِ تي ’زير‘ ۽ حرف ’و‘ جي جاءِ تي ’ي‘ ساڻ زير استعمال ٿيندي آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

اسم فاعل (مذکر):

(١) پورهيتُ    پيئيتو    سگهائتو    لڄائتو
اثرائتو    جوکائتو    سنڌائتو    مانائتو
پيڙياتو    جوئيتو    سورائتو    مائيتو
پائيتو    ساکائتو    سيلائتو    منڌائتو
ڀوائتو    سانگائتو    ڪمائتو    وڙائتو
(٢) ٽورائتو    سڏائتو    گهريتو    هنڌائتو

(١) ۽ (٢) اسم فاعل جي هنن ترڪيبن ۾ اسم جـو پويون حرف ’و‘ حذف ڪيو ويو آهي.

اسم فاعل (مؤنث)

| | | | |
|---|---|---|---|
| پورهيتڻ | پيئيتي | ڪمائتي | منڊائتي |
| اثرائتي | جسائتي | گهريتي | مائيتي |
| ڀائيتي | سڏائتي | لڄائتي | وريتي |
| ڀوائتي | سوُرائتي | مانائتي | وڙائتي |

٠١٦ اسم جي پٺيان يا ان جي پهرئين حرف ٻويان حرف علت آڻي آخر ۾ 'آر'، 'ڪار'، 'ڪر' 'ڪڙ' يا يا 'اِڪر' پڇاڙين ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي. مذڪر ۽ مؤنث جي فرق ظاهر ڪرڻ لاءِ اسم فاعل جي پوئين حرف تي پيش يا زير واري اِعراب استعمال ٿيندي آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(١) ڏنار
اونار
ٻڪرار
ڏاتار
ريڊار
ڪرتار
(٢) پنهوار
(٣) گنوار
(٤) ميهار
(٥) جهڙاڪار
چترڪار
زيانڪار
نقصانڪار
(٦) هاڃيڪار
رانديڪر
(٧) ڀاڃوڪڙ
(٨) ڀاڃوڪڙ
(٩) رولاڪڙ

(١) هن اسم فاعل جون ٻهون صورتون به آهن، مثلاً: 'ڏنار' ۽ 'ڏرار' يا 'ڏراڙ' جن ۾ حرف 'ڻ' جي جاءِ تي حرف 'ن' يا 'ر' آندو ويو آهي.
(٢) ۽ (٣) هنن ترڪيبن ۾ اسمي لفظ آهن: 'پنهون' ۽ 'گنون'، جن ۾ آخري 'ن' ڪڍيو ويو آهي؛ اهڙي طرح (٤) ترڪيب ۾ پهريون ۽ پويون ٻئي 'ن' حذف ڪيا ويا آهن.
(٥)، (٦) ۽ (٩) هنن ترڪيبن ۾ اسمن جون جدا جدا صورتون آهن: 'جهڙو'، 'هاڃو' ۽ 'رولوُ'، جن ۾ پويون حرف 'و' ڪڍي ان جي جاءِ تي حرف 'ا' ۽ 'ي' آندا ويا آهن.
(٧) ۽ (٨) هنن ترڪيبن ۾ 'ڀاڃوُ' ۽ 'ڀاڃوُ' خود اسم فاعل آهن، پر انهن جي پٺيان 'ڪڙ' پڇاڙي ملائي انهن کي استمراري معنيٰ ڏني ويئي آهي.

مٿين ترڪيبن کانسواءِ هڪ ٻي نرالي ترڪيب آهي جنهن ۾ امر جي پڇاڙيءَ سان حرف علت 'ي' ملائي پڇيان 'ڙيات' پڇاڙي گڏڻ سان اسم فاعل جو صيغو ٺهندو آهي، مثلاً: 'سيکڙيات'.

١٧. اسم جي پڇيان پڇاڙيون، جهڙوڪ: 'آڻ'، 'وان'، 'واڻ'، 'ند' يا 'وند' ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندڙ آهي، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| ٻلوان | وچاوان | آسر وند |
| ڇٽيوان | اڳواڻ | ڀاڳوند |
| ڏنوان | پهلواڻ | صورت وند |
| سٽياوان | پيلواڻ | لڄوند |
| سوپياوان | سرواڻ | مراد وند |

١٨. اسم جي پڇيان يا اسم جو پويون حرف ڪڍي ان جي پڇيان 'ڪ' يا 'دائڪ' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً: 'پرواهه' اسم مان اسم فاعل ٿيندو 'پرواهڪ' ۽ 'ٻڪيا' اسم جو پويون حرف 'ا' ڪڍي باقي لفظ کي 'ڪ' پڇاڙي ملائبي ته اسم فاعل ٿيندو 'ٻڪيڪ'. ٻيا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ڀائڪ | ڦلدائڪ |
| سماجڪ | اڇڪ |
| مرجادڪ | رڇڪ |
| دکدائڪ | رکيڪ |

١٩. اسم جي پڇيان پڇاڙيون، جهڙوڪ: 'سر'، 'سي' يا 'سري' ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً:

پاڙيسريو يا پاڙيسري
جوکيسر
(١) ڌناسيري
ڪوريسر

٢٠. اسم جي پٺيان 'چي' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً:

بندوقچي
توبچي، توپچي
دنبچي يا ذمچي
(٢) ڍنڍورچي
(٣) خزانچي

٢١. امر جي پهرئين حرف پٺيان حرف 'ي' آڻي آخر ۾ 'ڪ' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً: 'لِڪ' امر مان اسم فاعل ٺهندو 'ليڪڪ'؛ يا امر جي ٻوئين حرف سان 'ا' ملائي پٺيان 'ڪ' پڇاڙي ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً: 'رَهُ' امر مان اسم فاعل ٺهندو 'رهاڪ'؛ يا امر جي پهرئين حرف پٺيان حرف 'ي' آڻي ۽ ٻوئين حرف سان 'ا' ملائي آخر ۾ 'ڪ' پڇاڙي گڏڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً: 'تَر' امر مان اسم فاعل ٺهندو 'تيراڪ'. اهڙا ڪي ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| پٺاڪ | چوڙاڪ |
| جٺاڪ | رولاڪ |
| جوٺياڪ | ويڙهاڪ |
| جهيڙاڪ | هوراڪ |

(١) هن ترڪيب ۾ 'ڌن' اسم جي پٺيان حرف 'ا' ملايو ويو آهي.
(٢) ۽ (٣) هنن ترڪيبن ۾ اسم جو ٻوڙون حرف 'و' حذف ڪيو ويو آهي؛ اهي اصل لفظ آهن: 'ڍنڍورو' ۽ 'خزانو'.

٢٢. امر جي پڇاڙيءَ 'ڪ' پڇاڙي گڏڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً:

اڏامڪ سڏارڪ
جاچڪ کائڪ
ڏائڪ ڳائڪ

٢٣. ڪي امر جا صيغا اسم فاعل ٿي ڪم ايندا آهن، يا ڪن جي پڇاڙيءَ حرف پڇاڙي حرف علت جو اضافو ٿيل هوندو آهي، جيئن 'آڏر' امر مان اسم فاعل ٿيندو 'اوڏ'. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

ٿوڙ
ٺڳ
جوڙ
چور (١)
ڪَرُ يا ڪارُ

٢٤. ٻن اسمن کي ملائڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً:

پاتشاهه (٤) گهوڙيسوار
ڪِلمُڪ يا ڪِلمُڪو (٢) وات وڪيل
(٣) گهوڙامنجي هڏ ڏوکي

٢٥. اسم جي پٺيان امر جو صيغو گڏڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً:

---

(١) هي لفظ 'چورائڻ' مصدر مان نڪتل آهي، جنهن مان امر جا پويان حرف 'اءِ' ڪڍيا ويا آهن.
(٢) هن ترڪيب ۾ پوئين اسم ۾ حرف 'و' جو اضافو ڪيو ويو آهي.
(٣) ۽ (٤) هنن ترڪيبن ۾ پهرين اسمن 'گهڙو' ۽ 'گهوڙو' جو پويون حرف 'و' ڪڍي ان جي جاءِ تي 'ا' ۽ 'ي' آندا ويا آهن.

| | |
|---|---|
| پنيءَ ٻوڙ | ڳورپٽ |
| رکپال | ڳنڍيچوڙ يا (١) ڳنڍيچوڙ |
| سرويچ | (٢) مکيچوس |
| ڪٺامار | ڪنڦاڙ |
| گردن توڙ | هٿڦاڙ |

٢٦. اسم جي پڻيان امر جو صيغو ساڻ 'و' يا 'يو' پچاڙي آڻڻ سان اسم فاعل ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ڌوڙڌويو | ياڳپيريو |
| ڪانگ ٽڙو | رنگپريو |
| مس چٽو | سونهيريو |

٢٧. صفت ۽ اسم يا صفت ۽ امر جي مرڪب مان اسم فاعل ٺهندو آهي؛ اهڙي حالت ۾ صفت جو پويون حرف 'و' مذڪر جي حالت ۾ ۽ 'ي' مؤنث جي حالت ۾ حذف ٿيندو آهي ۽ ساڳئي وقت گهڻو ڪري پوئين لفظ جي آخر ۾ حرف علت يا 'يو'، 'ڙو' ۽ 'ڪ' پچاڙيءَ جو اضافو ٿيندو آهي، مثلاً: 'گهڻخيالو' اسم فاعل جو صيغو آهي، انهيءَ صيغي ۾ پهريون لفظ 'گهڻو' صفت ۽ پويون لفظ 'خيال' اسم آهي؛ 'گهڻو' جو پويون 'و' حذف ٿيل آهي ۽ وري اسم 'خيال' جي آخر ۾ 'و' جو اضافو ڪيو ويو آهي. ٻيا اهڙا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

---

(١) ۽ (٢) هنن ترڪيبن ۾ اسم جي پڻيان حرف 'ي' جو اضافو ٿيل آهي.

| | | |
|---|---|---|
| اپيرو | ڪارتهو | گهٽگهرو |
| ٽور ٽانگو | ڪار ڇيو | گهٽمتيو |
| ٽور ڪاٺڪ | ڪار منهون | منگهرو |
| ٽور ڪاٺو | گهٽ اکرو | وڏياڪهو |
| ٽور ويرمو | گهٽ ٻجو | وڏ ڦڙو |
| ٽور ويساهو | گهٽ رسو | وڏ جگرو |
| سوڙهه دليو | گهٽ ڪپالهاٺيو، گهٽ ڪپالهاٺو | وڏ واتيو |

۲۷. ڪي اسم خود اسم فاعل جي صورت ۾ هوندا آهن، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| استاد | ڏٽي | مارو |
| آگو | راڄ | موڙڪ |
| ٻانهو | ڪانڌ | منهاڙو |
| پير | ڪنيار | ميهر |
| جاجڪ | ڪُرُ يا ڪرو | ورُ |
| جت | گولو | ورِلهو |
| چارڻ | لُچ | ويڄ |
| دشمن | لنگهو | هاتڪ |

۲۸. اسم فاعل جي ڪن ترڪيبن ۾ سنڌيءَ جي اسمي لفظن جي پٺيان فارسيءَ جون پڇاڙيون يا فارسيءَ جا امر جا صيغا استعمال ٿيندا آهن. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

فارسي امر جي صيغن سان ٺهندڙ اسم فاعل جا مثال:

| | | |
|---|---|---|
| ٽاڻيدار | چوڪيدار | ڪُرڙيدار |
| ٽڪيباز | ڏٿاليبند | لاڪدار |
| پلتيباز | ڌوتي بند | لچڪيدار |
| جوا باز | سارنگي نواز | لهٽيدار |
| ڦهريدار | سربند | مٺيادار |
| ڦلدار | ڪمدار | مهندار |
| جاگيردار | ڪاٺيدار | وياج‌خور |

فارسيءَ جي پڇاڙين سان ٺهندڙ اسم فاعل جا مثال:

| | |
|---|---|
| چوڙيگر | ڪمانگر |
| (١) رانديگر | ڪاڻگور |
| ڪاريگر | ڪرڙيگور |
| ڪاشيگر | مهٽيگور |

٢٩. سنڌيءَ ۾ فارسي ۽ عربيءَ جا اڪيچار اسم فاعل جا لفظ استعمال ٿيندا آهن جن جا، ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:

فارسيءَ جا اسم فاعل وارا لفظ

| | | | |
|---|---|---|---|
| دل آزار | بختاور | سنگ تراش | حرامخور |
| دل افروز | زورآور | آتش پرست | رشوتخور |
| رونق افروز | دلاويز | بت پرست | شرابخور |
| روح افزا | باربردار | دلپسند | قيامت خيز |
| عزت افزا | پيغمبر | تاجپوش | معنيٰ خيز |
| همت افزا | جانبر | پرده پوش | ايماندار |
| بد انديش | دلبر | چشم پوش | تاجدار |
| دورانديش | جانباز | روپوش | جاندار |
| زهرآميز | دغاباز | سترپوش | خبردار |
| شڪرآميز | سرباز | سبزپوش | دلدار |
| لطيف اندوز | پابند | بادپيما | راهدار |
| درد انگيز | دلبند | خونخوار | زميندار |
| حيرت انگيز | نظربند | نمڪ خوار | شاندار |
| شرانگيز | دوربين | آدمخور | مالدار |
| اشڪ آور | بهتان تراش | چغلخور | رازدان |

---

(١) هن ترڪيب ۾ اسم جي پڇاڙيءَ حرف 'ي' جو اضافو ڪيو ويو آهي، هن جي ٻي صورت 'رانديڪر' آهي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| رياض دان | دلڪش | پاسبان | سود مند |
| سائنسدان | ڪارڪن | دربان | عقلمند |
| قانون دان | عبادت گذار | شتربان | غيرتمند |
| نادان | رهگذر | ڪشتي بان | فڪرمند |
| آبدوز | آتش گير | مهربان | هنرمند |
| زمين دوز | جهانگير | نگهبان | آشنا |
| آرامده | دستگير | شرمسار | بينا |
| جهاز ران | دلگير | غمگسار | دانا |
| دلربا | دامنگير | آبادگار | نابينا |
| ڪهربا | عالمگير | آزمودگار | اندوهناڪ |
| هوشربا | گهگير | خدمتگار | افسوسناڪ |
| تيزرو | رومال | سازگار | المناڪ |
| پيش رو | ريگمال | مددگار | تابناڪ |
| خونريز | تخت نشين | بازيگر | خطرناڪ |
| رنگريز | پرده نشين | بتگر | دردناڪ |
| جلد ساز | جانشين | تونگر | دهشتناڪ |
| دندان ساز | دل نشين | جادوگر | شرمناڪ |
| قانون ساز | ذهن نشين | چاره گر | غضبناڪ |
| ڪارساز | رهنما | زرگر | غمناڪ |
| بت شڪن | قطب نما | ستمگر | وحشتناڪ |
| صف شڪن | حق نواز | سوداگر | هيبتناڪ |
| حق شناس | دلنواز | ارجمند | آئينده |
| روشناس | غريب نواز | آرزومند | تابنده |
| فرض شناس | اخبار نويس | حاجتمند | پاينده |
| سرفراز | عريضه نويس | دردمند | پرنده |
| ڪارفرما | آواره | دولتمند | چرنده |
| آتش فشان | باغبان | رضامند | درنده |

| | | | |
|---|---|---|---|
| بداخلاق | بي پروا | بي نظير | سروقد |
| بدبخت | بي جان | بي نياز | سنگدل |
| بدتميز | بي حيا | بي وطن | شهنشاهه |
| بدحواس | بي خبر | بي وفا | شيردل |
| بدخواهه | بي درد | بي وقوف | گلبدن |
| بدزيب | بي دين | بي همت | همآواز |
| بدصورت | بي رحم | بي هوش | همآهنگ |
| بدظن | بي شرم | بزدل | همدرد |
| بدڪار | بي عزت | تنگ نظر | همدم |
| بدمعاش | بي غيرت | تيزگام | همراز |
| بدنام | بي عقل | پاڪ دامن | همراهه |
| بدنيت | بي بها | خوش خلق | همزلف |
| بي ادب | بي قياس | خوش مزاج | همسفر |
| بي ايمان | بي گناهه | زبان دراز | همشڪل |
| بي باڪ | بي نصيب | سپاهه سالار | همعصر |

(١) عربيءَ جا اسم فاعل وارا لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| باغي | خالق | طالب | غني |
| باقي | خادم | ظالم | قاني |
| باني | راشي | عابد | قاتل |
| تاجر | سالڪ | عاشق | قاصد |
| جاهل | سائل | عالم | قاضي |
| حاڪم | صاحب | غازي | قائد |

---

(١) فارسيءَ جي اسم فاعل جي ترڪيبن ۾ جنس جي تخصيص نه هوندي آهي، پر عربيءَ ۾ جنس جو فرق نمايان هوندو آهي. عربيءَ ۾ مؤنث جي صيغي ۾ آخر ۾ 'ت' جي جي علامت استعمال ٿيندي آهي، مثلاً: 'خادم' مذڪر جو صيغو آهي ته مؤنث ٿيندو 'خادمه'.

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪاتب | ڪريم | معمار | عمّار |
| ڪافر | مدير | منصور | غفّار |
| منڪر | مريض | مڪروهه | مشتّر |
| ناظر | مشهور | خليفه | مبلغ |
| وارث | معين | مبتدي | محدّث |
| والد | مغيث | مجاهد | محقّق |
| واقف | مقيم | مجاور | مخيّر |
| والي | نذير | مجتهد | مدبّر |
| هادي | وزير | محاسب | مصنّف |
| امام | وڪيل | محافظ | معلّم |
| اديب | مجرم | مخالف | مفڪّر |
| امير | محبّ | مرتڪب | مؤثّر |
| امين | محسن | مسافر | موحّد |
| بخيل | مخلص | معتمد | مؤرّخ |
| بشير | مرشد | ممتحن | مؤلّف |
| حسين | مريد | منافق | متعصّب |
| حڪيم | مسلم | منتظم | متڪبّر |
| خبيث | مشرڪ | منتهي | متڪلّم |
| خطيب | مفتي | مهاجر | متوڪّل |
| رحيم | مفلس | جبّار | اولوالامر |
| رفيق | مفيد | جلاّد | اولوالعزم |
| شريف | منشي | حمّال | جليل القدر |
| شهيد | منيب | دجّال | حڪيم الامة |
| صديق | موذي | دلاّل | سليم العقل |
| ضعيف | مؤمن | رزّاق | شريف النّفس |
| طبيب | سلطان | ستّار | ذوالجلال |
| عزيز | محتاج | سيّار | ذوالجناح |
| عظيم | مختار | صرّاف | ذوالقرنين |
| قدير | مشتاق | عطّار | ذي شعور |

اسم فاعل جو استعمال:

”ڪالهه ڳڌيوسون ڪاپڙي بابـــو ٻيڪاري،
ڏيئي ڏيـــڪـــاري ڦٽـــي دل فقير ويـــو.“
(شاهه: مومل راڻو)

”قول پڄهنديس ڪيئن، جي ٻڌم ٻيلاڻن سان.“
(شاهه: ديسي)

”اُڀهين ڪج پاڻٺي جنهن ٻر پرينءَ مڙان.“
(شاهه: سامونڊي)

”ڏوروڏيرهي ٿيءُ، وڃـڻ ويـــرم نه سهي.“
(شاهه: معذوري)

”جوڳي جال ڏنام، ٻر ڪو ڪوليي ڪاپڙي.“
(سچل: جوڳ)

”جت ڳڌجئي جوهري، ماڻڪ تتهين مٽ.“
(شاهه: سراڳ)

”جهانگي جهڻ پياڪ، ناهن شربت هيروان.“
(سچل: ڪنپاٽ)

”توڻي ڏوٻي ڌوءِ، نه ٻه لالي انهن نه لهي.“
(شاهه: مومل راڻو)

”ڪڏهن ڪانهه سٽي ته ڪا سڳهي ڳڌي سجڻين.“
(شاهه: حسينيءَ)

”ڪانڌي ڪنگ ٿياس، وهـڻ جنازر سهٽي.“
(شاهه: سهڻي)

”وچان ڪيئن وران، ڪنڌيءَ منهنجو ڪارڻي.“
(شاهه: سهڻي)

”ڪاهوڙي ڪجڻ، پسيو پورهيت ويسرا.“
(شاهه: ڪاهوڙي)

"**مڇتي** ساري، ڪُونهي داد دريــاهَ ۾."
(شاهه: سهڻي)

"**تارو** تــريـو وچ، ننڍا وڏا واهــڙا."
(شاهه: سراڳ)

"وڃي مهر نئين وٽ مٽ جي **ٻارڪو** پارس جا."
(شاهه: سراڳ)

"**گهاٽو** گهر نـــہ آئيا، وڏي لڳين وار."
(شاهه: گهاٽو)

"**ٻورو** اٿين نہ پائي تہ لوڪ **لاڏائو** ساعت جو."
(شاهه: مارئي)

"پاٺهين **لوڙائو** تــيــن پاٺهين دانهون ڪن."
(شاهه: سراڳ)

"الـــڙ ٿي م آڇ تــون **واڻهڙن** وائــي."
(شاهه: ٻروو سنڌي)

"سارنـگ سار لهيج الله لـڳـــ **آڇين** جي."
(سچل: سارنگ)

"سارِيو توکــي ساهہ **اڪنڍيو** آهون ڪري."
(شاهه: سسئي)

"مــونـکي ڏنءَ ڏيمي **ٻوليو** ڏيت قـــراريو."
(شاهه: مومل راڻو)

"ڏو درَ آيس **راڇيا** پيا در ڏيمي ٻـــن."
(شاهه: سورٺ)

"**سونهان** سڏيون ڏين **ديواني** درياهہ جون."
(شاهه: سراڳ)

"**ڏڪاريا** ڏيهہ مــاڻ **موڏي** سڀ مـــون."
(شاهه: سارنگ)

”ور ري **وانڍين** اڏيا، پکا سي مَ پسن.“
(شاهہ: سارنگ)

”سي **ٻوچارا** ٻُر ٿما، سمنڊ سوريو جن.“
(شاهہ: سراڳ)

”سکن ٿيون **سهاڳڻيون** سوڍا تنهنجي سٽ،
مون تان لاهہ مَ هٿ، **ڪامل ڏٺي** ڪاڪ جا.“
(شاهہ: سورٺ)

”اڇي **ڪوهيارا** ڪر، دلاسو **دلگير** کي.“
(شاهہ: حسيني)

”**گهڙن واريون** ترڻ تي گهرن گهٽيءَ.“
(شاهہ: سهڻي)

”مون تَنَ اندر تئن وهي، جيئن وڻ وڍي **واڍو**.“
(شاهہ: ڪوهياري)

”**ڏکيون** جان نہ مڙن تان تان پنڌ نہ ٿئي،
**پڻ واريون** پڌريون ڳاڙها ڳل سنڌن،
پيون هٿين هٿ هڻن، رنڌيون **رڻ واريون**.“
(شاهہ: حسيني)

”**قدر وارا** ڪم ٿيا، ڪتا **خريدار**،
پاٽيئڙا جي **پرکڙا** ويا سي **وينجهار**.“
(شاهہ: سراڳ)

”ستين سنجهيءَ وڄ ڪوندہ **ويسلا**،
وير وري ويٺي **آسارن** تان اوچتي.“
(شاهہ: سراڳ)

”ڏنم **ڏونگريا**، کوري هيس جنجي.“
(شاهہ: حسيني)

”عمر اڇا ڪپڙا، **ڪاڏياريون** ڪيئن ڪن.“
(شاهہ: مارئي)

”اڄ پڻ وايون ڪن **وڻجارا** وڃڻ جون،
**هلڻهارا** سپرين رهڻان تان نه رهن.“
(شاهه: سامونڊي)

”پيچي آئين **پڇڻا** لڄايئي مون يار.“
(شاهه: ڪيڏارو)

”مال نه مڱي **مڱڻو جاچڪ** گهري جيءُ.“
(شاهه: سورٺ)

”ڪو **ڳنڍيندڙ** هوءِ ته پريت پراڻي نه ٽٽي.“
(شاهه: حسيني)

”تان سوران ئي سهيج جان **لاهيندڙ** ڪولهين.“
(شاهه: رپ)

”سيسي سي گهرن، جي واڍيندڙ وچ ۾.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”ڪاتيءَ ڪونهي ڏوهه، ڳن **وڍيندڙ** هٿ ۾.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”وڪر ڏيرون ڏير پر **وهائيندڙ ويسرا.**“
(شاهه: سراڳ)

”منهنجو **پاڙيچڻ** ڪچو ڪونه ڏڪيو.“
(شاهه: حسيني)

”سي **چلولا** چڻجن جي در در لائن دوستي.“
(شاهه: بروو سنڌي)

”نڪي تيمان سڱ ۾، نڪي **سڱيٽي**،
آهيان **ڪميٽي**، ذات ٻاروچي نه جڙان.“
(شاهه: حسيني)

”**ويڙهيچڻ** وري ڪر نه لڏي ڪڏهين.“
(شاهه: مارئي)

”الاڪانڌ اچي، **آسائتي** آهيان.“
(شاھ : سامونڊي)

”**ٻهڙيانا** ٻيئي ڳالهيون تو نہ ڦٻنديون.“
(شاھ : سراڳ)

”ٻيڙي ٻڌ ٻيهار، **سورائتي** سنڌرو.“
(شاھ : حسيني)

”**مُنڌائتي** مينهن جي ڪيوڻ نہ ڪوتي.“
(شاھ: سارنگ)

”پلا ٻيري ٻر، پالهو پاند **ڀهنار** جو.“
(شاھ : سورٺ)

”ستر ڪر **ستار**، آءٌ اگهاڙي آهيان،
ڍڪج **ڍڪڻهار** ڏيئي پاند پناھ جو.“
(شاھ : ڏاھر)

”اصل هيو نہ اهڙو، **مڱڻو مڱڻهار**.“
(سچل : سورٺ)

”جنهنجو آرياڻي **اڳواڻ** تنهن کي ڪانهي ٻاڪ ٻهير ۾.“
(شاھ : ديسي)

”وڻج وهائيج سڀ **سوداگر** سچ جو.“
(شاھ : سراڳ)

”ننگو ڪج نہ **نڌر** کي نماڻين ننگ ڌال.“
(سچل : سارنگ)

”**ڏاهن** ڏاهپ وسري ٿيا **حريف** ٿي حيران.“
(شاھ : ديسي)

”ڪڙي ڪيف خماريا، مٿي پي **موالي**.“
(شاھ : مومل راڻو)

”ٻڌندي ٻوڙن کي ڪي **هاڪ** هٿ وجهن.“
(شاهه: سهڻي)
(شاهه: حسيني)
”**ڪامل ڪشيتبان** وچ ۾ ڳڏين **واهرو**.“
(شاهه: سراڳ)
”ڪتو ڪرتي هڏيون، **جوانمرد** جگر ڪاءِ.“
(شاهه: معذوري)
”ايءُ عشق جو آچار جو **ڏانهن ديوانا** ڪري.“
(شاهه: ڏرو سنڌي)
”آهيان **عيبدار**، سڪان تي سهاڳ ڪي.“
(شاهه: ليلان چنيسر)
”**ڏاتار** ۽ **مڱڻي** ڪو نه وسيلو وچ.“
(شاهه: سورٺ)
”بيحد ٻاگو بحر ۾ **هيبتناڪ** هزار.“
(شاهه: سهڻي)
”**دردمندا** درياهه ۾ واڪا ڪيو ورن.“
(شاهه: سهڻي)
”جو ملڪ جو **مهندار** سو مولي موڪلي منيڙئين.“
(شاهه: ديسي)
”سيڙائي **سرفراز** ميون ڪندو مڱڻي.“
(شاهه: سورٺ)
”اول الله **عليم** اعلي عالم جو ڌڻي.
**قادر** پنهنجي قدرت سين **قائم** آهه **قديم**،
**والي واحد** وحده **رازق رب رحيم**.“
(شاهه: ڪلياڻ)
”تون **حبيب** تون **طبيب** تون درد جي دوا،
**صاحب** ڏي شفا مين **مريضن** کي.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”**عاشق** زهر **پياڪ**، وهه ڏسي وهسن گهڻو،
ڪڙي ۽ **قاتل** جا هميشه **هيراڪ**.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”ڳاڙيندي ڳوڙها جت **شاهد** ٿيندءِ سامهان؛“
(شاهه: ڪلياڻ)

”**غافل** غفلت ڇوڙ، تون ڪيئن **اٺاسي** اوجهرين.“
(شاهه: کوهياري)

”**ڪاتب** جو لکن، سو متان ويڄ ورائيين.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”ايءَ ڳت **غواص** جئن سمنڊ سوجهيائون.“
(شاهه: سراڳ)

”جي **صراف** لڌيو ته تون پڻ لڌج سون.“
(شاهه: سراڳ)

”سي مر روئو رون، جن **مسافر** سپرين.“
(شاهه: سسئي)

”جئن **جت** ڏاران **معذور** جو مس ٿئي.“
(شاهه: سسئي)

”ات ڪا **معلم** حاڄ، جت **پورڻ وارو** پاڻ ڏئي.“
(شاهه: سراڳ)

”**مفتي** منجهه وهارته **قاضيءَ ڪاڻيارو** نه ٿئين.“
(سچل: يمن ڪلياڻ)

”مات ڪريان ته **مشرڪ** ٿيان ڪچان ته **ڪافر**.“
(سچل: آسا)

”**واقف** جي وڻڪار جا وٺن تني جي سڌ.“
(شاهه: سسئي)

”سو ڪانگم **قاصد** ڪر، جو سڌا ڏونديءَ ڏونديءَ ڪي.
(شاهه: پورب)

**بدبخت** اهو آهي جو پنهنجي خالق کي وساري ويهي.

**بدسيرت** واري کان **بدصورت** چڱو آهي.

**ٻاڙيسريءَ** جا حق چڱي طرح ادا ڪرڻ گهرجن.

**حرامخور** کي ڪڏهن به دل جو سڪون نصيب نه هوندو آهي.

**ڪاريگر ۽ هنرمند** ماڻهو هوندو ته ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگيندو.

"لٽر وڃي **جهڪر** کي."

**هٺڦاڙ** ٿيڻ **بي عقل** جو ڪم آهي.

قوم جو فڪر ۽ عمل **همآهنگ** هئڻ گهرجن.

(۱۹) (۱) **اسم مفعول:** اهو اسم جو مصدر مان مشتق هجي ۽ جملي ۾ فاعل يا مفعول طور ڪم اچي سگهي، تنهن کي اسم مفعول چئبو آهي. اسم مفعول به مفعول کان ڌار آهي، ڇاڪاڻ ته مفعول جملي ۾ فقط مفعول ٿي ٿي رهندو آهي.

---

(۱) اسم مفعول، اسم حاليه ۽ اسم استقبال جو تعلق اگرچ فعل سان زياده آهي ۽ انهن جو بيان فعل واري باب ۾ ڏيڻ گهربو هو، پر ڇاڪاڻ ته مذڪور صيغن مان ڪو به اسم جي نمائندگي ڪري سگهي ٿو، تنهنڪري انهن جو ذڪر اسم جي باب ۾ ڪيو ويو آهي.
اسم فاعل توڙي اسم مفعول جي تعريف يا انهن جو استعمال ساڳيو آهي، پر انهن جي ترڪيبي صورت علحدي آهي.

اسم مفعول جي ٺهڻ جا مختلف طريقا هيٺ ڏجن ٿا:
سنڌيءَ ۾ اسم مفعول جي بناوت گهڻي ڀاڱي ڪن جامع ۽ خاص اصولن ۽ قاعدن تي ٻڌل ناهي، جيئن هيٺ ڄاڻايل ترڪيبن ۽ مثالن مان ظاهر آهي.

١. عام طرح مکيه فعل (امر) جي پڇاڙيءَ 'او' يا 'يو' پڇاڙي فاعلي حالت ۾ ۽ 'اي' يا 'يي' عام صورت ۾ ڳنڍڻ سان اسم مفعول ٺهندو آهي، مثلاً:

| مکيه فعل | فاعلي حالت | عام صورت |
|---|---|---|
| اچ | آيو، آئي | آئي |
| پس | پسيو | پسئي |
| جڙ | جڙيو، جڙي | جڙيي |
| ڇهُ | ڇهو | ڇهئي |
| سڏ | سڏيو | سڏيي |
| ڪر | ڪيو يا ڪريو | ڪئي |
| مر | مئو يا ميو، مئي | مئي |
| ني | نيو | نئي |
| وڃ | ويو، وئي | وئي |
| هل | هليو، هلي | هليي |

فعل جيڪڏهن لازمي آهي ته فاعلي حالت ۾ مذڪر ۽ مؤنث جا جدا جدا صيغا استعمال ڪرڻا پوندا، پر متعديءَ جي حالت ۾ صيغو ساڳيو رهندو، جيئن مٿين مثالن ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

٢. فعل جي زمان ماضي مطلق جي واحد غائب واري صيغي جي پوئين حرف علت ڪي ڪڍي ان جي جاءِ تي حرف 'ل' آڻڻ سان اسم مفعول ٺهندو آهي، مثلاً: 'ڇه' مصدر

جو ماضي مطلق واحد غائب جو صيغو آهي 'آيو'، جنهن مان اسم مفعول ٿيندو 'آيل'. اهڙا ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڏيل | ڏيڙيل | ڏٺل | لٿل |
| ٻيٺل | تريل | سڙيل | نڪتل |
| پڏل | پڙهيل | ڪٽل | وڌيل |
| پٽل | ڦٽيل | ڪٺل | هاريل |

اسم مفعول جي مٿين صيغن ۾ عدد ۽ جنس جي ڦيرگهير لاءِ ضروري اعرابون يا علامتون استعمال ڪيون.

هن قسم جي اسم مفعول جي ترڪيب فاعلي نسوڙي عام صورت ۾ هڪجهڙي هوندي آهي.

۳. اسم مفعول جي ٻين جون (۱) ٻيون به ڪي صورتون آهن، جن ۾ پڇاڙيون جدا جدا قسمن جون لڳنديون آهن؛ اهي پڇاڙيون هي آهن:

تو، ٿو، ٺو، دو، ڏو، ڪو، ڳو، نو ۽ ڻو.

هرهڪ جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

---

(۱) سنڌيءَ ۾ ڪي فعل اهڙا هوندا آهن، جن جي مصدرن مان جيڪڏهن اسم مفعول يـا ماضي مطلق جوڙبو ته مشتق فعلن جي بنيادي صورت قائم نه رهندي، مثلاً: 'ڏسڻ' مصدر مان اسم مفعول ٿيندو 'ڏٺو'؛ هن ترڪيب ۾ حرف 'س' حرف 'ٺ' ۾ متجي ويو آهي.

اصل ۾ سنسڪرت جي اسم مفعول جي پڇاڙي 'ت' آهي، جا ذاتي ڪمزوريءَ جي ڪري بدلجي ت، ٺ، د، ڏ، ڪ، ڳ، ن، ڻ ۽ ي ٿي پيئي آهي.

'تو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جون ترڪيبون:

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ٻڌتو | متو | لاتو | ورھتو | ڪٺتو |
| ڏتو | پاتو | ڪيتو | چٽتو | پوتو |
| رتو | ڇاتو | ليتو | رٽتو | ڏوتو |
| ڪتو | ڏاتو | نڪتو | سٽتو | پيٺتو |

٣ 'تو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جا مثال:

| | |
|---|---|
| لتو | ڪيتو |
| ڦاتو | ڪٺتو |
| لاتو | ڳٺتو |
| ڦيتو | ڳيٺتو |

'ٺو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جا مثال:

| | |
|---|---|
| ٺٺو | ڪٺو |
| ڏٺو | مٺو |
| سٺو | وٺو |
| ڪٺو | ٻيٺو |
| ڏاٺو | پيٺو |
| آٺو | پيٺو |
| رٺو | ويٺو |

'ڊو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جا مثال:

وڊو
آنڊو
رڊو

'ڌو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جا مثال:

ڏڌو کڌو
لڌو وڌو
ڪاڌو پڙڌو
سڌو ڏڌو

'ڪو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جا مثال:

پڪو
مُڪو

'ڳو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جا مثال:

ڀڳو ڇڳو
لڳو ڏڳو
وڳو پڳو
پڳو پڳو

'نو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جا مثال:

پنو پنو
ڏنو پنو
ڦپنو رنو

'ٺو' پڇاڙيءَ سان ٺهندڙ اسم مفعول جا مثال:

آکهاٺو وڪاٺو
سماٺو آپاٺو
ساماٺو آجهاٺو
ڪاٺو آڏاٺو
وساٺو ڪوماٺو

٤. سنڌيءَ ۾ فارسي ۽ عربيءَ جا اسم مفعول جا صيغا
به عام طرح استعمال ۾ ايندا آهن، جن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:
فارسيءَ جي اسم مفعول جي صيغن جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آراسته | برگزيده | پيوسته | فرسوده |
| آزرده | پراگنده | داشته | ڪشته |
| آزموده | پرورده | دانسته | ڪشيده |
| آشفته | پسنديده | رنجيده | ڪنده |
| افسرده | پوشيده | شڪسته | مرده |
| بوسيده | پيچيده | شگفته | وابسطه |
| بازآمده | ناديده | خوارشده | آسيب زده |
| تنگ آمده | بازرسيده | ذليل شده | ستمزده |
| حواس باخته | عمررسيده | مسخ شده | غمزده |
| دل برداشته | خود ساخته | منسوخ شده | قحط زده |
| ناخواسته | استعمال شده | دل شڪسته | پس مانده |
| شڪست خورده | تحريرشده | آتش زده | باز يافته |

(١) عربيءَ جي اسم مفعول جي صيغن جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| مجذوب | معذور | محرّم | مذبذب |
| مجروح | معشوق | مرڪّب | مستثنيٰ |
| محڪوم | مقبول | معزّز | مستحڪم |
| مخدوم | مقتول | مقرّب | مستعمل |
| مرحوم | منظور | منظّم | منجمد |
| مردود | منظوم | متغيّر | منحرف |
| مصروف | مرسل | متفرّق | منحصر |
| مظلوم | ملزم | متزلزل | مندرج |

(١) فارسيءَ جي ترڪيبن ۾ جنس جو فرق نہ هوندو آهي، مگر عربيءَ ۾ مؤنث جي تخصيص لاءِ آخر ۾ 'ت' جي علامت استعمال ٿيندي آهي، جيئن 'مرحوم' مان مذڪر جي مراد آهي ۽ مؤنث جي ترڪيب ٿيندي 'مرحومة'.

اسم مفعول جو استعمال:

”آڻ نہ وڃي وڪ سين، **ٻڌو** چري نہ پور.“
(شاهہ: ڪنڀات)

”ايءَ سانئڻ جو سبب، جيئن **ٻڌا** ڪيڏي ٻارمان.“
(شاهہ: سراڳ)

”هنئين هوند مٺيءِ، پر **ٻڌيءَ** جا ٻڌا تيا.“
(شاهہ: سهڻي)

”جت **ٻڪو** ٻرزا ٿئي تت ڪچو ڪندو ڪيئن.“
(شاهہ: سهڻي)

”مونکي جياريوءِ، پرينءَ جي ڳالهہ ڪري،
**ٻڌو** اڄ اڌيوءِ، هنيڙو ڪوٺ هرج جٺن.“
(شاهہ: سامونڊي)

”**ڏيايون** نہ ڏاپن، پسڻ سنجهان پرينءَ جي.“
(شاهہ: آسا)

”**ستا** اٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري.“
(شاهہ: ڏهر)

”عاشق **معشوقن** جو وٺي وهج سهر.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”ماٺ ڪريو ماريون، تہ **ڪهيو** سٺان ڪانگ جو.“
(شاهہ: پورب)

”جيم وڃائين مور، **ڪليو** تنهنجو ڪهوريو.“
(شاهہ: سراڳ)

”ڦريا ٻنسي ڦيڻ، **ڪريڻ** ڪير نہ چکيو.“
(شاهہ: ڏهر)

”**ڪاڙهيون** لونيون اکيون، **ڪنيون** ڪين ڪڇن،
**هنيون** ماٺ نہ ڪن، **هنيون** رهن نہ هوتري.“
(شاهہ: حسيني)

”عشق آهي نانگ، خبر **ڪاڏن** ڪي پوي.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”سڳهن سڌ نہ سور جي، تہ **گهايل** ڪيئن ڳهارين.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”نئون **لکيو** آيو، پرينءَ سندي پار جو.“
(سچل: ڀيروي)

”**لکئي** منجهان ليک، ذرو ضايع نہ ٿئي.“
(شاهہ: معذوري)

”ماس هن **مٿل** جو، آمين مهمانيءَ.“
(سچل: ڪوهياري)

”منزلون مٿين جون **معذور** ڪي مارين.“
(شاهہ: سسئي)

”ڪوهيارو ٿي ڪات، **ميون** سارڻ آئيو.“
(شاهہ: حسيني)

”**وڍي** ٿي وايون ڪري، **ڪٺل** ڪوڪاري.“
(شاهہ: معذوري)

”ڪو جو قهر ڪٺن ۾، **ويا** ڪين ورن.“
(شاهہ: سهڻي)

”**وينهن** ناهہ وراڪو، **سٽين** ڪونهي سنگ.“
(شاهہ: سسئي)

”پاهڻ ۾ پاٿي، **هاريون** هارڻ آئيون.“
(شاهہ: حسيني)

”**پڳو** ٿي پير، جانسين **رڌو** راس ٿئي.“
(شاهہ: ڪاپائتي)

'حقيقت **پوشيده** نه ٿي رهي.'

'لاڳيتي مصيبت جهڙي تهڙي ماڻهوءَ کي **حواس باخته** ڪري ڇڏيندو آهي.'

'وقتي ناڪاميءَ تي **دلشڪسته** نه ٿجي.'

'**عمر رسيده** ماڻهوءَ جو احترام ڪرڻ گهرجي.'

'ڪا نه ڪا ڳالهه هر اصول کان **مستثنيٰ** هوندي آهي.'

'**مظلوم** جي آهه جو جلد اثر ٿيندو آهي.'

'آخرت جو ڇوٽڪارو انسان جي عملن تي **منحصر** آهي.'

'آزاديءَ کي برقرار رکڻ لاءِ قوم جو **منظم** رهڻ ضروري آهي.'

'حضرت يوسف مصر جي بازار ۾ **وڪاڻو** هو.'

اسم مفعول عطف طور به ڪم ايندو آهي، يعني جملي ۾ بيان ڪيل عمل جي سلسلي کي ڳنڍڻ جو ڪم ڪندو آهي، جيئن هيٺين مثالن مان ظاهر آهي:

"**اجهامڻو** ٻرن، تو کي **سارڻو** سڄڻين."
(شاهه: رپ)

"**اڇڻو** پون آڙاهه ۾، سر جو سانگ نه ڪن."
(سچل: آسا)

"**ٻارڻو** آجهائين ٻرين، **اجهاڻو** ٻارين."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”پاڙيو ويـنـي ٻاڙ، جوڪي لکيو لـوح ۾.“
(شاهہ: سهڻي)

”پڙهيو کـنـي پار، جهنگل آهيڙين کـي.“
(شاهہ: ڪاموڙي)

”سي لڄايـون لڄن، ڏسيو عيب اکيان.“
(شاهہ: مومل راڻو)

”وهڻ وهہ ٿيوم، جاڳيو ٿي جر هاريان.“
(شاهہ: مومل راڻو)

”پاند جهليو تون پڻ، هن سونهاري سـڱ ۾.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”ڪاڙهو ڪاڙهو سـور، لوچيو لڇيو اٿيان.“
(شاهہ: رپ)

”سنهيا سيڻن جا چـوٽيءَ چڙهيو ڏيـن.“
(شاهہ: پورب)

”اڄ ٻـڻ اکڙيون، ساريو رون سڄڻ کي.“
(شاهہ: بروو سنڌي)

”سٺوڙي سيج گهرين، جفا ڏٺون نہ جان.“
(شاهہ: آسا)

”ايءَ ٻڻ ڪوڙي سڏ، جئين ڪليو ڪاڙو-سمهين.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”ڪڍيو ڪارن ۾ اچـن، درا ۽ دويـون:“
(سچل: ڪلياڻ)

”ڪارايـل ڪارن کـي ڳاراڪيو ڳهن.“
(شاهہ: ڪارايل)

”نانگا ٿـيا نهال، لڪا پڻ لـوڪ ۾.“
(شاهہ: رامڪلي)

”پارس لڳي سون ٿيون، لوهائيون لوريون.“
(سچل: ڪليات)

”ويڙهيا گهمن ولئين جهانگي منجهه جهنگن.“
(شاهه: مارئي)

”هاڄاڪيو حمير، بالله نه ٿيو بند ۾.“
(شاهه: مارئي)

اسم مفعول صفت به ٿي ڪم ايندو آهي. چند مثال هيٺ درج ڪجن ٿا:

”اڃي عزرائيل سڻي جاڳائي سمٽي.“
(شاهه: حسيني)

”ڪاهي ڦاڙو ڪنجرو، مٿو اگهاڙو.“
(شاهه: حسيني)

”مٺي مٿي مهراڻ ۾ پسؤ ٿيو ڏيٺي.“
(شاهه: سهڻي)

”هاريا ويچ مياس، سڏ نه لهين سور جي.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

’اهو ڪي ڪجي جو آئيءَ ويل ڪم اچي.‘

’ڏٺي مک ڪو ڪونه ڳهندو آهي.‘

’اجڙيل آسن ۽ ڦٽل اهڃاڻ ماضيءَ جو داستان ٻڌائيندا آهن.‘

بعض حالتن ۾ اسم مفعول ظرفي صورت ۾ به استعمال ٿيندو آهي، مثلاً: چاڙي ٻجهي يا چاڙي واڙي، ڏسي واڏسي، وري ورجي يا وريو وريو وغيره، اهي لفظ ظرف ٿي ڪم ايندا آهن.

**(٢٠) اسم حاليه:** اهو مشتق لفظ جو جملي ۾ فاعل يا مفعول جُو حال يا ڪيفيت بيان ڪري ۽ اسم تي حڪم اچي، تنهن کي اسم حاليه چئبو آهي. اسم حاليه صفت وانگر اسم سان هر حالت ۾ موافق رهندو آهي.

اسم حاليه بنائڻ جا طريقا:

١. اصل يا مکيه فعل جي پوئين حرف تي 'پيش' هجڻ جي حالت ۾ سندس پٺيان 'ندو' پڇاڙي مذڪر لاءِ، 'ندِي' مؤنث لاءِ ۽ 'زير' هجڻ جي حالت ۾ مذڪر لاءِ 'يندو' ۽ مؤنث لاءِ 'يندِي' پڇاڙي گڏڻ سان اسم حاليه ٺهندو آهي، مثلاً: 'رَهُ' فعل مان اسم حاليه جو صيغو ٺهندو 'رَهندو' يا 'رهندِي' ۽ 'لڏِ' فعل مان اسم حاليه ٺهندو 'لَڏيندو' يا 'لڏيندِي'. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

پيش واري فعل مان ٺهندڙ اسم حاليه (مذڪر) جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اُٿندو | ٽِڙندو | چَڙهندو | ڪِرندو |
| ٻَچندو | ٺَرندو | ڊُکندو | گهُرندو |
| ٻُڏَندو | پَڙهندو | ڏُکندو | لُٽندو |
| ٻَرندو | ڦاسندو | رسندو | مَرندو |
| پَچندو | جُڙندو | ڪُڇندو | وَرندو |
| ڌَرندو | چاڙندو | ڪٽندو | هَلندو |

اسم حاليه (مؤنث) جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اُڏندِي | چَوندِي | ڪُسندِي | وَڌندِي |
| ٻُڏندِي | ڏَکندِي | کِلندِي | وَرندِي |
| پَچندِي | ڊِڄندِي | گهِرندِي | وَسندِي |
| ڦَرندِي | رَسندِي | لِڪندِي | وَهندِي |
| ٺَرندِي | سَڙندِي | لَهندِي | هِرندِي |
| چَڙهندِي | ڪُڇندِي | مَرندِي | هَلندِي |

زير واري فعل مان ٺهندڙ اسم حاليه (مذڪر) جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڏريندو | ٻاڙيندو | ڏاريندو | لاهيندو |
| آڻيندو | ٻوڪيندو | ڏاهيندو | لوچيندو |
| ٻاريندو | ڦاڙيندو | ساڙيندو | ماريندو |
| پرريندو | جهڙيندو | ڪاهيندو | ماڻيندو |
| ترڙيندو | جاليندو | ڪاريندو | نهاريندو |
| ٿاهيندو | چاڙهيندو | ڳاريندو | هاريندو |

اسم حاليه (مؤنث) جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڻيندي | ٻاليندي | ڏوريندي | ڳاڙيندي |
| ٻاريندي | جاليندي | ساريندي | ڳوليندي |
| ٻانئيندي | چٽيندي | ڪاهيندي | ماڻيندي |
| پرريندي | چاڙهيندي | ڪوٺيندي | هاريندي |

استثنيٰ: ڪي مڪيه فعل اهڙا آهن جن جي پوئين حرف تي اگرچ پيش جي اعراب هوندي آهي، پر انهن جي اسم حاليه جي ترڪيب ۾ 'يندو' يا 'يندي' پڇاڙي استعمال ٿيندي آهي، مثلاً: 'اچ' يا 'آءُ'، 'ڪاهُ' ۽ 'وَڃ'؛ انهن جي اسم حاليه جي صورت ٿيندي 'ايندو'، 'ڪاهيندو' ۽ 'ويندو'. مؤنث جي صيغي لاءِ 'ي' جو استعمال ٿيندو. وري ڪي فعل آهن جن جي پوئين حرف تي 'زير' هوندي آهي، پر اسم حاليه جي ترڪيب ۾ 'ندو' يا 'ندي' پڇاڙي استعمال ٿيندي آهي، مثلاً: 'ڪَرِ' فعل مان اسم حاليه ٿيندو 'ڪندو' يا 'ڪندي'؛ حرف 'ر' حذف ٿي ويل آهي. انهيءَ جي صورت 'ڪريندو' به آهي، پر ان جو استعمال عام طور ڪونه ٿيندو آهي.

’ڏي‘ ۽ ’ني‘ اهڙا فعل آهن جن جو پويون حرف ’ي‘ ساڪن آهي، پر اسم حاليه ٺاهڻ لاءِ انهن سان ٻه زير وارن فعلن جو قاعدو لاڳو ٿيندو ۽ انهن جو اسم حاليه جو صيغو ٿيندو ’ڏيندو‘ ۽ ’نيندو‘.

اهڙا فعل جن جو پويون حرف همزه (ء) هوندو انهن جي اسم حاليه جي ترڪيب ۾ هميشه ’يندو، يا ’يندي‘ پڇاڙي استعمال ٿيندي، مثلاً: ’اَڏاءِ‘ ۽ ’سَتاءِ‘ فعل جو اسم حاليه مذڪر جو صيغو ٿيندو ’اَڏائيندو‘ ۽ ’سَتائيندو‘ ۽ مؤنث جو صيغو ٿيندو ’اَڏائيندي‘ ۽ ’ستائيندي‘، ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آپائيندو | پرائيندو | ڏِڪائيندو | لَڄائيندو |
| آڏائيندو | پَسائيندو | رَسائيندو | لِڪائيندو |
| آجهائيندو | جاڳائيندو | سَڄائيندو | مَلهائيندو |
| آڳهائيندو | جَلائيندو | ڪَمائيندو | وَڏائيندو |
| ٻٽائيندو | جوڙائيندو | ڳائيندو | وَرائيندو |
| پُڄائيندو | ڏڪوئيندو | ڳالهائيندو | وَسائيندو |

اسم حاليه مؤنث جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آجهائيندي | رُلائيندي | لِڪائيندي | واجهائيندي |
| پُڄائيندي | ريجهائيندي | مَڄائيندي | وِڃائيندي |
| پَڇتائيندي | ڳائيندي | مَلهائيندي | وَسائيندي |
| پُسائيندي | لَڄائيندي | نِوائيندي | وَهائيندي |

٢. مجهولي حالت ۾ مڪيه فعل جي پٺيان ’ٻو‘ پڇاڙي مذڪر جي صورت ۾ ۽ ’ٻي‘ مؤنث جي صورت ۾ ملائڻ سان اسم حاليه ٺهندو آهي، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| ٻاڙٻو | ڏارٻو | ڪَڏٻو |
| پِسٻو | ڏِسٻو | ڳولٻو |
| ٻوڪٻو | ڪَٽٻو | ليکٻو |

مؤنث جو صيغو:

| | | |
|---|---|---|
| ٻاريي | ڏسيي | ڪٽيي |
| پسيي | ساريي | ڳڏيي |
| ڏاريي | سڏيي | لهڪيي |

۳. اسم حاليہ معطوفي ۽ ظرفي صورت ۾ اختيار ڪندو آهي، مثلاً: ايندي، ڪندي، گهمندي، ويندي، آڏندي ۾، ايندي ۾، گهمندي ۾ وغيره.

اسم حاليہ جو گردان:

| جنس | فاعلي حالت | | عام صورت | | مجهولي صورت | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع | واحد | جمع |
| مذڪر | ڏيندو | ڏيندا | ڏيندي | ڏيندن | ڏبو | ڏبا |
| مؤنث | ڏيندي | ڏينديون | ڏينديءَ | ڏيندين | ڏبي | ڏبيون |

اسم حاليہ جو فاعلي ۽ عام صورت ۾ استعمال:

”ايندن پڇي خبرون، ويندن پيرين پوء.“
(شاهه: حسيني)

”پڇنديون پاريون، وري وٿاڻ آئيون.“
(شاهه: سارنگ)

”چوندن ڪم چڱيج، ويڙ وراڻي ساميون.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ڏور ڏکندا پيچ، سِهَرَ مُنهن ڏيکاريو."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ڏوريندڙيون ڏسن، اڳ عجيبن جا."
(شاهه: حسيني)

"ڏيندا مون ڏير ويا، جهجهي ۽ جهوري."
(شاهه: سسئي)

"نانگا ڪن نه ننڊ، وڃن روئندا رام ڏي."
(شاهه: رامڪلي)

"رڙندڙيون ڏنيون مون، ان در متي دادليون."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"سڪندڙين ڪي، سيڌچئي، ڪين جهلينديو جهنگ."
(شاهه: سهڻي)

"ويچاريءَ وڏو ڪيو، ويهندن پنيءَ وس."
(شاهه: سسئي)

"ڪرها ڪسر چڏ، ورڪ وٺندي واءَ."
(شاهه: ڪنيات)

'هڪڙا ڀڄندن ڪي ٻوڙن، ٻيا تارن.'

'چڙهندي ڪي هرڪو سلام ڪري پر لهندي کي ڪو ڪونه ليکيندو آهي.'

'بزدل ماڻهو وڙهندن جي پٺ ۾ ۽ ڀڄندن جي اڳ ۾ هوندا آهن.'

اسم حاليه جو معطوفي ۽ ظرفي صورت ۾ استعمال:

"پلئي پايو سچ آچيندي لچ مران."
(شاهه: سراڳ)

”اڏيندي اوڏن، لـــڏڻ جي ڪانهِ ڪئي.“
(شاهه: ڏهر)

”شمع ٻاريندي شب، پرهه ٻاڪون ڪيون.“
(شاهه: مومل راڻو)

”پلاڙيندي پاڻــــير، ڪڇيو ڪين ڪنن.“
(شاهه: ديسي)

”پوريندي هن پار ڏي، ســـڏر ڪٽچ ســاز.
(شاهه: ڪنڀات)

”تـــارا ڪتيون تائب تيا ڏيکيندي دلـــبر.“
(شاهه: ڪنڀات)

”آهه ڪريندي ساهه، ڪڏهن ويندو نڪري.“
(شاهه: يمن ڪليان)

”ڪالهيون ڪندي ڪاڪ جون، ڳوڙها ٻيس ڳڙي.“
(شاهه: مومل راڻو)

”ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾ خون ڪلندي ڪن.“
(شاهه: مومل راڻو)

”نئي ۾ نندون ڪن، وڃ ڪنوڏي ويسرا.“
(شاهه: سراڳ)

”جـــا ڏنيم ڏاڏڻ، سا لاهيندي لڄ مران.“
(شاهه: مارئي)

”بک مرندي بکيا، ڪنهن ڪان ڪين ڳهرن.“
(شاهه: رامڪلي)

”نااسيندي نگاهه، ڀورين ڪج پرينءَ ڏي.“
(شاهه: ڪنڀات)

”سلطاني سهاڳ، نڀون ڪندي نـــه ٿئي.
(شاهه: ڏهر)

”**واجهائيندي** ورهه ٿيا، هڏ نه ڳڏيم هوت.“
(شاهه: معذوري)

”**ويندي** وير چانگن جو چڙهو ڪين چڙو.“
(سچل: ڪوهياري)

”**هلندي** حبيبن ڏي، ڪرها موڙ م ڪند.“
(شاهه: ڪنيات)

’گهريا مجلس ۾ **اٿندي ويهندي** ۽ **ايندي ويندي** انسان کي شائسته طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي.‘

’**اڏندي** ۾ پکي پنهنجا پر ڪاپل رکندو آهي.‘

’مارو ماڻهو **وسندي** ۾ پنهنجا مال ميدانن ۽ ترائين ۾ ڪاهي ويندا آهن.‘

’ڪي ماڻهو حيثيت **هوندي** به ٻين جي مدد ڪرڻ کان ڪيٻائيندا آهن.‘

ع. اسم حاليه جو مجهولي صيغو جملي ۾ فعل جي فاعل يا متعدي مجهول جو ڪم ڏيندو آهي؛ ان جو استعمال هيٺ ڏجي ٿو:

”صباح سيٽي **ٻڌبيون** پاتار ۾.“
(شاهه: سهڻي)

”ڏکَ لڌا ڏوڙ ۾ ايسي ڏٺاسون.“
(شاهه: مومل راڻو)

”**ڪبو** ڪنهن روئي، صبح پوندو سانگ سيڪنهين.“
(شاهه: ڪنيات)

'ماڻهوءَ کي سنڌس ليکڻ ۾ ڏکيو آهي.'

"جيڪي ٻو ڏيو سو لڌو."

**(٢١) اسم استقبال:** اهو مشتق لفظ، جنهن مان ايندڙ زماني ۾ ڪنهن ڪم جو جاري ٿيڻ معلوم ٿئي ۽ جملي ۾ اسم طور ڪم اچي سگهي، تنهن کي اسم استقبال چئبو آهي.

فعل معروف يا مجهول جي مصدر پڇاڙي حرف علامت گڏڻ سان اسم استقبال ٺهندو آهي ۽ اهو جنس توڙي عدد پٽاندر ڦيرو ڪائيندو آهي، مثلاً:

١. معروفي صورت جا مثال:

| | | | |
|---|---|---|---|
| پڇڻو | ڏورڻو | ڪرڻو | مرڻو |
| ٿيڻو | ڏيڻو | کائڻو | سنجهڻو |
| پچڻو | ڀڃڻو | کائڻو | وڃڻو |
| پڙهڻو | ڀڪڻو | ڳنڍڻو | وڃڻو |
| ڦيرڻو | رهڻو | ڳنڍڻو | ورڻو |
| جوڙڻو | سڪڻو | ڳهڻو | وسڻو |
| چوڻو | سڪڻو | ليکڻو | وهڻو |
| ڦسڻو | سهڻو | لنگهڻو | هلڻو |

گردان:

| جنس | فاعلي حالت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| مذڪر | ڳاٽو | ڳاٽا | ڳاٽي | ڳاٽن |
| مؤنث | ڳائٽي | ڳائٽيون | ڳائٽيءَ | ڳائٽين |

۲. مجهولي صورت جا مثال:

ڀڄهڙو — جهڙو — ڪسٽو
پرڙو — جهرڙو — ڪلٽو
ٿهڙو — چٽو — گسٽو
ڀسٽو — ڏيٺو — مڙٽو

گردان:

| جنس | فاعلي صورت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| مذڪر | ڪسٽو | ڪسٽا | ڪسٽي | ڪسٽن |
| مؤنث | ڪسٽي | ڪسٽيون | ڪسٽيءَ | ڪسٽين |

٣. بالواسطه واريءَ صورت:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻڌائڻو | ستائڻو | کسائڻو | منجهائڻو |
| پچائڻو | کرائڻو | ڳنڍائڻو | وڃائڻو |
| چڙائڻو | کارائڻو | لکائڻو | ويڙهائڻو |
| ڏکوئڻو | کلائڻو | مچائڻو | هلائڻو |

گردان:

| جنس | فاعلي حالت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|---|
| | واحد | جمع | واحد | جمع |
| مذکر | وڃائڻو | وڃائڻا | وڃائڻي | وڃائڻن |
| مؤنث | وڃائڻي | وڃائڻيون | وڃائڻيءَ | وڃائڻين |

اسم استقبال جو استعمال:

”مورک مام نہ ٻجهڻا، هيڏانهن هوڏانهن ڪن.“
(سچل: آسا)

”واهڙ پريون نہ ٻاءِ، تـو پڻ لکيو ڏيڻو.“
(شاهہ: سهڻي)

”لنگهي آ لهڻو سچل سـو سردار جـو.“
(سچل: سورٺ)

”ريءَ مصلحت هگڻا، قصر کهن اچـن.“
(شاهہ: سورٺ)

”مينهن منڌائتا وسڻا، سدا وسين تون.“
(شاهه: پرڀاتي)

”هر ڪنهن انسان کي پنهنجي ڪئي جي جزا يا سزا اوس ڀوڳڻي آهي.“

”ٻيڙو ڪڏهن نه منجهڻو.“

”هر ڪنهن کي اڳي پوءِ هي جهان ڇڏڻو آهي.“

---

## ٥. (اسم جي جنس)

دنيا ۾ جيڪي به شيون پيدا ڪيون ويون آهن، سي گهڻو ڪري جنس ۾ متضاد آهن، يعني مختلف مخلوقات جي هر هڪ جنس ۾ نر ۽ ماديءَ جو فرق موجود آهي، حتيٰ ڪ جاندارن ڪانسواءِ نباتات ۾ به جنسي اختلاف ليکيو ويندو آهي؛ تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪي به لفظ استعمال ٿين ٿا، انهن سان جنسيت جي بنياد تي نر سان مذڪر ۽ ماديءَ سان مؤنث جي جنس لڳائبي آهي.

سنڌيءَ جي عام محاوري ۾ غير ذي روح يا بي جان شين، جهڙوڪ: پٿر، چن، چاندي يا ڪٽ وغيره سان به مذڪر يا مؤنث جي جنس لڳائي ويندي آهي، مثلاً: پٿر ۽ چن کي مذڪر ۽ چاندي ۽ ڪٽ کي مؤنث سڏيو ويندو آهي. حقيقت ۾ جاندار ۽ غير جاندار شين ۾ فرق ڪرڻ ۽ زبان جي اصولن کي قائم رکڻ لاءِ ضروري آهي ته غير جاندار شين سان تذڪير ۽ تانيث جي نسبت لاڳو نه ڪجي، بلڪ انهن سان جنس غير ذي روح يا بي جان لڳائي وڃي.

جاندار شين جي متعلق به ٻوليءَ جا ڪي اهڙا لفظ استعمال ٿيندا آهن جن مان ٻنهي جنسن جو مفهوم نڪرندو آهي، مثلاً: انسان، آدمي، ٻار، جانور، چمڙو، سهو، طوطو،

مرون، وڇون ۽ هدهد وغيره؛ پر ڇاڪاڻ تہ اهڙن مشترڪ جنس وارن لفظن جي مؤنث واري صورت سنڌيءَ ۾ ڪانهي، تنهنڪري انهن سان يا تہ مذڪر جو صيغو لڳندو آهي يا وري جنس مشترڪ يا عام لڳائبي آهي.

ڏسبو تہ جيئن دنيا ۾ شين کي چئن جنسن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، تيئن ٻوليءَ ۾ بہ چئن جنسن جو استعمال ٿئي ٿو، جي آهن:

(١) جنس مذڪر (٢) جنس مؤنث

(٣) جنس مشترڪ يا عام (٤) جنس غير ذي روح يا بيجان

١- جنس جي سڃاڻپ:

مختلف ٻولين ۾ تذڪير ۽ تانيث باقاعدا پنهنجا پنهنجا آهن. هڪڙو لفظ هڪڙي ٻوليءَ ۾ مذڪر آهي تہ اهو ساڳيو لفظ ٻي زبان ۾ مؤنث، مثلاً: عقل، قسم، ڪتاب، موت، وحي، اهي لفظ سنڌيءَ ۾ مذڪر سڏجن ٿا، پر اردوءَ ۾ جنس مؤنث ۾ داخل آهن. 'دل' سنڌيءَ ۾ مؤنث آهي تہ اردوءَ ۾ مذڪر سڏيو ويندو آهي.

سنڌي ٻوليءَ کي، جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي، ڪل ڏهہ سُرَ يا آواز آهن ۽ انهن مان فقط ست سر يا آواز آهن جن مان جنس جي ڄاڻ پوي ٿي؛ اهي ست آواز آهن: 'اَ'، 'آ'، 'اِ'، 'اِي'، 'اُ'، 'اوُ' ۽ 'او'. انهن آوازن وارا لفظ ڪي مذڪر هوندا آهن تہ ڪي مؤنث. 'اُ'، 'اوُ' ۽ 'او' آوازن وارا لفظ گهڻو ڪري مذڪر ۽ 'اَ'، 'آ'، 'اِ' ۽ 'اِي' آوازن وارا لفظ عام طرح مؤنث هوندا آهن.

انهن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

"اُ" آوازن وارا مذڪر لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اَڱڻُ | هَرُ | لِڱُ | ٻُورُ |
| ٻَرُ | ٻاهُ | تِيرُ | نُورُ |
| ٿَڻُ | چارُ | ٻِيءُ | ڦُوهُ |
| جَتُ | ساهُ | جِيءُ | سُورُ |
| چَنڊُ | ڳاهُ | سِيءُ | ڪُوهُ |
| دَمُ | مالُ | ڪِيرُ | جهُولُ |
| ڏَنُ | واهُ | ڦِيرُ | چُورُ |
| رَڃُ | هارُ | آٿُ | ڪوڏُ |
| وَقتُ | ٻِجُ | ٻِيچُ | ڳُوٿُ |
| ڪَڪُ | ٻِڙُ | سِٽُ | ڳهُوٽُ |
| ڪَنڌُ | تِيرُ | سِرُ | لوڙهُ |
| ڳَسُ | ڊِڳُ | ڪِلُ | ٻُوڙُ |
| ٿَڪُ | سِجُ | لَٽُ | حَوضُ |
| وَڻُ | سِڙهُ | هَلُ | ڪَوُنرُ |

"اُو" آواز وارا مذڪر لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻَتُونُ | ڌارُونُ | ناچُو | رواُو |
| پَتُونُ | ڏاڙهُونُ | ڊِيرُونُ | تيڙُو |
| ٻَسُونُ | ڊاڪُونُ | مِيرُونُ | پيرُونُ |
| چَتُونُ | لاڏُو | وِرچُونُ | ڏيلهُو |
| سَنڌيُو | مارُو | ٻڏُو | ڏينهُو |
| ڌارُو | ماٺُو | ڦُورُو | ويڙهُو |

’او‘ آواز وارا مذڪر لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻَچو | آکو | چِلو | ڦُلو |
| ٻَنو | بابو | چِڪو | ٻُوٽو |
| پَڪو | ٻانهو | دِلو | ٿُوهو |
| پَنو | ٻاگو | سِڪو | چوڙو |
| ڇَلو | ٻالو | قِصو | بوٽو |
| سَلو | ٻاڙو | ڪِلو | ڦوٽو |
| ڪَٽو | ٿاڌو | ڪِرو | چولو |
| ڪَڙو | ٻاڇو | ٻِڙو | گوڏو |
| ڳَڏو | چاهو | جِهوڙو | گهوڙو |
| ڳَپو | ڏاڪو | ڇِهلو | ڌُونرو |
| ڳَڙو | ذائقو | حِصو | ڏُونرو |
| ڳَهٽو | ٽالو | ڪِهنئون | ٻِڙو |
| لَٽو | ناڙو | ٻُڙو | ڇهلو |
| وَڳو | واڍو | ٻُڪو | لهڙو |
| هَنو | ٻِتو | ڪُڪو | مهلو |

’آ‘ آواز وارا مؤنث لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڏَ | باکَ | ٻِهڪَ | ڇِڃَ |
| ٻَدَڪَ | ٿارَ | پِڪَ | رِيسَ |
| پَلَڪَ | ڏاتَ | ڇِپَ | زِينَ |
| ڇَڄَ | ڏالَ | سِٽَ | لِهڙَ |
| جَهلَ | زالَ | سِڪَ | لِيکَ |
| چَڱَ | ڪانڌِ | نِنڊَ | آڄَ |
| رَڳَ | لانگَ | وِڏَ | آسَ |
| ڪَڇَ | ماڪَ | وِڪَ | بُڪَ |
| آسَ | واڇَ | وِهڪَ | رُڄَ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| سَچَ | ٻُونڌَ | اوٺَ | آرَ |
| ڪُنڊَ | چوڙَ | توپَ | چوَرَ |
| لُڪَ | حوَرَ | پوکَ | سيڄَ |
| مُنڊَ | ڪؤڪَ | ڳوهَ | ميخَ |
| هُبَ | ڪُونجَ | هوڏَ | ميزَ |

'آ' آواز وارا مؤنث لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آما | لَڄا | اِڇا | وِڇا |
| ٻَلا | هَڇا | ٻِڪيا | پُڇا |
| خَطا | هَوا | پرچا | جُوا |
| ڏَچا | ڇايا | چِڪَيا | دُعا |
| رَڪيا | ڪايا | رِٿا | سُڪا |
| سَٿيا | مالها | سِٽا | سُٿا |
| قَضا | مايا | ڪِلا | پوڄا |

'اِ' آواز وارا مؤنث لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آڪِ | خاڪِ | ٻِمڙهِ | ڏوڙِ |
| ٻَنڌِ | ڏاتِ | سِهنڌِ | رُوهِ |
| پَرِ | راتِ | ٻِلِ | سوَنڊِ |
| جَنگِ | ڪانگِ | جُهنبِ | جوتِ |
| جَهنبِ | ڪاڻِ | چُلهِ | جوءِ |
| لَٽِ | ڳالهِ | ڏُرِ | روتِ |
| مَڪِ | لاتِ | رُتِ | لوءِ |
| وَلِ | نارِ | ڪُڙهَ | چوپڙِ |
| آڳِ | پيتِ | مُٺِ | چورسِ |
| باهِ | تِڏَ | ٻُونڊِ | ٻيرِ |
| جاءِ | دِلِ | ڏُوٽِ | چيلهِ |
| جهارِ | ڳِڏِ | ڦونڊِ | چيٽِ |
| چالِ | وِٿِ | جُوءِ | ديگِ |

'اِي' آواز وارا مؤنث لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آري | ڇاتي | شيشي | ٻولي |
| ٻتي | دانگي | ٻڪي | ٻوني |
| ٻڪري | دائي | ٻگري | جهولي |
| ٻني | ڏاچي | ٻڙي | ڇوٽي |
| ٻري | راڻي | ٻڙي | ڇولي |
| ٻٽي | ڪاتي | ڦلي | ڪوڏي |
| ڦٽي | ٻڙي | جٽي | گولي |
| ڇٽي | وانگي | سٽي | ڇونري |
| ڏيري | ٽيري | ڪنجي | ڇونڪي |
| مڇي | ٻيرڙين | ڪنڌي | ٻيڙي |
| مڏي | ڇٽي | مرلي | ڀيڏي |
| مڪڙي | گيچي | مڪڙي | ٺلهي |
| مهري | ميٽي | منڊي | ٻيٽي |
| ٽڏي | نيڙي | هنڌي | ريٽي |
| آڙي | ٻيڙي | ٽوري | سلهي |
| بازي | ٺيلي | مؤري | سيندي |
| ڇاڙي | سهٽي | ڇوڙي | ڦينچي |

مٿين قاعدي کي جامع ۽ مستقل نٿو چئي سگهجي، ڇاڪاڻ ته جنس مؤنث جا آواز يا پڇاڙيون ڪن مذڪر لفظن ۾ به استعمال ٿين ٿيون ۽ اهڙي طرح جنس مذڪر جا آواز يا پڇاڙيون مؤنث لفظن ۾ استعمال ٿين ٿيون، مثلاً: 'آ'، 'اِ' ۽ 'اِي' پڇاڙين وارا ڪي لفظ مذڪر هوندا آهن ۽ 'آ' ۽ 'اؤ' پڇاڙين وارا ڪي لفظ وري مؤنث هوندا آهن. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

'آ' پڇاڙيءَ وارا مذڪر لفظ:

| | |
|---|---|
| ابا | پيشوا |
| ادا | خدا |
| آغا | داتا |
| آقا | ديوتا |
| بابا | راجا |

'اِ' پڇاڙيءَ وارا مذڪر لفظ:

احمدِ
خضرِ
راهِ
سيٺِ
قيصرِ

'اِي' پڇاڙيءَ وارا مذڪر لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| پکي | حاجي | ڪانڌي | مفتي |
| ڀيڙي | چاچي | ماڙي | منشي |
| درزي | جهانگي | مالهي | جوڳي |
| ڏٿي | چاڪي | مانجهي | ڏوبي |
| ڪٽي | ساٿي | وانجهي | ڏوٽي |
| نبي | سامي | وانگي | موچي |
| ولي | سانگي | هاٿي | موتي |
| ٻاٿي | سائين | هادي | ٻيڇي |
| پانڌي | قاري | هاري | ٻيلي |
| پاڻي | قاضي | مڪي | قيدي |

’ آ ‘ پڇاڙيءَ وارا مؤنث لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| تند | سس | مس | وِهه |
| تيج | ڪَٽ | وَٽ | هيڪ |
| چر | ڪمن | ماءُ | ڏري |
| رت | ڪڙ | جيند | ننهن |
| رس | ڪند | ميڪ | پوڻ |
| سرءُ | مَر | روج | ميڻ |

’ اُو ‘ پڇاڙيءَ وارا مؤنث لفظ:

| | |
|---|---|
| آبرو | چاڙُون |
| پوُن | خاتُون |
| جوُن | ڪِيُون |

’ آ ‘ ۽ ’او‘ پڇاڙيءَ وارا لفظ هميشه ۽ ٻنا استثنيٰ جدا جدا مؤنث ۽ مذڪر هوندا آهن؛ باقي ٽي آواز ’ آو ‘، ’ اي ‘ ۽ ’ آي ‘ سنڌيءَ ۾ علحدا شمار نه ڪيا ويندا آهن، ڇاڪاڻ ته انهن کي ذاتي استحڪام نه هوندو آهي جو اڪيلي سر بيهي سگهن. ’اِي‘ آواز وارا لفظ، مثلاً: ٻيڙي، چولي ۽ لوٽي وغيره گهڻو ڪري مفعولي ۽ جري حالت ۾ استعمال ٿيندا آهن. ’آو‘ ۽ ’آي‘ آوازن کي ٻَنا يا ٻن آوازن جو مرڪب سمجهيو ويندو آهي، يعني ’آو‘ ۾ ٻه آواز آهن: ’آ اُ‘ ۽ ساڳي طرح ’آي‘ ۾ ٻه آواز آهن: ’ آ اِ ‘.

٢. جنس جي ڦير گهير:

اسمن يا لفظن جي جنس مذڪر مان مؤنث بنائڻ لاءِ ڪي قاعدا استعمال ٿيندا آهن، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

١. 'آ' پڇاڙيءَ وارا اسم هميشه مؤنث هوندا آهن. جيئن مٿي ٻڌايو ويو آهي. انهيءَ کان سواءِ ڪي مؤنث اسم آهن جن جو مذڪر نہ ٿيندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٻهڪي | سَتي |
| ٻائي | سهيلي |
| جيجل، جيجي | مَنڌ |
| ساهيڙي | |

٢. ڪي مذڪر اسم آهن جن جو مؤنث استعمال نہ ٿيندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| پَٽُون | ڪَڇُون |
| چَٽُون | ميرُون |
| ڪالڊُ | رِڇُون |

٣. ڪن مذڪر اسمن مان مؤنث ناهڻ لاءِ پڇاڙيون، جهڙوڪ: 'ڻ'، 'ڻي'، 'آڻي'، 'واڻي' يا 'ياڻي' ڪم آڻيون آهن. جن اسمن مان اهو قاعدو لاڳو ٿيندو آهي، اهي 'اِ'، 'اِي'، 'اَ' ۽ 'اُ' پڇاڙين وارا مذڪر اسم هوندا آهن، جن جون ٻيون اعرابون يا حرف مٿائي سان مؤنث جو صيغو جڙندو آهي، مثلاً:

| مذڪر | مؤنث |
|---|---|
| 'اِ' پڇاڙيءَ وارا اسم: | |
| سيٺِ | سيٺياڻي |

’اِي‘ پڇاڙيءَ وارا اسم:

| | |
|---|---|
| اولادِي | اولادڻ |
| آهتِي | آهتڻ |
| ٻيکارِي | ٻيکارڻ |
| ٻيلِي | ٻيلياڻِي |
| پينڪِي | پينڪياڻِي |
| ٻوچارِي | ٻوچارڻ |
| جوڳِي | جوڳڻ، جوڳياڻِي |
| جهانگِي | جهانگياڻِي |
| چاڪِي | چاڪياڻِي |
| حاجِي | حاجياڻِي |
| ڏوٻِي | ڏوٻڻ، ڏوٻياڻِي |
| ڏٿِي | ڏياڻِي |
| ساٿِي | ساٿياڻِي |
| سانگِي | سانگياڻِي |
| سانٺيِن | سانٺڻ |
| سوالِي | سوالڻ |
| شڪارِي | شڪارڻ |
| قيدِي | قيدڻ، قيدياڻِي |
| ڪڙمِي | ڪڙمياڻِي |
| ڪورِي | ڪورياڻِي |
| ڪتِي | ڪتياڻِي |
| مالهِي | مالهڻ |
| منشِي | منشياڻِي |
| موچِي | موچياڻِي |
| ويرِي | ويرياڻِي |
| هاٿِي | هاٿڻ |

’آ‘ پڇاڙيءَ وارا اسم:

| | |
|---|---|
| آتُ | آتِ |
| ٻانُهوُ | ٻانهي |
| ٻروچُ | ٻروچاڻي، ٻروچياڻي |
| جتُ | جتڻ، جتڻي |
| چورُ | چورِ |
| ڏيرُ | ڏيرياڻي |
| شينهن | شينهڻ، |
| فقيرُ | فقيرياڻي |
| مالڪُ | مالڪياڻي |
| مائٽُ | مائٽياڻي |
| نوڪرُ | نوڪرياڻي |

’اوُ‘ پڇاڙيءَ وارا اسمُ:

| | |
|---|---|
| رهاڪوُ | رهاڪڻ |
| ڪاڻوُ | ڪاڻي |
| گهوراڙوُ | گهوراڙڻ |
| ناچوُ | ناچڻي |
| هندوُ | هندڻ، هندو ڻي هندياڻي |

٤. ’او‘ پڇاڙيءَ وارن مذڪر اسمن جو مؤنث عام طرح مذڪر لفظن جو پويون ’و‘ ڪڍي ان جي جاءِ تي حرف ’ي‘ آڻڻ سان ٺهندو آهي، مثلاً: ’گهوڙو‘ جو مؤنث ٿيندو ’گهوڙي‘. ڪن ’آ‘ پڇاڙيءَ وارن اسمن جو مؤنث به آخر ۾ ’ي‘ حرف گڏڻ سان ٺهندو آهي، مثلاً: ’چِٽ‘ جو مؤنث ٿيندو ’چِٽِي‘. ڪن حالتن ۾ ’ڻ‘، ’آڻي‘ يا ’ياڻي‘ پڇاڙي گڏڻ سان به مؤنث جو صيغو ٺهندو آهي، مثلاً: ’لنگهو‘ جو مؤنث ٿيندو ’لنگهي‘ يا ’لنگهياڻي‘. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ٻالو | ٻالـِي |
| ٻانهو | ٻانهـِي |
| ٻچو | ٻچِي |
| ٻڪرُ | ٻڪريِ |
| ٻيلو | ٻلـِي |
| ڇيلو | ڇيلـِي |
| ڇوڪرُ يا ڇوڪرو | ڇوڪرِ يا ڇوڪرِي |
| ڇيلو | ڇيلـِي |
| داٻو | دائِي |
| ڏوٽو | ڏوٽـِي |
| ڏاڏو | ڏاڏيِ |
| گولو | گولـِي |
| لورو | لورياڻِي، لورِي |
| ماڙيچو | ماڙيچڻ،ماڙيچاڻي،ماڙيچياڻِي |
| وڏيرو | وڏيريِ |

٥. ڪن مذڪر لفظن مان مؤنث ناهڻ جو ڪو خاص قاعدو ڪونہ هوندو آهي، پر انهن جون مؤنث جون صورتون مقرر آهن. اهڙن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ابو، بابو | اما، امي، امڙ |
| بادشاهہ، شاهہ، راجا، راءِ | راڻِي |
| راڻو | ٻيڻي |

ڀاڏو، ڪوُنهون ڪونهڻ وَڇُ

| | |
|---|---|
| ٻڪُ | ڏيرُءَ، نياڻيِ |
| ڏاڳهو | ڏاچيِ |
| ڏانڊُ | ڳئون، ڳانءِ، ڍڳيِ |
| سانُ | مينهيِن |
| سهرو | سَسُ |
| گهٽو | رِڍ |
| گهوٽُ | ڪنُوارِ |
| مڙد | عورت |
| مڙس، پيتار، ڪانڌُ | جوءِ، زال |

٦. جاندار يا ساهوارن شين ۾ مذڪر ۽ مؤنث جو هجڻ هڪ لازمي ۽ فطري امر آهي ۽ انهن ۾ فقط طبيعي فرق هوندو آهي، پر غير ذي روح يا بي جانِ شيون جن سان به نحوي لحاظ کان تذڪير ۽ تانيث جي صورت لاڳو ٿيندي آهي. انهن ۾ تڪبير ۽ تصغير يعني وڏ ننڍائيءَ جو فرق سمايل هوندو آهي، مثلاً: 'دَرُ' مذڪر ۽ 'دَريِ' مؤنث ۾ طبيعي فرق نه پر وڏ ننڍائيءَ جو فرق آهي، يعني 'دَرُ' وڏو آهي ۽ دري ننڍي. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ٻيڙو | ٻيڙيِ |
| ٽوڪرو | ٽوڪريِ |
| چوڙو | چوڙي |
| چولو | چوليِ |
| دِلو | دليِ |
| ڏنڊو | ڏنڊيِ |

| | |
|---|---|
| ڏورو | ڏوري |
| رَسو | رسي |
| کهاڙو | کهاڙي |
| ڪٽولو | ڪٽولي |
| ڪوڙُ | ڪوڙي |
| ڪوهه | ڪوهي |
| لوٽو | لوٽي |
| مَٽُ | مٽي |
| منجو | منجي |
| هَٽُ | هٽي |

7. اصول مطابق مذڪر مان ئي مؤنث جو صيغو جڙندو آهي، پر ڪي مذڪر اسم مؤنث مان جڙندا آهن، مثلا:

| مؤنث | مذڪر |
|---|---|
| ڀڳي | ڀڳڙُ |
| ماسي | ماسڙُ |
| رَنَ | رَنڙُ |

8. ڪي اسم مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي جنسن ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

رَتُ

واءُ

روهُ

٩. ڪي اسم صورت ۾ مذڪر هوندا آهن، پر معنيٰ ۾ مؤنث، مثلاً:

| مؤنث | مذڪر |
|---|---|
| ٻاشو | ٻشين |
| بحري | بحريءِ ٻچو |
| سيڇاڙو | ترميتي يا ترميچي |

١٠. فارسي ۽ عربيءَ جا لفظ ۽ ترڪيبون به چڱي انداز ۾ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿينديون آهن، تنهن ڪري انهن جي مذڪر ۽ مؤنث صورتن جو ڄاڻڻ به ضروري آهي.

فارسيءَ ۾ مذڪر مان مؤنث ٺاهڻ جو ڪو خاص طريقو يا قاعدو ڪونهي؛ انهيءَ ۾ مؤنث جا صيغا گهڻو ڪري مقرر آهن، مثلاً:

| مذڪر | مؤنث |
|---|---|
| برادر (ڀاءُ) | خواهر يا همشيره (ڀيڻ) |
| پدر (پيءُ) | مادر (ماءُ) |
| پسر (پٽُ) | دختر (ڌيءُ) |
| خروس (ڪڪڙُ) | ماڪيان (ڪڪڙِ) |
| مردُ (مڙد) | زن (عورت يا زال) |

عربيءَ ۾ قاعدي موجب مؤنث جو صيغو هيٺين طريقن سان ٺهندو آهي:

١. مذڪر لفظ جي پٺيان تانيث جي نشاني 'ة' لڳائڻ سان:

| | |
|---|---|
| جميلٌ | جميلة |
| رفيقٌ | رفيقة |
| زوجٌ | زوجة |
| شاعرٌ | شاعرة |
| صاحبٌ | صاحبة |
| عزيزٌ | عزيزة |
| ڪافرٌ | ڪافرة |
| محترم | محترمة |
| مرحوم | مرحومة |
| مريض | مريضة |
| مصنف | مصنفة |
| معلّم | معلمة |
| مقتول | مقتولة |
| ملڪ | ملڪة |
| والد | والدة |

٢. مذڪر لفظ جو ٽيون حرف ڪڍي باقي لفظ جي پٺيان 'یٰ' علامت يا پڇاڙي آڻڻ سان اسم مؤنث ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| حسين | حُسنيٰ |
| صغير | صُغريٰ |
| عظيم | عُظميٰ |
| ڪبير | ڪُبريٰ |

٣. غالباً هر ڪنهن ٻوليءَ ۾ مذڪر مان مؤنث ٺاهڻ جو طريقو قياسي ٻئي آهي ته غير قياسي به ۽ عربيءَ ۾ به ڪيترن مذڪر اسمن جا مؤنث غير قياسي طرح مقرر آهن، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ابٌ (پيءُ) | امٌ (ماءُ) |
| ابنٌ (پٽ) | بنتٌ (ڌيءُ) |
| جملٌ (اٺ) | ناقة (ڏاچي) |
| ديڪٌ (ڪڪڙ) | دجاجة (ڪڪڙ) |
| رَجلٌ (مڙد) | امرأة (عورت) |

مذڪر اسمن جو استعمال:

”اُٺ مَ اوري آٺ، ڏاگهن ڏڌي آهيان.“
(شاهه: ديسي)

”پيچ ڪٿي پٽ هليا، هاري منجهان هيچ.“
(شاهه: سارنگ)

”ڏارا تراريون، ڏيزا ڏيڻ ڏرينءَ جا.“
(شاهه: ڪنڀات)

”ٻانڀيءَ مٿي جهوپڙا، موڪ اچ مرن.“
(شاهه: سسئي)

”جتين جهڄنگا پائين جهول ۾، اتين نه مرن مچ.“
(شاهه: گهاتو)

”ڇاڇي ماڇي موٽيا، وَرُ وڻيءَ ڏيئي.“
(شاهه: برو سنڌي)

”در داتا مڱ مڱڻا، ٻئي جي ڪِيرَ ڪاڻ.“
(شاهه: بلاول)

”ڏاڏي گهڻا اڇن، روهه راڻي جي ناهه ڪو.“
(شاهه: مومل راڻو)

”راجا ڪي رمزن، چارڻ جي چريو ڪيو.“
(سچل: سورٺ)

”سارنگ سارَ لهيج، الله لڳ اڄين جي.“
(شاهه: سارنگ)

”سو پرين سو پساهه، سو ويري سو واهرو.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”تون صاحبزادو سپرين، آءٌ نسورو نوڪر.“
(شاهه: برو سنڌي)

”گورا وڃن ڳام، ڏيرن سندي ڏيهه تي.“
(شاهه: ديسي)

”مزمانن مهري آئي جهوڪيا جهوڪ ۾،
چالي چنبن ۾ ويسا، جيئن باز سٽي ٻحري،
ڪوهيارو ڦهري، ويــو نهوڙي نــنــڊ ۾.“
(شاهه: ديسي)

”ويا مور مري، هنج نه رهيو هيڪڙو.“
(شاهه: ڪارايل)

”هوس وڏيرو وڻ جو مڙني ۾ مهندار.“
(شاهه: ڪنڀات)

”ولها ٿيا وڻاٽ، ساٿين ري سيڻ چئي.“
(شاهه: ديسي)

’اميرن تي فرض آهي ته فقيرن ۽ مسڪينن جي مدد ڪن.‘

’خطا استوا جي ملڪن جا رهاڪو رنگ جا ڪارا ٿيندا آهن.‘

’شاعر کي گهرجي ته پنهنجي ڪلام ۾ مبالغي کان پرهيز ڪري.‘

’دنيا ۾ ماڻهن تي وڏيون جوابداريون آهن.‘

مؤنث اسمن جو استعمال:

”آس م لڳي اوٺين، ليڙن لڪ م لڳ.“
(شاهه: ديسي)

”ٻرهه جا ٻاٺا بڇايو، باز ٻهري بيشمار.“
(نور محمد وادو)

"ٿڪا ٻوءِ ٻازار ۾، ٿڪا چلر چتَ."
(شاهه: کهاتو)

"پارس لڳي سون ٿيون، لوهاڙيون لوريون،
مُحلين وهن مير جي، مهاڙيون ميريون،
ڪوجهين منجهان سهڻيون، ٿيون جهٽ پٽ جهيريون،
تماچيءَ تيريون، ڪينجهر جون ڪميون ڪٽي."
(سچل: ڪلياڻ)

"چلڙ ۾ ڇهنج هٿي مڇي ڪيسن نه اي."
(شاهه: ڪارايل)

"ڏاڪهن ۽ ڏيرن ڪيو ڏوٻڻ سان ڏاڙو."
(سچل: ڪوهياري)

"رات سهائي، پون سنئين، پرت نئين پنڌ پور."
(شاهه: ڪنيات)

"شمع ٻاريندي شب ٻرهم ٻاڪون ڪيون."
(شاهه: مومل راڻو)

"ڳچيءَ پايو ٻانهن ويٺي روءِ وچن سان."
(شاهه: سهڻي)

"مڙ ماڻڪياڻي ان جي، هنتي جي نه هئي."
(شاهه: حسيني)

"ٻانهي ٻاروچن جي، ڳولي چڙ ۾ ڪمن."
(شاهه: سسئي)

”جنهن نه سڃ سينڌ را، تون رائو آءُ راڙي.“
(سچل : راڙو)

”نينهن، سباڇاڻي، سينهن، ٿنهي قصد ڪباب سين.“
(شاهه: سينهن ڪيڏارو)

”وڏيري هياس، چنيسر جي راڄ ۾،
تنهان پوءِ ٿياس، ڪانياري ڪانڌ جي.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”لکر پاڻ پروچ جو، امڙ پل م سون،
سي رڳينديس رت سين، ڪيچان اوري پون،
مادر مٺان مون، ڪانگ لمندا ڪڍهين.“
(شاهه: حسيني)

’دائيءَ ڪان پيٽ ڳجهو نه هوندو آهي.‘

’جابلو ماڻهو رڍن ۽ ٻڪرين جا ڌڻ پاليندا آهن.‘

’ڪابه زال ڇهاڄ پسند نه ڪندي آهي.‘

’مرد ۽ عورت زندگيءَ جا لازمي جزا آهن.‘

’ننڍڙي ٻار لاءِ ماءُ جي ٿڃ بهترين غذا آهي.‘

مشترڪ جنس وارن اسمن جو استعمال:

”ٻڪي سوئي پرءِ ٿو اڏري ٻار پرينءَ جي.“
(سچل : مالڪوس)

"سنها ڀانءِ مَ سپ، وياءِ واسينگن جا."
(شاهہ: ڪارايل)

"سارنگ ڪي سارين، ماڙهو، مرگهہ، مينهيون،
آڙيون ابر آسري، ناڙا تنواريں."
(شاهہ: سارنگ)

"مرڪن ملاحن جا، متي پاڻين پار."
(شاهہ: ڪامُوڏ)

'ٻارن ۽ جانورن تي رحم ڪرڻ انسانيت جي نشاني آهي.'
'هڪ بدڪار انسان ۽ مرونءَ ۾ ڪو فرق ڪونهي.'
'جاهلن سان بحث نہ ڪجي.'

غير ذي روح يا بي جان اسمن جو استعمال:

"پيڙي پرائي وکر پاءِ مَ وترو،
نري ۾ نن پيا پاسن ۾ پاٽي."
(شاهہ: سريراڳ)

"تون پارس آءٌ لوهہ، جي سڄين تہ سون ٿيان."
(شاهہ: پرڀاتي)

"پن پڻ ڪم ڪوٺيون ڏوڏا ٻهہ ڏاجون."
(شاهہ: ڪاموڏ)

"چپون چپر ڪٽ، ڀهڻ پٽڙيون پاڻيان."
(شاهہ: حسيني)

”سئين وهن سير ۾ ماڻڪ موتي لال.“
(شاهه: سراڳ)

”کوهه ته کاغذ کورئين، ويئو وڃائين مس،
ڏوري تيان ڏس، اکر جيان آئيو.“
(شاهه: يمن ڪليان)

”اکيو کائو ڪچ، ماڻڪن موت تتي.“
(شاهه: سراڳ)

”مٿي هٿ ۾ مکڙي، چام هٿ ۾ چار.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”چندن“ چکي آئيو، پي ول نه وڃي وات،
توڏي تنهن وڻ تات، جنهن ۾ بوءِ بادام جي.“
(شاهه: ڪنيات)

”تو جو پانئيو هار، سو سورن جو سگڙو.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”پيلن مان ماکي، ڪاٺ ۽ ڪوئلا حاصل ٿيندا آهن.“

’جبلن تي جا برف پوندي آهي، سا سج جي گرميءَ تي ڳري پاڻي ٿي درياهه وهائيندي آهي.‘

هوا، باهه ۽ پاڻي، [ٽيئي عنصر دنيا جي بقا لاءِ ضروري آهن.“

## ٦. (اسم جو عدد)

تعداد جي لحاظ کان سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظن جون ٻه صورتون ٿينديون آهن:

١. عدد واحد

٢. عدد جمع

عدد واحد جو مطلب آهي هڪ ساهوارو يا هڪ شئي، مثلاً: ڇوڪرو، رانديڪو وغيره، ۽ عدد جمع جو مطلب آهي گهڻا ساهوارا يا گهڻيون شيون، مثلاً: ڇوڪرا، رانديڪا وغيره. عربيءَ ۾ مٿين ٻن صورتن کان سواءِ عدد جي ٽين صورت به ٿيندي آهي، جنهن کي عدد تثنيه يا ٻن جو عدد چئبو آهي، مثلاً: 'دارين'، يعني ٻه جهان، 'والدين'، يعني ماءُ ۽ پيءُ. جيئن ته عربيءَ جو سنڌيءَ سان گهڻو تعلق آهي، تنهنڪري عدد تثنيه جا صيغا پڻ ڪن حالتن ۾ سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندا آهن. سنسڪرت جنهن مان سنڌي ٻولي پيدا ٿي آهي، ان ۾ خود عدد جون ٽي صورتون آهن.

(١) ايڪ وچن (عدد واحد)، مثلاً: 'قلم' (هڪ قلمُ يا ميوو)

(٢) دو وچن (عدد تثنيه)، مثلاً: قلي (ٻه قلمَ)

(٣) بهو وچن (عدد جمع)، مثلاً: قلانِ (ٽي يا گهڻا قلمَ) تنهنڪري مناسب ٿيندو ته سنڌيءَ ۾ به ٽي عدد شمار ڪيا وڃن، اگرچه سنڌيءَ کي تثنيه جي پنهنجي صورت ڪانهي ڪا آهي.

## واحد اسمن مان جمع ٺاهڻ جا طريقا

١. اهي واحد اسم جن جي پڇاڙي 'اَ' هوندي آهي، ته جي زبر واري اعراب يا حرڪت ڪيدي، ان جي پٺيان 'اُون' پڇاڙي ملائڻ سان عدد جمع جو صيغو ٺهندو آهي، مثلاً:

| جمع | واحد |
|---|---|
| آڌُون | آڌَ |
| پيٽُون | پيٽَ |
| تارُون | تارَ |
| ڏارُون | ڏارَ |
| رَڪيُون | وَڪَ |
| زالُون | زالَ |
| سيٽُون | سيٽَ |
| لامُون | لامَ |
| ليڪُون | ليڪَ |
| مُنڊُون | مُنڊَ |
| وِڪُون | وِڪَ |
| هَوڙُون | هَوڙَ |

(١) بعضي عدد جمع جا صيغا 'آن' يا 'يان' پڇاڙيءَ سان به استعمال ٿيندا آهن، مثلاً: اکيان: ڪتان، زالان ۽ ميخان وغيره.

---

(١) هن قسم جي عدد جمع جا صيغا سنڌيءَ ۾ اترادي ماڻهو ڪم آڻيندا آهن: سنڌيءَ ۾ اهڙو محاورو سرحدي ٻولين، جهڙوڪ: پنجابي، سرائڪي يا ملتاني وغيره جي ٿي اثر هيٺ عمل ۾ اچي ويو ٿو ڀانئجي.

٢. جن واحد اسمن جي پڇاڙي 'آ' آهي، تن جي پڇاڙيءَ ۾ 'ئُون' پڇاڙي ملائڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي، مثلاً:

| واحد | جمع |
| --- | --- |
| آپلا | آپلائُون |
| آدا | آدائُون |
| ٻَلا | ٻَلائُون |
| جَفا | جَفائُون |
| ديوتا | ديوتائُون |
| راجا | راجائُون |
| غَفا | غَفائُون |
| ڪَتا | ڪَتائُون |
| ڪَلا | ڪَلائُون |
| هَچا | هَچائُون |

٣. جن واحد اسمن جي پڇاڙي 'اِ' آهي تن جي پڇاڙيءَ 'يُون' پڇاڙي گڏڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي، مثلاً:

| واحد | جمع |
| --- | --- |
| آڪِ | آڪيُون |
| پيتِ | پيتيُون |
| تيڏِ | تيڏيُون |
| جَنگِ | جَنگيُون |
| جوءِ | جوئيُون، جو يُون |
| دِلِ | دِليُون |
| ديگِ | ديگيُون |
| ڏرِ | ڏريُون |

| | |
|---|---|
| رَڙِ | رَڙيُون |
| لَٽِ | لَٽيُون |
| مَکِ | مکيُون |
| وَلِ | وَليُون |
| جاءِ | جائيُون، جايُون |
| رَاتِ | راتيُون |
| کاٺِ | کاٺيُون |
| ڳالهِ | ڳالهيُون |

٤. جن واحد اسمن جي پڇاڙي 'اِي' آهي، تن جي پوئين حرف، يعني 'يَ' کي، 'اُون' پڇاڙيءَ ڳنڍڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي. هي قاعدو فقط مؤنث اسمن سان لاڳو هوندو آهي؛ مذڪر اسمن جو واحد توڙي جمع جو صيغو ساڳيو هوندو آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

مؤنث اسمن جو جمع:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ٻَتِي | ٻتيُون |
| پِتِي | پِتيُون |
| ٻانهي | ٻانهيُون |
| ڀِاٽِي | راٽيُون |
| ٽِڪِي | ٽِڪيُون |
| ڪيلي | ڪيليُون |
| بيني | بينيُون |
| سيٽي | سيٽيُون |
| جُتي | جُتيُون |
| ڪنڌِي | ڪنڌيُون |

| | |
|---|---|
| ڀُونڙي | ڀُونڙيُون |
| مُوري | مُوريُون |
| چونڙي | چونڙيُون |
| ڇوڪري | ڇوڪريُون |
| ڀيٽي | ڀيٽيُون |
| نيڪي | نيڪيُون |

مذڪر اسمن جو جمع:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ٻَڪي | ٻَڪي |
| ڏَئي | ڏَئي |
| سائي | سائي |
| هاري | هاري |
| پيرين | پيرين |
| شيدي | شيدي |
| مُڪي | مُڪي |
| مُنشي | مُنشي |
| ڀُوچاري | ڀُوچاري |
| جوڳي | جوڳي |
| ڌوٻي | ڌوٻي |
| موچي | موچي |
| فَوجي | فَوجي |
| ٻيلي | ٻيلي |
| وري | وري |
| قيدي | قيدي |

٥- جن واحد اسمن جي پڇاڙي "اُ" آهي، تن جي اها پڇاڙي مٽائي "آ" ڪرڻ سان جمع مذڪر جو صيغو ٺهندو

آهي ۽ مؤنث جي حالت ۾ واحد اسم جي پڇاڙي 'اُن' پڇاڙي ملائڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي. مثلاً:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ٽَڪُ | ٽَڪَ |
| ڦَلُ | ڦَلَ |
| ڪَڪُ | ڪَڪَ |
| ڳَسُ | ڳَسَ |
| گهَرُ | گهَرَ |
| وَڻُ | وَڻَ |
| چارُ | چارَ |
| غارُ | غارَ |
| واهُہ | واهَہ |
| سيجُ | سيجَ |
| سِڙهُہ | سِڙهَہ |
| لِڱُ | لِڱَ |
| تيرُ | تيرَ |
| ميرُ | ميرَ |
| آٽُ | آٽَ |
| ڀُٽُ | ڀُٽَ |
| مُنڍُ | مُنڍَ |
| گُلُ | گُلَ |
| ٻُوٽُ | ٻُوٽَ |
| ڪُوهُہ | ڪُوهَہ |
| چورُ | چورَ |
| ڍورُ | ڍورَ |
| ڳوٺُ | ڳوٺَ |
| گهوٽُ | گهوٽَ |

| | |
|---|---|
| پيٽُ | پيٽَ |
| ڏيرُ | ڏيرَ |

مؤنث اِسمن جو جمع:

| | |
|---|---|
| تَندُ | تَندُون |
| سَسُ | سَسُون |
| مَسُ | مَسُون |
| وَٽُ | وَٽُون |
| وِڄ | وِڄُون |

٦- جن مذڪر اسمن جي پڇاڙي 'ءُ' آهي، تن جي همزه جي جاءِ تي 'و' ساڻ زبر آڻڻ سان ۽ ڪن حالتن ۾ همزه جي مٿان پيش، مٿائين زبر آڻڻ سان جمع جو صيغو ٺهندو آهي. مثلاً:

| واحد | جمع |
|---|---|
| پَيو، پَئُو | پَوَ |
| ٿانءُ | ٿانوَ، ٿانءَ |
| ڏَنءُ | ڏَنوَ |
| جَو، جَئُو | جَوَ |
| سَو، سَئُو | سَوَ |
| ڪانءُ | ڪانوَ، ڪانءَ |
| گهاءُ | گهاوَ، گهاءَ |

٧- 'ڙ' پڇاڙيءَ وارن ڪن مذڪر توڙي مؤنث اسمن جو جمع بي قاعدي ٺهندو آهي. مثلاً:

| | |
|---|---|
| ڀيءُ | ڀيڻَرُ، ڀيڻَرُ، ڀيڻُرَ، ڀيڻَرَ |
| ڀاءُ | ڀائُرَ، ڀائِرُ، ڀائِرَ |
| ڀيڻُ | ڀيڻُون، ڀينَرُ، ڀينَرُون، ڀينرُون |

| | |
|---|---|
| ڏيءَ | ڏيئرُن، ڏيرُن، ڏِئُرُ، ڏِيئَرُ، ڏِيئرُن، ڏِئرُن. |
| ماءُ | مائُرن، مائِرُ، مائِرُن، مائُرُن |
| نُنهُن، نُهُن | نُنهُرن، نُهَرُ، نُهَرُن |

٨- جن مذڪر توڙي مؤنث اسمن جي پڇاڙي 'اوُ' آهي، تن جي جمع جي صورت به ساڳي رهندي آهي. مثلاً:

مذڪر اسم:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ڏينهُوُ | ڏينهُوُ |
| ڏيلهوُ | ڏيلهوُ |
| ماڙهو، ماڙهوُ | ماڙهو، ماڙهوُ |
| ميروُن | ميروُن |
| واڳوُ | واڳوُ |
| وِڇوُن | وِڇوُن |

مؤنث اسم:

| واحد | جمع |
|---|---|
| جوُن | جوُن |
| ڪِئوُن* | ڪِئوُن |

٩- جن مذڪر اسمن جي پڇاڙي 'او' آهي، انهن جي جمع ڏاهڻ لاءِ 'او' پڇاڙيءَ کي 'آ' ۾ تبديل ڪبو آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| واحد | جمع |
|---|---|
| پَنو | پَنا |
| ٻَچو | ٻَچا |
| ڪِلو | ڪِلا |

* ڪِئونءَ کي واحد ۾ ڪِانءُ به چئبو آهي، جنهن جو جمع جو صيغو ٿيندو ڪِانيوُن.

ٻانهو ٻانها
ٻالو ٻالا
ٽارو ٽارا
ڪانگو ڪانگا
ٿالو ٿالا
چِلو چِلا
ٽِڪو ٽِڪا
ڦِصو ڦِصا
ڪِرو ڪِرا
ڏِلو ڏِلا
ڀِڙو ڀِڙا
جِيوڙو جِيوڙا
ڇيلو ڇيلا
حيلو حيلا
ٻُڪو ٻُڪا
ٿُلو ٿُلا
ڪُلهو ڪُلها
ڪُنو ڪُنا
ٻُوٽو ٻُوٽا
ٻوٽو ٻوٽا
ٻورو ٻورا
ڀولو ڀولا
ٿوٿو ٿوٿا
چولو چولا
ڇوڪرو ڇوڪرا
گوڏو گوڏا
گورو گورا
گهوڙو گهوڙا

| | |
|---|---|
| ڏَٽُڙو | ڏَٽُڙا |
| ڇيلو | ڇيلا |
| ليڙو | ليڙا |
| ميلو | ميلا |
| ميوو | ميوا |

١٠- ڪي لفظ، جن کي اسم جمع يا اسم مجموع چئبو آهي. معنيٰ ۾ جمع ليکيا ويندا آهن، پر جملي ۾ فعل واحد جو قبول ڪندا آهن؛ انهن جو به جمع ٺهندو آهي، جنهن لاءِ مذڪر جي حالت ۾ پوئين پيش واري اعراب کي زبر ۾ ۽ پوئين حرف 'و' کي 'آ' پڇاڙيءَ ۾ تبديل ڪيو ويندو آهي ۽ مؤنث جي حالت ۾ 'اوَن' پڇاڙي ملائي آهي. مثلاً:

| واحد | جمع |
|---|---|
| مذڪر اسم: | |
| جرڳو | جرڳا |
| ڌَڻُ | ڌَڻَ |
| قافلو | قافلا |
| قبيلو | قبيلا |
| ڪٽنبُ | ڪٽنبَ |
| لشڪرُ | لشڪرَ |
| مؤنث اسم: | |
| انجمن | انجمنون |
| جماعت | جماعتون |
| فوج | فوجون |
| ڪچهري | ڪچهريون |
| مجلس | مجلسون |

١١- ڪي اسم اهڙا آهن، جن جو واحد جو صيغو جمع جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي، اگرچه انهن جو جمع عام طرح ٿي سگهندو آهي. مثلاً:

١- اونهاري ۾ اٽُ توڙي چلو جام ٿيندو آهي.
٢- مينهَن ۾ ڪَتَلَ خراب ٿي ويندي آهي.
٣- ٻوسل تي مَڇرُ ٿيندو آهي ۽ گندگيءَ تي مَکِ ٿيندي آهي.

مٿين جملن ۾ ڏاها لفظ اگرچه خود واحد جي صيغي ۾ آهن، پر هرهڪ پنهنجي پنهنجي مجموعي جنس لاءِ استعمال ٿيل آهي.

١٢- ڪي اسم فقط جمع جي صورت ۾ استعمال ٿيندا آهن. مثلاً:

مذڪر اسم:

| | |
|---|---|
| پينڊا | چتا |
| پيرُون | ڏَڪَرَ |
| پَريا | ڪَرتُوتَ |
| جَوڙا | |

مؤنث اسم:

| | |
|---|---|
| ٻاٺُون | سيڪيُون |
| ٿهاروُن | ڪتيُون |
| پيٽوُن | لانُون |
| چيهُون | هَنجُون |
| ڏاٿيُون | |

١٣- ڪي لفظ اهڙا آهن، جي واحد ۾ صفت ٿي ڪم ايندا آهن، پر انهن جو جمع اسم طور استعمال ٿيندو آهي. مثلاً:

| واحد | جمع |
|---|---|
| اباڻو | اباڻا |
| پيڪو | پيڪا |
| ڏاڏاڻو | ڏاڏاڻا |
| ساھرو | ساھرا |
| ڪنواريتو | ڪنواريتا |
| گھوٽيتو | گھوٽيتا |
| ناناڻو | ناناڻا |

١٤- سنڌيءَ ۾ فارسي ۽ عربيءَ جا جمع جا صيغا به ڪي قدر استعمال ٿيندا آھن، تنھن ڪري انھن جون جمع جون صورتون ھيٺ ڏجن ٿيون:

١- فارسيءَ جون جمع جون ترڪيبون:

ذي روح يا جاندار شين جي اسمن جا جمع جا صيغا:

| واحد | جمع |
|---|---|
| بالغ | بالغان |
| براد ر | براد ران |
| بت | بتان |
| جان | جانان |
| د ختر | د ختران |
| عاقل | عاقلا ن |
| ڪارڪن | ڪارڪنان |
| يار | ياران |

غير ذي روح يا بي جان شين جي اسمن جا جمع جا صيغا:

| واحد | جمع |
|---|---|
| بار | بارھا |
| جام | جامھا |
| سال | سالھا |
| شب | شبھا |
| صد | صدھا |

| | |
|---|---|
| ڪتاب | ڪتابها |
| هزار | هزارها |

٥. پڇاڙيءَ وارن اسمن جا جمع جا صيغا:

| | |
|---|---|
| افسرده | افسردگان |
| آواره | آوارگان |
| بنده | بندگان |
| پس مانده | پس ماندگان |
| رفته | رفتگان |
| ستاره | ستارگان |
| ڪشته | ڪشتگان |

٦. عربيءَ جون جمع جون ترڪيبون:

ڪي اسم، جي عربيءَ ۾ جمع هوندا آهن، سنڌيءَ ۾ واحد جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

| واحد | جمع |
|---|---|
| اَصلُ | اُصُولُ |
| اُفقُ | آفاقُ |
| باسُورُ | بَوَاسِيرُ |
| حالُ | اَحوالُ |
| خَبرُ | اخبارُ |
| خُلقُ | اَخلاقُ |
| رُوحُ | اَرواحُ |
| سِرُ | اَسرارُ |
| شريفُ | اشرافُ |
| فِعلُ | افعالُ |
| فُوهُ | اَفواهُ |
| ڪَبيرُ | اَڪابرُ |

| | |
|---|---|
| مِلڪ | اِملاڪ |
| مَلڪُ | مَلائڪُ |
| وَلدُ | اَولادُ |

عربيءَ جا عدد تثنيه جا صيغا جي سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندا آهن:

| واحد | جمع: فاعلي صورت | جمع: عام صورت |
|---|---|---|
| اِمامُ | (١) اِمامان | اِمامين |
| بَحرُ | بَحران | بَحرين |
| جانِبُ | جانبان | جانبين |
| حَرَمُ | حَرَمان | حَرمين |
| دارُ | داران | دارين |
| طَرَفُ | طَرفان | طرفين |
| قِبله | قِبلتان | قِبلتين |
| والدُ | والدان | والدين |

عربيءَ ۾ جمع جا ڪي صيغا قاعدي مطابق ٺهندا آهن، جن کي جمع سالم چئبو آهي ۽ ٻيا ڪنهن هڪ قاعدي تي ٻڌل نہ هوندا آهن، جن کي جمع مڪسّر چئبو آهي. 'مڪسّر' جي معني آهي ڀڳل يا بي قاعدي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

١. جمع سالم جا صيغا:

مذڪر اسم:

---

(١) سنڌيءَ ۾ تثنيہ جي فاعلي صورت بہ عام صورت استعمال ٿيندي آهي.

| واحد | جمع: فاعلي حالت | جمع: عام صورت |
|---|---|---|
| مُسلِمٌ | مُسلِمون | مسلمين |
| مُجاهِدٌ | مُجاهِدونَ | مُجاهدِين |
| مُهاجِرٌ | مُهاجِرونَ | مُهاجِرين |
| مؤمِنٌ | مؤمِنؤن | مؤمِنين |

مونث اسم:

| | | |
|---|---|---|
| بِنت | بَنَاتٌ | بَنَاتِ |
| كَلمهٌ | كَلماتٌ | كَلماتِ |
| مؤمِنةٌ | مؤمِنات | مؤمنات |

| واحد | جمع |
|---|---|
| آيت | آيات |
| حِكايت | حِكايات |
| شِكايت | شِكايات |
| عَلامت | عَلامات |
| كَرامت | كَرامات |
| اِصطلاح | اِصطلاحات |
| تصنيف | تَصنيفات |
| تعريف | تعريفات |
| جَماد | جَمادات |
| حَيَوانٌ | حَيَوانات |
| سَماءُ | سَماوات |

۲. جمع مڪسّر جا مثال:

| واحد | جمع |
|---|---|
| اُمّتُ | اُمَمُ |
| نِعْمَتُ | نِعَمُ |
| حِڪْمَتُ | حِڪَمُ |
| رَسُوْلُ | رُسُلُ |
| اَصْلُ | اُصُوْلُ |
| اَمْرُ | اُمُوْرُ |
| بَحْرُ | بِحارُ |
| جَبَلُ | جِبالُ |
| رَوْضَةُ | رِياضُ |
| جاهِلُ | جُهّالُ |
| حاڪِمُ | حُڪّامُ |
| عامِلُ | عُمّالُ |
| ڪافِرُ | ڪُفّارُ |
| حَدُّ | حُدُوْدُ |
| حَقُّ | حُقُوْقُ |
| خَطُّ | خُطُوْطُ |
| رَسْمُ | رُسُوْمُ |
| رَمْزُ | رُمُوْزُ |
| نَفْسُ | نُفُوْسُ |
| نَقْشُ | نُقُوْشُ |
| اِسْمُ | اَسْماءُ |
| بابُ | اَبوابَ |
| حالُ | اَحْوالُ |
| حُڪْمُ | اَحْڪامُ |
| حُرُّ | اَحْرارُ |

| | |
|---|---|
| خَبَرٌ | آخبارٌ |
| خُلْقٌ | آخْلاقٌ |
| سَبَبٌ | آسْبابٌ |
| سِرٌّ | آسْرارٌ |
| شِعْرٌ | آشعارٌ |
| صَاحِبٌ | آصْحابٌ |
| طِفْلٌ | آطْفالٌ |
| طَرَفٌ | آطْرافٌ |
| عَمَلٌ | آعْمالٌ |
| فَرْدٌ | آفْرادٌ |
| قَدَمٌ | آقْدامٌ |
| قَوْلٌ | آقوالٌ |
| قومٌ | آقْوامٌ |
| لَفْظٌ | آلْفاظٌ |
| وَقْتٌ | آوْقاتٌ |
| وَهْمٌ | آوْهامٌ |
| آمِيْرٌ | آمَراءُ |
| حَكِيمٌ | حُكَماءُ |
| خَلِيفَةٌ | خُلَفاءُ |
| شَاعِرٌ | شُعَراءُ |
| عالِمٌ | عُلَماءُ |
| فَقِيرٌ | فُقَراءُ |
| نَبِي | آنبِيَاءُ |
| وَلِي | اولِياءُ |
| سَلاحٌ | آسْلِحَةٌ |
| لِسَانٌ | آلْسِنَةٌ |
| حَجَرٌ | حِجارَةَ |
| صَاحِبَةٌ | صَحابَةٌ |

| | |
|---|---|
| سُلْطَانُ | سَلاطِين |
| شَيْطَانُ | شَيَاطِين |
| مِسْكِينُ | مَساكِين |
| مَضْمُونُ | مَضامِين |
| اُسْتاذُ | اَساتِذَه |
| تلميذُ | تَلامِذه |
| فيلسُوفُ | فَلاسفة |

٥٣ جمع جو جمع، جو فقط عربي زبان جي خصوصيت آهي، سنڌيءَ ۾ به ڪڏهن استعمال ٿيندو آهي، مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| رَسْمَ | رُسُوْمُ | رُسُوْمات |
| لازِمَهُ | لَوازِمُ | لَوازِمات |
| وَجْهَ | وُجُوْهُ | وُجُوْهات |

عدد واحد جو استعمال:

"اڄ نه اوطاقن ۾ دونهين، ڌُنُڌَ، نه لاتَ."
(شاهه: رامڪلي)

"ڀِڳڙ اڳيان ٻولَ، هي ٻيڄل ٻولايو،
لڱهي لاڳيَ نه ڏهڻو، نه ڏِٺَ پنڻ آيو."
(سچل: سورٺ)

"ڏاڏي پوٽو ڏيهه ۾ ڏُکِي ڪونه ڏٺوءِ؟"
(شاهه: حسيني)

"اڄ نه اڱڻ ءِ يار، ڪرهو جيئن ڪالهه هو."
(شاهه: ڪنڀات)

"رُلِي ڀانيشي راند، ٻانهڻ عشق ٻروچ جو."
(شاهه: حسيني)

"جتڙ جا هنيرِ جَتَ تنهن ڳجهيو ڳاهيُمِ جندڙو."
(شاهه: معذوري)

”**جوڳي** تنهنجي **جوڳ** ۾ **ڳالهه** گهرجي ڳچ.“

(شاهه: رامڪلي)

”**امڙ** اوري اچ تہ **ٻيٺ** سٽاينئين **سور** جي.“

(شاهه: حسيني)

”**صوفيءَ** صاف ڪيو ڏوئي **ورق** وجود جو.“

(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”نہ **ڪاتيءَ** نہ **ڪانهن**، نڪو **ڏوهہ قلم** جو.“

(شاهه: سهڻي)

”**ڪيچان** آيو **قافلو** رات سوچاريءَ **روءِ**،
**ٻوٽي** ۽ **بلوچ** جي رڙهي پسان روءِ.“

(شاهه: ديسي)

”آئي ڪانگ ڏنياس **ڪتابت قريب** جي.“

(سچل: مالڪوس)

”**ڪانگل** نيئي **ڪانگ** منهنجي ڏج **محبوب** کي.“

(شاهه: پورب)

”**مٽي** مو ڙهيئي **مت**، جيئن **دوست** وجائي **داسڙو**.“

(شاهه: ليلان چنيسر)

”جتي **ماڻڪ ماڳ**، تتي چوران **نڪيو**.“

(شاهه: سريراڳ)

”نہ **ملاح** نہ **مڪڙي**، نڪي پڌئين **نوڙ**،
**ٻاڏي** پنيءَ پوڙ، **سهڻيءَ** ليکي **سير** جو.“

(شاهه: سهڻي)

”**وڻجاري واٽي** سدا آهہ **سفر** جي.“

(شاهه: سامونڊي)

’**اشراف** ڪيَ هميشه پنهنجي **عزت** جو **خيال**‘ هوندو آهي.‘

’جنهن **قوم** ۾ **تعليم** ۽ **هنر** نه هوندو آهي اها هميشه **پسمانده** رهندي آهي.‘

’آڳاٽي **زماني** ۾ **سفر** توڙي **واپار** **قافلي** جي ذريعي ڪيو ويندو هو.‘

’توري ڪٿي ڳالهه تي **شڪايت** ڪرڻ ڪن ماڻهن جي **عادت** ٿيندي آهي.‘

’**ڪچهريءَ** ۾ نه **ڪوڙ** ڳالهائجي ۽ نه وري ڪو بي بنياد **افواه** ڦيلائجي.‘

عدد جمع جو استعمال:

اڄ پڻ **اکڙين**، **سڄڻ** پنهنجا ساريا،
”**ڳلن** تان **ڳوڙهن** جون **ٻوندون** بس نه ڪن.“
(شاهه: بروو سنڌي)

”اپريم **انگور**، سٽي **سپيرين** جا،“
(شاهه: پورب)

”اڄ نه **اوطاقن** ۾ **طالب** تنواريِن،
**آديسي** اٿي ويا، **مڙهيون** سون مارين.“
(شاهه: رامڪلي)

”**اديون** سپ اندام **چڙن** منهنجا چوريا.“
(شاهه: سهڻي)

”ايندا اباڻا، ڏور لاتا جن **ڏيهڙا**،
ڪير سهندم سومرا، **مارن** ري ماڙا.“
(سچل: ڪنيات)

"اُڀي وڏڙا اڳري عمر اباڻا،
ڀڳر ٻاٻاڻا پسان شال پرڪ نهين."
(شاهه: مارئي)

"پيچ پٽڱن ڪي سنڌيون ڪامڻ خبرون."
(شاهه: برو سنڌي)

"ٻنڌر بازاريون سچا سامونڊيڻ ري."
(شاهه: سامونڊي)

پرين جي پرديس، مون ڪي ميهڻا ميڙيا."
(شاهه: سارنگ)

"ڏاگهن ڏيرن ڏونگرن، تنهي ڏنم ڏڪ."
(شاهه: ديسي)

"ڏئي ڏيهاڻ ٿيام، ڪهه جاڻان ڪهڙا پرين،
ولين جيئن وريام، گونڌر غم پرينءَ جا."
(شاهه: سهڻي)

"ڏونگر ڏوري مر مران، ماهه ميرون ڪائين،
آنڊا گونڊا اوجهريون پل پڄهون پرڪائين."
(سچل: ڪوهياري)

"پڪا ۽ پهوهار ڏئي مون ڏيهاڻ ٿيا."
(شاهه: مارئي)

"چپ ڪر چنبپ مَ چون ٻوٽ اکيون ڍڪ ڪين"
(شاهه: آسا)

"پيهر آءٌ پوري، مون سنگ سڃاڻي نه ڪيو."
(شاهه: سسئي)

"مون وٽ آئيو ڪونہ ڪو ڏاڍون ڏون ڀري ڀير."
(شاهہ: مارئي)

"جڏهن ڀيج ڀني، تڏهن اوٺين آئي ڀلاڙيا،
سڌ لڌيندي ساٿ جي ڏيرن ڪانہ ڏني،
مهارون هٿين جون ويا ڇوڙائي ڇني،
اڏيون ڳالهہ. انهي، چرپر لائي چٽ ۾."
(شاهہ: ديسي)

"عمر ايسائن هٿل نہ ماڙيون مون ڏٺا،
لاسين ۽ لاڏن هيون پيهيون ڀنوهارن جون"
(سچل: ڪنيات)

"پيٽ ڏوڏا جن ڏاج، ڦنوت جني ڪم ڪوٺيون،
انهن جو احتياج، تنو تماچي ڪيڏو ڪري."
(سچل: ڪليان)

"اڇو پاڻي لڙ تيو ڪارو ڪيو ڪنڪڻ،
ايندا لج مرن، تنهن سر مٿي هلڪڙا."
(شاهہ: ڪارايل)

"ڪاڄ جن جو ڪکون، مال جن جو مڱ،
سمي سيٺي سيڻ ڪيا، هيٺا جن جا هڱ."
(شاهہ: ڪاموڏ)

"نہ سي ووٺ وڻن ۾، نہ سي ڪاڏاريون،
پسيو بازاريون، همرو مون لوڻ ٿئي."
(شاهہ: ڪاپائتي)

"ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهن ٿيندي سامهان."
(شاهہ: ڪليان)

”سڙي مجلس ميرَ ۾، ماڇي ڪن ماڏا،
مکڻ ۽ مڪيڻ ٻچا چڻن تا چاڏا،
ڪکيءَ جا ڪاڏا، ڏمڙتن ڏنبا ڪيا.“
(سچل: ڪلياڻ)

”ور وراڪا وچ ۾ لکين آڏا لڪ.“
(شاهه: ڪاموڏ)

’کليل ميدانن ۾ لڳاتار هوائن ۽ طوفانن جي لڳڻ ڪري تنبن جون ٺهبارون نڪري وينديون آهن.‘

*

’انسان تي ٽن قسمن جا حقَ آهن: حقوق الله، حقوق العباد ۽ حقوق النفس.‘

*

’اهل دل فقيرَ ئي قدرت جا راز ۽ اسرار پروڙي سگهن ٿا.‘

*

”ٻوٽو وڏي وڻ ٿئي ۽ ڦر جهلي تنهن لاءِ سالها انتظار ڪرڻو پوندو آهي.‘

*

’حاجين کي حج جا لوازمات چڱيءَ طرح بجا آڻڻا آهن.‘
عدد تثنيه جو استعمال:

*

'هرسال لکين ماڻهو **حرمين** جي زيارت لاءِ ويندا آهن.'[1]

*

'جيڪي ماڻهو الله جي عبادت ۽ خلق جي خدمت ڪندا، انهن کي **دارين** جو اجر ۽ آرام نصيب ٿيندو.'[2]

*

'ٻن ڌرين جي وچ فيصلي ڪرڻ لاءِ **طرفين** جون ڳالهيون ٻڌڻ گهرجن.'[3]

*

'**والدين** جو ادب رکڻ ۽ انهن جي خدمت ڪرڻ اولاد تي فرض آهي.'[4]

=(+)=

# (٧) اسم جي حالت

جملي ۾ اسم يا ان جي بدل يعني ضمير جي جا بيهڪ ۽ حيثيت رهي ٿي يا ان جو ٻين ڪنهن لفظ سان جو لاڳاپو رهي ٿو، تنهن کي حالت چئجي ٿو. اسم جي حالت جا ڪل پنج قسم آهن، اگرچه سنسڪرت جي قاعدي موجب اسم جون اٺ حالتون هونديون آهي، پر اهي سنڌيءَ ۾ استعمال ڪونہ ٿينديون آهن. اهي اٺ حالتون هيٺيون آهن:

١- حالت فاعلي
٢- حالت مفعولي
٣- حالت جري:
 ٣- حالت جري
 ٤- حالت سببي
 ٥- حالت امدادي
 ٦- حالت مڪاني
٧- حالت اضافت يا فاعلي
٨- حالت ندائي

سنسڪرت ۾ معنيٰ ۽ مفهوم جي لحاظ کان حالت جريءَ جا چار قسم ڏيکاريا ويا آهن، جن جا مثال هيٺين جملي ۾ ڏجن ٿا:

استاد ڪلاس ۾ ٻار کي بورڊ تي چاڪ سان حساب سيکاري ٿو.

مٿين جملي ۾ ’استاد‘ فاعل ۽ ’حساب‘ مفعول کان سواءِ باقي جيڪي چار اسم ڪم آندل آهن، تن جي حالت هيٺ بيان ڪجي ٿي.

**ڪلاس:** هي لفظ هنڌ يا مڪان ظاهر ڪري ٿو، تنهنڪري سنڌس حالت **مڪاني** يا ظرفي چئبي.

**ٻــار:** ٻار کي استاد کان سکيا جي امداد ملي ٿي، تنهنڪري ان جي حالت **امدادي** ٿيندي.

**بوردِ:** حسابن جي سکيا جو بنياد بوردِ تي رکيو ويو آهي، تنهنڪري ’بوردِ‘ جي حالت **جري** ليکبي.

**چاڪ:** ’چاڪ‘ کي وسيلو يا اوزار ڪري استعمال ڪيو ويو آهي، تنهنڪري ان جي حالت **سببي** شمار ڪبي.

مٿين مثالن مان معلوم ٿيندو ته حالت جريءَ جي چئن مختلف صورتن جي وچ ۾ جو معنوي فرق آهي، اهو بالڪل لطيف ۽ مونجهارو پيدا ڪندڙ آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌيءَ ۾ خاص ۽ جدا جدا پڇاڙين استعمال نه ٿيڻ جي ڪري مذڪور صورتن ۾ فرق ڪرڻ مشڪل ٿو لڳي، انهيءَ ڪري سنڌيءَ ۾ حالت سببي، امدادي ۽ مڪاني، ٽنهي کي حالت جريءَ ۾ شامل ڪيو ويو آهي ۽ سنڌيءَ ۾ فقط پنجن حالتن کي تسليم ڪيو ويو آهي.

## ١- حالت فاعلي -

جملي ۾ جڏهن ڪو اسم يا ضمير فاعل جو ڪم ڪندو آهي، ته ان جي حالت فاعلي سڏبي آهي.

مثال:

”اَٽَّ نه وجي وِڪ سين، چري نه چانگو.“
(شاهه: ڪنيات)

"اوڏاڪين آيا عقل وارا عشق ڪـي."
(سچل: آسا)

"وسي ٿو وڻ ڦڙو، ٺهڪن ٿيون ڏاريون."
(شاهه: سارنگ)

"ويو ڪين وري ماڻجهي هن ميدان ۾."
(سچل: راڻو)

"انسان تڪليف ۾ پنهنجي ڪمزوري محسوس ڪندو آهي."

*

"ڌوٻي ميرا ڪپڙا ڌوئي صاف ڪري ٿو."

*

"ماءُ پنهنجي ٻچن لاءِ سوين ڏک سور سهي ٿي."

*

مٿيان ٿلها مثالي لفظ: اٺ، چانگو، عقل وارا، وڻ ڦڙو، ڏاريون، ماڻجهي، انسان، ڌوٻي ۽ ماءُ فاعل جي حيثيت رکن ٿا، تنهنڪري انهن جي حالت فاعلي آهي.

'فاعل' جي لغوي معنيٰ آهي 'ڪم جو ڪندڙ'، پر نحوي لحاظ کان سندس مطلب آهي، اهو لفظ جنهن جو سنڌو سنئون واسطو فعل سان هجي.

## ٢- حالت مفعولي-

جملي ۾ جڏهن ڪو اسم يا ضمير مفعول ٿي ڪم ايندو آهي، ته ان جي حالت مفعول چئبي آهي.

مثال:

"پڪي سوٽي پر، اڄ اڏاڻو اوڏهين،
خاص وٺي خبر، موٽيو ماڳن پانهنجي."
(سچل: مالڪوس)

”مال نه مڱي مڱڻو، جاچڪ گهري جيءُ.“
(شاهه: سورٺ)

”وٺ ڪاتي، وڍ انگڙا، ادب ڪر م ڪوءِ.“
(شاهه: بروو سنڌي)

”وکر سو وهاءِ جو پڇي پراڻو نه ٿئي.“
(شاهه: سريراڳ)

’سائنس دنيا کي آرام به ڏنو آهي ته خوف به.‘

*

’حڪومت جو فرض آهي ته رعيت لاءِ هرڪا سهولت پيدا ڪري.‘

*

’شادي يا ڪنهن خوشيءَ جي محفل ۾ ماڻهو عطر ۽ گل چڻيندا آهن.‘

مٿيان تلها مثالي لفظ: پر، خبر، مال، جيءُ، ڪاتي، انگڙا، وکر، آرام، خوف، سهولت، عطر ۽ گل مفعول ٿي ڪم آيل آهن، تنهنڪري انهن جي حالت مفعولي آهي.

’مفعول‘ جي لغوي معنيٰ آهي ’ڪم آندل يا ڪم آيل‘، پر سنڌس نحوي مطلب آهي اهو لفظ جنهن جو فعل سان واسطو فاعل جي ڪري هجي.

## ٣- حالت جري:-

جملي ۾ جڏهن ڪو حرف جر ڪنهن اسم يا ضمير جي پٺيان يا پر ۾ ايندو آهي ۽ ان جي حالت بيان ڪندو آهي ته ان اسم يا ضمير جي حالت جري چئبي آهي.

مثال:

”منهنجو پيچ پنهون سان، ازل لاڪون آهه.“
(سچل: ڪوهياري)

”ڏِٺِيُن مٿان پلٽيون، هيسرئُون منجهان هيج.“
(سچل: سارنگ)

”جن سان بجڙي بانس، آئي عام خلق کي،
تن سان سمي ڇام جا ايڏا تيا اخلاص.“
(سچل: ڪلياڻ)

”ڏاڍي هيس ڏيهہ ۾، سرتين منجهہ سڃاڻ.“
(شاهہ: ليلان چنيسر)

”ڏاڏا لڳ ڏيڪار، سو سومرا ساٿيهہ،
رڄ ڦهوارن پرڏيهہ، ماڳ مڙيوئي پانئيان.“
(سچل: ڪنيات)

”راڌي لاءِ رڙي، ويئي وهامي راتڙي.“
(شاهہ: مومل راڻو)

”روهن اندر روجهڙيون، ڪيون ڏکيون ڏولاون.“
(سچل: پهاڙي)

”سامي تون سلوڪ کي هٿان هڏ م ڇڏ.“
(شاهہ: رامڪلي)

’علم بنا آدمي، آهي ڍڳن سمان.‘

*

’هڪ ڏينهن هيءَ دنيا هرشئي سميت ختم ٿي ويندي.‘

*

’صبح جو ننڊ مان اٿي ڌڻيءَ کي ياد ڪرڻ لازمي آهي.‘

*

مٿيان ڏنلها مثالي لفظ: پنهون، ازل، ڀٽن، هيج، جن، علم، خلق، تن، ڏيهه، سرتين، ڏاتر، پنهوارن، راڻي، روهن، سلوڪ، علم، پسون، شئي، ننڊ ۽ ڏٺي جري حالت ۾ آهن، چاڪاڻ تہ حرف جر: سان، لاڪون، مٿان، منجهان، سان، ۾، منجهہ، لڳ، ريءَ، لاءِ، اندر، ٻنا، سمان، سميت، مان ۽ ڪي جدا جدا اسمن يا ضميرن جي پٺيان يا پڙ ۾ آيل آهن ۽ انهن جي حالت بيان ڪن ٿا.

ڪن حالتن ۾ اسم يا ضمير خود مجرور صورت ۾ هوندو آهي، اگرچہ حرف جر جدا استعمال ٿيل ڪونہ هوندو آهي. پر اهو متعلق اسم يا ضمير ۾ مدغم ٿيل يا مليل هوندو آهي، مثلاً: ”ڏيهان ڏور“ جنهن جو مطلب آهي ”ڏيهہ کان ڏور.“ ”ڏيهان“ لفظ ۾ ”کان“ حرف جر سمايل آهي. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

”اجلان اڳي سمئي، منڊَ جهري ٿي مَرُ.“
(شاهہ: معذوري)

”آسَ مَ لڳي اوٺئين، ليڙن لٽڪَ مَ لڳ.“
(شاهہ: ديسي)

”وڏي اوهيم آئيون پڌيءَ لائي ڦرَ.“
(شاهہ: سارنگ)

”پاند ڳچيءَ پائي، چاهون چمان پيرڙا.“
(سچل: راڻو)

”پرڏيهان پنڌ ڪري هلي آيو هيءُ.“
(شاهہ: سورٺ)

”سونهن وڃايم سومرا، وطن وڃان ڪيئن؟“
(شاهہ: مارئي)

"نوري ڄام تماچ سان، ڪلي چڙهي ڪنن."
(سچل: ڪلياڻ)

"وڏن ويا ڪانگ، وچين تي ويلا ڪري."
(شاهه: سهڻي)

'ڪي ماڻهو شاديءَ کان پوءِ ٻارين ٻچين ساهرين وچي رهندا آهن.'

*

'غريب ۽ مسڪين ماڻهو پيرين پنڌ حج تي ويندا آهن.'

*

'پرديس ۾ ڳوٺان ڪو خط ايندو آهي، تہ بيحد خوشي ٿيندي آهي.'

*

مٿي ڏنل مجرور لفظن جي تشريح هيٺ ڏجي ٿي:

| | | |
|---|---|---|
| اجلان | يعني | اجل کان |
| اوٺين | " | اوٺين کي |
| ليڙن | " | ليڙن کي |
| اوهي | " | اوهہ سان |
| پٺيءَ | " | پٺيءَ سان |
| ڪڇيءَ | " | ڪڇيءَ ۾ |
| ڄاهون | " | ڄاهہ مان يا منجهان |
| پرڏيهان | " | پرڏيهہ کان |
| وطن | " | وطن ڏي يا ڏانهن |
| ڪَتَ | " | ڪت تي |
| وٽن | " | وٽن تي |
| ٻارين ٻچين | " | ٻارن ٻچن سان |

ساھرين " ساھرن ۾
پيرين " پيرن سان
پنڌ " پنڌ سان يا پنڌ وٺيلي
ڳوٺان " ڳوٺ کان يا سان

## ٤- حالت اضافت يا اضافي

جڏھن ڪنھن اسم يا ضمير جي پٺيان حرف اضافت: جو، جي، سندو، سندي يا ۋارو، واري ايندو آھي ۽ ان جو ٻئي ڪنھن لفظ سان لاڳاپو ڏيکاريندو آھي تہ ان اسم يا ضمير جي حالت اضافت يا اضافي چئبي آھي.

اضافي ترڪيب جا ٻہ ڀاڱا ھوندا آھن:

١- مُضاف، ٢- مضاف اليہ.

مضاف جي معنيٰ آھي اھا شئي جنھن جو ٻئيءَ ڪنھن شئي سان لاڳاپو ھجي ۽ مضاف اليہ جو مطلب آھي اھا شئي جنھن سان ٻي شئي جو لاڳاپو ڏيکاريل ھجي، مثلاً: "ڪاغذ جي ٻيڙي"، ھن ترڪيب ۾ 'ٻيڙي' آھي مضاف ۽ 'ڪاغذ' آھي مضاف اليہ.

حالت اضافت جون ڇھہ مختلف صورتون آھن، جي ھيٺ ڏجن ٿيون:

١- اضافت تمليڪي
٢- اضافت ظرفي
٣- اضافت بياني يا توضيحي
٤- اضافت ذاتي يا صفاتي
٥- اضافت مجازي يا تشبيھي.
٦- اضافت نسبتي

## (الف) حالت اضافت تمليڪي

اضافت واري جملي ۾ جيڪڏھن مضاف ۽ مضاف اليہ جو تعلق مالڪي ھوندو، يعني مضاف ڪنھن مضاف اليہ جي

مالڪيت ڏيکاريل هوندو ته مضاف اليہ جي حالت اضافت تمليڪي چئبي، مثلاً: باد شاهہ جو تخت، حڪومت جو ڪارخانو، منهنجو قلم، الله جو ٻانهو، دوست سندو در، طبيب واري دوا وغيره. انهن ترڪيبن ۾ باد شاهہ، حڪومت، منهن، الله دوست ۽ طبيب جي حالت اضافت تمليڪي آهي.

اُضافت تمليڪيءَ جو استعمال:

”عاشق، معشوقن جتو وٺي ويهج رُند.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”نوح جنهين جو ناکئو، ثابت ويا سيئي.“
(شاهہ: سراڳ)

”محبتي ميهار جي چڙن چور با چاڪ.“
(شاهہ: سهڻي)

”اُديون آريءَ ڄام جا ويا روڌا رٿاريون.“
(سچل: ڪوهياري)

”ڏيهہ ڏکيءَ جو ڏور، رهبر رسج رچ ۾.“
(سچل: ڪوهياري)

## (ب) حالت اضافت ظرفي

اضافت واري جملي ۾ جيڪڏهن مضافءِ مضاف اليہ جو حصو هوندو يا آن ۾ سمايل هوندو يا ان جي اثر جو نتيجو هوندو ته مضاف اليہ جي حالت اضافت ظرفي ٿيندي. ظرف جي معنيٰ آهي ٿانءُ، هنڌ يا جاءِ جنهن ۾ ڪا شئي پيل يا سمايل هجي، مثلاً: گهر جو در، گل جي خوشبوءِ، بدن جو رت، درياهہ جو پاڻي، اسڪول جا شاگرد، ڪتاب جي ڳالهہ ۽ سيارڻ جي ٿڌ وغيره. هنن مثالن ۾ ڏسبو ته در، خوشبوءِ، رت، پاڻي، شاگرد، ڳالهہ ۽ ٿڌ، جي مضاف آهن،

اهي پنهنجي مضاف اليہ، يعني گهر، گل، بدن، درياهہ، اسڪول، ڪتاب ۽ سپاري ۾ داخل آهن، تنهنڪري هرهڪ مضاف اليہ جي حالت اضافت ظرفي چئبي.

اضافت ظرفيءَ جو استعمال:

”توڏي تنهن وڻ تات، جنهن ۾ ٻوءِ بادام جي.“
(شاهہ: ڪنيات)

”پاڻان چوندءِ پيءُ، پري جام جنت جو.“
(شاهہ: ڪلياڻ)

”سکهو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سين.“
(شاهہ: برّوو سنڌي)

”چڪو انهنءَ چانش جو، چکي ٿيا چريا.“
(سچل: پيروي)

”پسي دور درياهہ جو، دهلج ڪيہ دلا.“
(شاهہ: سهڻي)

”پينر هن پنيور ۾ دوزخ جو دونهون.“
(شاهہ: حسيني)

”سڻون سيپارن جون، پڙهڻ ٿيون ثواب.“
(سچل: پيروي)

## (ت) حالت اضافت بياني يا توضيحي

اضافت جي جملي ۾ جيڪڏهن مضاف اليہ ۽ مضاف جو لاڳاپو بياني هوندو يا مضاف اليہ مضاف جي توصيف يا وضاحت ڪندڙ هوندو تہ ان حالت ۾ مضاف اليہ جي حالت اضافت بياني يا توضيحي ٿيندي، مثلاً: سون جي منڊي، رڪ جي ترار، مس جو داغ، جمع جو ڏينهن، دنبي جو گوشت، اپريل جو مهينو ۽ ڪراچيءَ جو شهر وغيره. انهن ترڪيبن ۾ سون،

رڪ، مس، جمع، دنبي، اپريل ۽ ڪراچي، جي مضاف اليہ آهن، انهن جي حالت اضافت بياني آهي.

اضافت بيانيءَ جو استعمال:

”اکر پڙهہ الف جو، ٻيا ورق سڀ وسار.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”داروںءَ جا داڻا ڏنم هوت هٿن سين.“
(شاهہ: ڪوهياري)

”جيڪس منجهہ قطار، ڪا ول ڇنائين وهم جي.“
(شاهہ: ڪنيات)

”سدا آهي سور جي واڍوڙين وائي.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”محبت جي ميدان ۾ سر جو سانگ نہ ڪر.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل وهاڻ جي.“
(شاهہ: معذوري)

”ڏيکاريس ڏکن، ڳوندر ڳنس ٻپهرن جو.“
(شاهہ: حسيني)

”ڏونگر مونسين روءِ، ڪي پار پنهونءَ جا.“
(شاهہ: ڪوهياري)

”سامونڊين سعيو، سدائين سفر جو.“
(شاهہ: سامونڊي)

”ساجن توهان ڌار، ڏٺم ڏينهن قيام جو.“
(شاهہ: ديسي)

”’لا‘ نفيءَ جو ڪلمو مون کي، مرشد پاڙ پڙهايو.“
(سچل : گجري)

”ڳل ڳاڻا ياقوت جا، موتين ڳتيس مال“
(شاهه : ڪنيات)

مٿين سٽن ۾ ٽلها لفظ مثالي آهن، جن جي حالت اضافت بياني آهي.

## (ٿ) حالت اضافت ذاتي يا صفاتي:

اضافت واري جملي ۾ جيڪڏهن مضاف لفظ مضاف اليه جي خاصيت يا ذاتي وصف ظاهر ڪندڙ هوندو ته ان مضاف اليه جي حالت کي اضافت ذاتي يا صفاتي سڏبو. مثلاً: سج جي گرمي، چنڊ جي روشني، رات جي اونداهي، دنيا جي لذت، انسان جي ڪمزوري ۽ باهه جو تؤ وغيره. انهن ترڪيبن ۾ سج، چنڊ، رات، دنيا، انسان ۽ باهه جي حالت ذاتي يا صفاتي آهي، ڇاڪاڻ ته مضاف لفظ: گرمي، روشني، اونداهي، لذت، ڪمزوري ۽ تؤ، هرهڪ پنهنجي پنهنجي مضاف اليه جي وصف يا خصوصيت ظاهر ٿو ڪري.

اضافت ذاتيءَ جو استعمال:

”اوٻارا عنبير جا، جر ميان اچن جال.“
(شاهه : سهڻي)

”تن ۾ تونس ڊڙين جي، پيان نه ڊاپان.“
(شاهه : سهڻي)

”آهي ڪو جو جهلي، تکو تاب حسن جو.“
(سچل : پيروي)

”قضا ڪئي ڪيو، ڪونهي ڏوهه ڪلال جو.“
(شاهه : يمن ڪلياڻ)

"مد يون پسي مهڙجون شرمايا شيطان."
(شاهه: سريراڳ)

"ملان سمجهين ڪين ڪي، تون محبوبن جي مام."
(سچل: آسا)

"طعنا تنڪا لوڪ جا، سر چڱا چايام."
(سچل: ڪوهياري)

"ڏکيءَ سند يون ڏونگرين، اوچنگارون اچن."
(شاهه: معذوري)

"وڪڙ ور وندر جا، جت جبلن جا جهاڪا."
(سچل: ڪوهياري)

مٿين سٽن ۾ ٽلها لفظ مثالي آهن، جن جي حالت اضافت ذاتي يا صفاتي آهي.

## (ج) حالت اضافت مجازي يا تشبيهي:

اضافت واري جملي ۾ جيڪڏهن مضاف ۽ مضاف اليه جي وچ ۾ لاڳاپو مجازي يا تشبيهي هوندو ته مضاف اليه جي حالت مجازي يا تشبيهي چئبي، مثلاً: اکين جي اڃ، دل جي ڪٽ، قدرت جو هٿ، محبت جو مچ، ڏکن جو ڏاچ، غلاميءَ جو طوق وغيره، انهن ترڪيبن ۾ اکين، دل، قدرت، محبت، ڏکن ۽ غلامي جي حالت مجازي يا تشبيهي آهي. اضافت مجازي يا تشبيهي جو مطلب آهي اهو لاڳاپو جو معنوي هجي يا تشبيهه طور بيان ڪيل هجي. هن اضافت کي اضافت 'استعاره' به چئبو آهي.

اضافت مجازيءَ جو استعمال:

"الا جي عشق جا سي تان تون نه سهين."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"مون سر وڍا جيڏيون، ڏکن سندا مينهن."
(شاهه: ساموندي)

"ٻانئي ويا ٻرت جو زوراور زنجير"
(شاهه: مسئي)

"پنهونءَ وڌم پيچ، نسوروئي ڏيئهن جو."
(شاهه: حسيني)

"گوندر جا گهوڙا وڃن جان جدا ڪيو."
(شاهه: ڪوهياري)

"چارڻ تنهنجي چنگ ۾ نوديهن جي تار."
(شاهه: سورٺ)

"محبت سندو من ۾ ماڻڪ ٻارج مچ."
(شاهه: سريراڳ)

"ڏيندا ٻٽڪي ٻاجهه جي، ويندءَ لنپ لڙي."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ٻيڙو جو ٻاپڻ جو سو چوٽيءَ تائين چور."
(شاهه: سريراڳ)

"آدب ۽ اخلاص جا سڙهه ٻڌج سوري."
(شاهه: سريراڳ)

"ٻاڏهپ جو ٻيڙين ۾ وکر وڌائون،
سوٽي معرفت جا سچا سوديائون."
(شاهه: سريراڳ)

"قاتل فوج حسن جي آئي، ڪاهون ڪاهه ڪنڪ."
(سچل: پيروي)

مٿين سٽن ۾ ٽلها لفظ مثالي آهن، جن جي حالت اضافت مجازي يا تشبيهي آهي.

## ٦- حالت اضافت نسبتي:

اضافت واري جملي ۾ جيڪڏهن مضاف ۽ مضاف اليہ جي وچ ۾ ڪو نسبي يا نسلي رشتو ڏيکاريل هجي يا مضاف جي مضاف اليہ سان ڪا نسبت ڄاڻايل هجي ته ان مضاف اليہ جي حالت اضافت نسبتي چئبي، مثلاً: الله جي مخلوق، ملڪ جو حاڪم، قوم جو سردار، سيٺ جو نوڪر، پيءُ جو پٽ وغيره. انهن ترڪيبن ۾ الله، ملڪ، قوم، سيٺ ۽ پيءُ جي حالت اضافت نسبتي آهي.

اضافت نسبتيءَ جو استعمال:

”ڪچ ڪمايم ڪوڙ، پڳم عهد الله جا.“
(شاهه: سريراڳ)

”ٻانهن تي ٻونيون ته ڪتا ڪينئي ڪيچ جا.“
(شاهه: معذوري)

”وڃان تي وڻڪار، ڏنم پير ڍڪهونءَ جو.“
(شاهه: حسيني)

”سامونڊي ڪوسڱ، آهي گوندر ڳاڏئون.“
(شاهه: سامونڊي)

”تون گهٽين سندو گهوٽ مون وَرُ تو نهين ٻڪڙو.“
(شاهه: مومل راڻو)

”سلطانہ رضيہ التمش جي ڌيءُ هئي.“

*

”چڱن جو اولاد گهڻو ڪري چڱو ٿيندو آهي.“

*

مٿين سٽن ۾ ڏنل لفظ مثالي آهن، جن جي حالت اضافت نسبتي آهي.

## ۵- حالت ندا يا ندائي:

جملي ۾ جنهن اسم يا ضمير کي حاضر سمجهي سڏيو يا پڪاريو وڃي يا ان کي خطاب ڪيو وڃي، تنهن جي حالت ندا يا ندائي چئبي آهي، 'ندا' جي معنيٰ آهي 'سڏ' يا 'پڪار' 'اي'، 'او'، 'اڙي'، وغيره ندا جا حرف آهن، جي سڏ ڪرڻ يا پڪارڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن. مثلاً: 'اي انسان'، 'او مسافر'، اڙي ڇوڪر وغيره انهن ترڪيبن ۾ انسان، مسافر ۽ ڇوڪر جي حالت ندائي آهي.

ڪن حالتن ۾ ندا جي لفظن ڪم آڻڻ کان سواءِ به، اسم جي حالت ندائي رهندي آهي ۽ اهڙن اسمن جي پوئين آواز ۾ ندا جي لفظن جو زور سمايل هوندو آهي، مثلاً: ڪنهن کي 'پٽ' چوڻ جو مطلب ٿيندو 'اي پٽ'، 'ٻارو' جو مطلب ٿيندو 'اي ٻارو'. اهڙين مختلف صورتن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

۱- جيڪڏهن واحد مذڪر اسم جو پڇاڙيءَ وارو آواز 'اُ' هوندو آهي ته ندائي حالت ۾ اهو واحد جي صيغي ۾ ٿري 'اَ' ۽ جمع جي صيغي ۾ ٿري 'او'، 'آ' يا 'آو' ٿي پوندو آهي، مثلاً:

| مذڪر اسم | | ندائي حالت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| ٻارُ | ٻارَ | ٻارَ | ٻارو |
| ٻاڏهُ | ٻاڏرَ | ٻاڏهَ | ٻاڏرو |
| پٽُ | پٽَ | پٽَ | پٽو |
| جٽُ | جٽَ | جٽَ | جٽام، جٽو |
| ڇوڪرُ | ڇوڪرَ | ڇوڪرَ | ڇوڪرو |
| دوستُ | دوستَ | دوستَ | دوستو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| عزيزُ | عزيزَ | عزيزَ | عزيزو |
| مؤمنُ | مؤمنَ | مؤمنَ | مؤمنو |
| مجاهدُ | مجاهدَ | مجاهدَ | مجاهدو |
| يارُ | يارَ | يارَ | يارو |

٢- جيڪڏهن واحد مذڪر اسمن جي پڇاڙي ’آ‘، ’اِ‘، اي يا ’آءُ‘ هوندي آهي ته ندائي حالت ۾ واحد جي صيغي ۾ انهن جي صورت ساڳي رهندي، پر جمع جي صيغي ۾ ڦري ’او‘، ’آءُ‘ يا ’تا‘ ٿي پوندي آهي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آقا | آقا | آقا | آقائو |
| ديوتا | ديوتائون | ديوتا | ديوتائو |
| راجا | راجائون | راجا | راجائو |
| سيٺِ | سيٺيئون | سيٺِ | سيٺيو، سيٺئو، سيٺئا |
| جوڳِي | جوڳي | جوڳِي | جوڳيو، جوڳئا |
| سپاهي | سپاهي | سپاهي | سپاهيو |
| قيدي | قيدي | قيدي | قيديو |
| ڪيچي | ڪيچي | ڪيچي | ڪيچيا، ڪيچيو، ڪيچيؤ |
| منشي | منشي | منشي | منشيو |
| ماڙهُو | ماڙهُو | ماڙهُو | ماڙهئا، ماڙهئو |
| واڻاهُو | واڻاهُو | واڻاهُو | واڻا هئا، واڻا هئو |
| هندؤ | هندؤ | هندؤ | هندئا، هندئو |

٣- جيڪڏهن واحد مذڪر اسمن جي پڇاڙي ’او‘ هوندي آهي ته ندائي حالت ۾ واحد جي صيغي ۾ ڦري ’آ‘ ۽ جمع جي صيغي ۾ ڦري ’او‘ يا ’آءُ‘ ٿي پوندي آهي.

مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻچڙو | ٻچڙا | ٻچڙا | ٻچڙؤ |
| پٽڙو | پٽڙا | پٽڙا | پٽڙؤ |
| ڇورو | ڇورا | ڇورا | ڇورؤ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| مگٿو | مگٿا | مگٿا | مگٿؤ |
| منگتو | منگتا | منگتا | منگتؤ |
| واڍو | واڍا | واڍا | واڍؤ |
| واڻيو | واڻيا | واڻيا | واڻيؤ |

٤- جيڪڏهن واحد مؤنث جي پڇاڙي، 'آ'، 'آ'، 'اِي' يا 'اِ' هوندي آهي ته نِدائي صورت ۾ واحدَ جي صيغي ۾ اها پڇاڙي قائم رهندي آهي، پر جمع ۾ قري 'او'، 'اون' يا 'رو' تي پوندي آهي. مثلاً:

| مؤنث اسم | | نِدائي اسم | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| پيڻُ | پيڻُون، پينرُ | پيڻُ | پينرُ، پينرو |
| ڏيءِ، | ڏيون، ڏيئر، | ڏيءِ | ڏيون، ڏيئون، |
| ڏيءِ | ڏيئرون | | ڏيئرو |
| سَسُ | سَسُون | سَسُ | سَسُون |
| ماءُ | مائون، مائر، | ماءُ | مائون، مائرون، |
| | مائرون | | مائرو |
| نُنهُنُ | نُنهُون، نُنهرُ | نُنهُنُ | نُنهُون، نُنهرون |
| نُهَنُ | نُهرون | نُهَنُ | نُهَرو |
| زالَ | زالون | زالَ | زالون |
| ماتا | ماتائون | ماتا | ماتائون، ماتائو |
| ڇوڪري | ڇوڪريون | ڇوڪري | ڇوڪريون |
| | | | ڇوڪريئو |
| مائيي | مائيون | مائيي | مائيون |

٥- ڪڏهن ڪڏهن مذڪر اسم واحد جي پڇاڙيءَ 'ه' ۽ جمع جي پڇاڙيءَ 'آه' ملائڻ سان نِدائي صورت ٺهندي آهي.

مثلاً:

| | اسم | ندائي حالت |
|---|---|---|
| واحد: | حامي | حاميه |
| جمع: | پرين | پرياه |

٦- شعر ۾ اسم جي پٺيان 'آ'، 'يا' يا 'آءِ' پچاڙي گڏڻ سان ندائي صورت پيدا ٿيندي آهي. مثلاً:

| اسم | ندائي حالت |
|---|---|
| وَڙآ | وڙاءِ |
| وَڻُ | وڻا، وڻاءِ |

ندائي حالت وارن لفظن جو استعمال:

"لڳم ٻاڻ پروچ جو امڙ پل م مون."
(شاهه: حسيني)

"رُلي ٻانيثي راند، ٻانيڻ. عشق پروچ جو."
(شاهه: حسيني)

"آءِ اوهان جي آهيان ٻانهي ٻروچاه."
(شاهه: حسيني)

"ڪا جا ڳالهه ڪري، پيڄليا ٻڌاءِ مون."
(شاهه: سورٺ)

"ڏک لڳو، ڏونگر پريو، پيڏتو ڪاٺي ٻون."
(شاهه: حسيني)

"راڻا رسڻ ڇڏ، وار ڪرهو ڪاڪ تي."
(شاهه: مومل راڻو)

"زاغ تنهنجي ذات جو ڏورو مٿي مون."
(شاهه: پورب)

”اڏيون ڪا اينديون، چڙهي مون سڳ ٿيو.“
(شاهه: حسيني)

”ڪرڪو ٻيرو ڪانڌَ، مون نماڻيءَ جي نجهري.“
(شاهه: ڏاهر)

”آءٌ ڪانگا ٻهي ڪُولِ، سنڌيون ڏي ساٿيهه جون.“
(شاهه: پورب)

”هلندي حبيبن ڏي، ڪرها موڙ مَ ڪنڌ.“
(شاهه: ڪنڀات)

”وڃُ ويا وهي، ڪالهه تنهنجا ڪونجڙي.“
(شاهه: ڏاهر)

”تان ڪا ورِ ڪجاه ڪميڻيءَ تي ڪيڇيا.“
(شاهه: حسيني)

”ليلان ليلائيچ، آئيئي ماڪ منٿ جئو.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”متنو آهين مَڇَ، تلهو ٿيو تون ساهڻين.“
(شاهه: ڏاهر)

”مَنڊَ مَ متنهين ويهه، اِيسي آسراس ۾.“
(شاهه: سسئي)

”مارئڙا! مانيدي، آءٌ اوهان ريءَ آهيان.“
(سچل: ڪنڀات)

”پيئي جا پرپات، سا ماڪ مَ پسو ماڙهوئا.“
(مخدوم نوح)

”وڏو ڪير وڏاءَ، اونچا ڏونگرَ مَ ٿيو.“
(شاهه: معذوري)

”آءٌ اڏامي هنجڙا، سرءِ ۾ ساريندئي.“
(شاهه: ڪاراڻل)

## اسمن جي عام صورت:

جملي ۾ اسم يا ضمير مختلف حالتن ۾ واقع ٿيندو آهي، جن جو بيان مٿي اچي چڪو آهي، ۽ هرحالت مطابق ان جي صورت ۾ ڦيرو ايندو رهندو آهي. مثلاً:

١- ڪڪرَ مينهَن وسائن ٿا.
٢- ڪڪرن مان مينهَن وسي ٿو.
٣- وسندڙ مينهَن ۾ گهمڻ ڦرڻ يا ڪم ڪار ڏکيو ٿيندو آهي.
٤- سمنڊن جو پاڻي ٻاڦ ٿي ڪڪرن جي صورت وٺي ٿو.

مٿين جملن ۾ ڏٺو ويندو ته 'ڪڪرَ' جو اسم آهي ۽ پهرئين جملي ۾ فاعلي حالت ۾ آهي، ٻئي ۽ چوٿين جملي ۾ جري ۽ اضافي حالتن ۾ ڦري 'ڪڪرن' ٿي پيو آهي، اهڙي طرح 'مينهَن' اسم جو پهرئين ۽ ٻئي جملي ۾ جدا جدا مفعولي ۽ فاعلي حالت ۾ آيو آهي، ٽئين جملي ۾ جري حالت ۾ واقع ٿيو آهي ۽ ان جي پيش واري پڇاڙي بدلجي زير واري ٿي پيئي آهي. مفعولي، جري ۽ اضافي حالتن کي گڏي 'عام صورت' به چئبو آهي. هيٺ مختلف پڇاڙين وارن اسمن جي فاعلي ۽ عام صورت جا مثال ڏجن ٿا.

١- 'آ' پڇاڙيءَ وارن اسمن جي عام صورت واحد جي صيغي ۾ ساڳي رهندي آهي، پر جمع ۾ انهن جي 'اوُن' پڇاڙي ڦري 'اَن' ٿي پوندي آهي. مثلاً:

| فاعلي صورت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| آڏَ | آڏوُن | آڏَ | آڏَن |
| پيٽَ | پيٽوُن | پيٽَ | پيٽَن |

| | | | |
|---|---|---|---|
| تارَ | تارُون | تارَ | تارُن |
| رَڳَ | رَڳُون | رَڳَ | رَڳُن |
| زالَ | زالُون | زالَ | زالُن |
| سِٽَ | سِٽُون | سِٽَ | سِٽُن |
| لامَ | لامُون | لامَ | لامُن |
| ليڪَ | ليڪُون | ليڪَ | ليڪُن |
| مُنڊَ | مُنڊُون | مُنڊَ | مُنڊُن |
| وِڪَ | وِڪُون | وِڪَ | وِڪُن |
| هوڙَ | هَوڙُون | هَوڙَ | هَوڙُن |

۲- 'آ' پڇاڙيءَ وارن اسمن جي عام صورت واحد جي صيغي ۾ فاعليءَ واري رهندي آهي، پر جمع ۾ 'ئون' پڇاڙي مٽجي 'ئُن' تي پوندي آهي، مثلاً:

| فاعلي صورت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| ٻَلا | ٻَلائُون | ٻَلا | ٻَلائُن |
| جفا | جفائُون | جفا | جفائُن |
| ديوتا | ديوتائُون | ديوتا | ديوتائُن |
| راجا | راجائُون | راجا | راجائُن |
| غُفا | غُفائُون | غُفا | غُفائُن |
| ڪَتا | ڪَتائُون | ڪَتا | ڪَتائُن |
| هَچا | هَچائُون | هَچا | هَچائُن |

۳- 'اِ' پڇاڙيءَ وارن اسمن جي عام صورت واحد جي صيغي ۾ فاعليءَ جهڙي هوندي آهي، پر جمع ۾ 'يُون' پڇاڙيءَ جي مخفف صورت 'يُن' استعمال ٿيندي آهي يا فقط حرف 'ن' ڪم ايندو آهي، مثلاً:

| فاعلي صورت: واحد | فاعلي صورت: جمع | عام صورت: واحد | عام صورت: جمع |
|---|---|---|---|
| آڪ | اڪيون | آڪ | اڪيُن، اڪين |
| ٻيٽ | ٻيٽيون | ٻيٽ | ٻيٽيُن، ٻيٽين |
| جنگ | جنگيون | جنگ | جنگيُن، جنگين |
| دل | دليون | دل | دليُن، دلين |
| ڏر | ڏريون | ڏر | ڏريُن، ڏرن |
| سيٺ | سيٺيون | سيٺ | سيٺيُن، سيٺين |
| لٺ | لٺيون | لٺ | لٺيُن، لٺين |
| مَڪ | مَڪيون | مَڪ | مَڪيُن، مَڪين |
| وَل | وَليون | وَل | وَليُن، وَلين |
| رات | راتيون | رات | راتيُن، راتين |
| ڪاٺ | ڪاٺيون | ڪاٺ | ڪاٺيُن، ڪاٺين |
| ڳالهه | ڳالهيون | ڳالهه | ڳالهيُن، ڳالهين |
| لت | لتيون | لت | لتيُن، لتين |

٤- ”اي“ پڇاڙيءَ وارن اسمن جي عام صورت واحد جي صيغي ۾ ساڳي فاعليءَ واري رهندي آهي، البت ٻنهي ”ءَ“ پڇاڙي لڳائبي آهي ۽ جمع مذڪر جي ”اي“ پڇاڙي يا جمع مؤنث جي ”اون“ پڇاڙي مٽجي ”اُن“ يا ”اِن“ ٿي پوندي آهي، مثلاً:

مذڪر اسم:

| فاعلي صورت: واحد | فاعلي صورت: جمع | عام صورت: واحد | عام صورت: جمع |
|---|---|---|---|
| آدمي | آدمي | آدميءَ | آدمُن، آدمين |
| ٻيلي | ٻيلي | ٻيليءَ | ٻيليُن، ٻيلين |
| جوڳي | جوڳي | جوڳيءَ | جوڳيُن، جوڳين |
| حاجي | حاجي | حاجيءَ | حاجيُن، حاجين |
| ڏٿي | ڏٿي | ڏٿيءَ | ڏٿيُن، ڏٿين |
| ڌوٻي | ڌوٻي | ڌوٻيءَ | ڌوٻيُن، ڌوٻين |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ساٿي | ساٿي | ساٿيءَ | ساٿين، ساٿن |
| سانگي | سانگي | سانگيءَ | سانگين، سانگن |
| قيدي | قيدي | قيديءَ | قيدين، قيدن |
| هاٿي | هاٿي | هاٿيءَ | هاٿين، هاٿن |
| هاري | هاري | هاريءَ | هارين، هارن |

**نوٽ:** شعر ۾ اڪثر عام صورت واري جمع جي صيغي جو 'ي' حرف ڪيرايو ويندو آهي، جيئن مٿي ڏيکاريو ويو آهي ۽ هيٺين مثالن مان ظاهر آهي:

"اڄ مروّت ۽ وفا منجهه **آدمن** آهي الپ."
(آخوند محمد قاسم)

"دايون درمانديون ٿيون، **ٻاڻين** ٻاڏايو."
(شاهه: سورٺ)

"**هارن** هر سنباهيا سرها ٿيا سنگهار."
(شاهه: سارنگ)

**مؤنث اسم:**

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻتي | ٻتيون | ٻتيءَ | ٻتين، ٻتن |
| ٻانهي | ٻانهيون | ٻانهيءَ | ٻانهين، ٻانهن |
| ٻولي | ٻوليون | ٻوليءَ | ٻولين، ٻولن |
| ٻيڙي | ٻيڙيون | ٻيڙيءَ | ٻيڙين، ٻيڙن |
| پري | پريون | پريءَ | پرين، پرن |
| پيتي | پيتيون | پيتيءَ | پيتين، پيتن |
| چوٽي | چوٽيون | چوٽيءَ | چوٽين، چوٽن |
| ڇوڪري | ڇوڪريون | ڇوڪريءَ | ڇوڪرين، ڇوڪرن |
| دائي | دائيون، دايون، | دائيءَ | دائين، داين، دائن |
| ڏاچي | ڏاچيون | ڏاچيءَ | ڏاچين، ڏاچن |
| راڻي | راڻيون | راڻيءَ | راڻين، راڻن |

٥- جن واحد اسمن جي پڇاڙي 'اُ' آهي عام صورت ۾ مذڪر جي حالت ۾ اها پڇاڙي مٽجي 'اَ' تي پوندي آهي، مگر مؤنث جي حالت ۾ قائم رهندي آهي ۽ جمع جي صيغي ۾ مذڪر لفظ جي پٺيان حرف 'ن' جو اضافو ٿيندو آهي ۽ جمع مؤنث جي پڇاڙي 'اؤن' جي جاءِ تي به حرف 'ن' استعمال ٿيندو آهي. مثلاً:

| فاعلي صورت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| ٻَرُ | ٻَرَ | ٻَرَ | ٻَرَنِ |
| جَتُ | جَتَ | جَتَ | جَتَنِ |
| چَنبُ | چَنبَ | چَنبَ | چَنبَنِ |
| ڏَڪُ | ڏَڪَ | ڏَڪَ | ڏَڪَنِ |
| سَنڌُ | سَنڌَ | سَنڌَ | سَنڌَنِ |
| ڏَٿُ | ڏَٿَ | ڏَٿَ | ڏَٿَنِ |
| ڪَکُ | ڪَکَ | ڪَکَ | ڪَکَنِ |
| گَسُ | گَسَ | گَسَ | گَسَنِ |
| گهَرُ | گهَرَ | گهَرَ | گهَرَنِ |
| وَڻُ | وَڻَ | وَڻَ | وَڻَنِ |
| چارُ | چارَ | چارَ | چارَنِ |
| گاهُ | گاهَ | گاهَ | گاهَنِ |
| واهُ | واهَ | واهَ | واهَنِ |
| سيجُ | سيجَ | سيجَ | سيجَنِ |
| سيڙهُ | سيڙهَ | سيڙهَ | سيڙهَنِ |
| ليکُ | ليکَ | ليکَ | ليکَنِ |
| تيرُ | تيرَ | تيرَ | تيرَنِ |
| ميرُ | ميرَ | ميرَ | ميرَنِ |
| وِيرُ | وِيرَ | وِيرَ | وِيرَنِ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| اَٺُ | اَٺَ | اَٺَ | اَٺَنِ |
| پَٽُ | پَٽَ | پَٽَ | پَٽَنِ |
| حَرُ | حَرَ | حَرَ | حَرَنِ |
| ڳَلُ | ڳَلَ | ڳَلَ | ڳَلَنِ |
| پُورُ | پُورَ | پُورَ | پُورَنِ |
| سُورُ | سُورَ | سُورَ | سُورَنِ |
| ڪُوهُ | ڪُوهَ | ڪُوهَ | ڪُوهَنِ |
| چورُ | چورَ | چورَ | چورَنِ |
| ڏورُ | ڏورَ | ڏورَ | ڏورَنِ |
| ڳوٺُ | ڳوٺَ | ڳوٺَ | ڳوٺَنِ |
| گهوٽُ | گهوٽَ | گهوٽَ | گهوٽَنِ |
| پيٽُ | پيٽَ | پيٽَ | پيٽَنِ |
| ڏيرُ | ڏيرَ | ڏيرَ | ڏيرَنِ |

مؤنث اسم:

| | | | |
|---|---|---|---|
| تَنَدُ | تَنَدُون | تَنَدُ | تَنَدُنِ |
| سَسُ | سَسُون | سَسُ | سَسُنِ |
| ڪَنَڌُ | ڪَنَڌُون | ڪَنَڌُ | ڪَنَڌُنِ |
| مَسُ | مَسُون | مَسُ | مَسُنِ |
| وَٽُ | وَٽُون | وَٽُ | وَٽُنِ |
| وِڄُ | وِڄُون | وِڄُ | وِڄُنِ |
| ماءُ | مائُون، مائرون | ماءُ | مائُنِ، مائرن |

٦- ”أ“ پڇاڙيءَ وارن جن مذڪر اسمن جو پويون حرف همزة (ءُ) هوندو آهي، انهن جي عام صورت ۾ ڪن حالتن ۾ اهو مٽجي ”و“ ٿي پوندو آهي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڀَوءُ | ڀَوَ | ڀَوَ | ڀَوَنِ |
| ٿَوءُ | ٿَوَ | ٿَوَ | ٿَوَنِ |
| ڏَنءُ | ڏَنوَ | ڏَنوَ | ڏَنوَنِ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڏَءُ | ڏَوَ | ڏَوَ | ڏَوَنِ |
| رَءُ | رَوَ | رَوَ | رَوَنِ |
| سَوءُ | سَوَ | سَوَ | سَوَنِ |
| پاءُ | پاوَ | پاوَ | پاوَنِ |
| ٿانءُ | ٿانوَ، ٿانءِ | ٿانوَ، ٿانءِ | ٿانوَنِ، ٿانئَنِ |
| ڪانءُ | ڪانوَ، ڪانءِ | ڪانوَ، ڪانءِ | ڪانوَنِ، ڪانئَنِ |
| گهاءُ | گهاوَ، گهاءِ | گهاوَ، گهاءِ | گهاوَنِ، گهائَنِ |

جن اسمن جي پوئين حرف 'ءُ' جي اڳين حرف جو آواز يا اچار 'اِي' هوندو ته همزه کي 'و' ۾ مٽائڻ جي ضرورت نه پوندي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| جيءُ | جيءَ | جيءَ | جيئَنِ |
| سيءُ | سيءَ | سيءَ | سيئَنِ |
| ويءُ | ويءَ | ويءَ | ويئَنِ |

٢- "ٻ" پڇاڙيءَ وارن ٻه قاعدي ٺهندڙ مذڪر توڙي مؤنث اسمن جي عام صورت واحد ۾ ساڳي رهندي، البت ڪن حالتن ۾ پيش زبر ۾ تبديل ٿيندو آهي ۽ جمع ۾ "اون" پڇاڙيءَ جي بدران حرف "ن" ڪم ايندو آهي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڀيءُ | ڀيئَرُ، ڀيئَرُ، ڀيئُرَ | ڀيءُ | ڀيئُن، ڀيئَرُن، ڀيئُرَن |
| ڀاءُ | ڀائُرَ، ڀائُرُ، ڀائُرَ | ڀاءُ | ڀائُن، ڀائُرَن، ڀائُرَن |
| ڀيڻُ | ڀيڻُون، ڀينَرُ، ڀينرُون | ڀيڻُ، ڀيڻَ | ڀيڻُن، ڀينَرُن، ڀينرُن |
| ڌِيءُ، ڌِيءَ | ڌِيئَرُ، ڌِئَرُ، ڌيئرُون، ڌيُون | ڌيءُ، ڌيءَ | ڌِيئَرُن، ڌيئُن، ڌِئَن |

| | | |
|---|---|---|
| مَاڻهُ | ماڻهُون، ماڻهُرَ، ماڻهُ<br>ماڻهُرون، ماڻهُرون | ماڻهُن، ماڻهُرن،<br>ماڻهُرن |
| نِنهَن | نِنهُون، نِهُرَ، نِنهُن | نِنهَن، نِهَن، |
| نُهَن | نُهرُون   نُهَن | نُهَرن |

٨- جن اسمن جي پڇاڙي 'او' آهي، تن جي عام صورت واحد جي حالت ۾ "ءَ" پڇاڙي ملائڻ سان ۽ جمع جي صيغي ۾ پڇاڙيءَ واري حرف 'و' جي جاءِ تي 'ن' آڻڻ سان ٺهندي آهي. مثلاً:

| فاعلي صورت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| ڏينهُو | ڏينهُو | ڏينهُوءَ | ڏينهُن |
| ماڻهُو | ماڻهُو | ماڻهُوءَ | ماڻهُن |
| ميرُون | ميرُون | ميرُونءَ | ميرُن |
| واڪُو | واڪُو | واڪُوءَ | واڪُن |
| وِڇُون | وِڇُون | وِڇُونءَ | وِڇُن |
| هندُو | هندُو | هندُوءَ | هندُن |

مؤنث اسم:

| | | | |
|---|---|---|---|
| جڙُون | جڙُون | جڙُونءَ | جڙُونئُن |
| ڪِنڌُون | ڪِنڌُون | ڪِنڌُونءَ | ڪِنڌُن |

٩- جن مذڪر اسمن جي پڇاڙي 'او' آهي، انهن جي عام صورت واحد جي صيغي ۾ 'و' جي بجاءِ "ي" آڻڻ سان ۽ جمع جي صيغي ۾ 'ن' آڻڻ سان ٺهندي آهي. مثلاً:

| فاعلي صورت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| پَنو | پَنا | پَني | پَنن |
| پَڇو | پَڇا | پَڇي | پَڇن |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪِتلو | ڪِتلا | ڪِتلي | ڪِتلن |
| پانهو | پانها | پانهي | پانهن |
| پالو | پالا | پالي | پالن |
| تارو | تارا | تاري | تارن |
| ڪانگو | ڪانگا | ڪانگي | ڪانگن |
| قيصو | قيصا | قيصي | قيصن |
| ڪيرو | ڪيرا | ڪيري | ڪيرن |
| دلو | دلا | دلي | دلن |
| جيوڙو | جيوڙا | جيوڙي | جيوڙن |
| چيلو | چيلا | چيلي | چيلن |
| حيلو | حيلا | حيلي | حيلن |
| پُٺڪو | پُٺڪا | پُٺڪي | پُٺڪن |
| ڦُلو | ڦُلا | ڦُلي | ڦُلن |
| ڪُتو | ڪُتا | ڪُتي | ڪُتن |
| ڪُلهو | ڪُلها | ڪُلهي | ڪُلهن |
| ڪُئو | ڪُئا | ڪُئي | ڪُئن |
| ٻُوٽو | ٻُوٽا | ٻُوٽي | ٻُوٽن |
| بوتو | بوتا | بوتي | بوتن |
| ڦوٽو | ڦوٽا | ڦوٽي | ڦوٽن |
| چوڪرو | چوڪرا | چوڪري | چوڪرن |
| گورو | گورا | گوري | گورن |
| گهوڙو | گهوڙا | گهوڙي | گهوڙن |
| ڏَبُٽرو | ڏَبُٽرا | ڏَبُٽري | ڏَبُٽرن |
| ڇيلو | ڇيلا | ڇيلي | ڇيلن |
| ليڙو | ليڙا | ليڙي | ليڙن |
| ميوو | ميوا | ميوي | ميون |
| نيزو | نيزا | نيزي | نيزن |

مٿين مثالن مان معلوم ٿيو ته عام صورت ۾ 'آ'، 'آ'، 'ا' پڇاڙين وارا واحد اسم ساڳي حالت ۾ رهندا آهن، 'اي' ۽ 'او' پڇاڙين وارن واحد اسمن کي پٺيان همزه سان زبر (ءَ) لڳندي آهي، 'آ' پڇاڙيءَ وارن واحد اسمن جي پڇاڙي مٽجي 'آ' تي پوندي آهي ۽ 'او' پڇاڙيءَ وارن واحد اسمن جي پڇاڙي مٽجي 'اي' تي پوندي آهي. جمع جي صيغي ۾ 'آن'، 'ان' ۽ 'آن' پڇاڙيون لڳنديون آهن.

اسمن جون عام صورتون ڪن حالتن ۾ فاعل جي صيغي ۾ به استعمال ٿينديون آهن، اهي حالتون هي آهن:

١- فاعل جو لفظ جيڪڏهن 'اي'، 'آ'، 'آو' ۽ 'او' پڇاڙيءَ وارو هوندو ۽ ان جي فعل جو لاڳاپو ماضيءَ سان هوندو. مثلاً:

مالهيءَ گلن کي پاڻي ڏنو.
پٽ ڪم ۾ پيءُ جي مدد ڪئي.
مروءَ فصل تباهه ڪري ڇڏيو.
گهوڙي ٽپو ڏيئي واهه پار ڪيو.

٢- فاعل جيڪڏهن جمع ۾ هوندو ۽ ان جي فعل جو لاڳاپو ماضيءَ سان هوندو. مثلاً:

زالن مڙدن لاءِ کاڌو تيار ڪيو.
راجائن گڏجي جنگ جي تياري ڪئي.
سيٺين مسافرن لاءِ سراءِ ٺهرائي.
هارين ٻنين ۾ ٻج ڇٽيو آهي.
اٺن وڏو بيابان لتاڙي پار ڪيو.
ماڻهن زندگيءَ جي آرام لاءِ گهڻيئي شيون ايجاد ڪيون آهن.
گهوڙن ميلي ۾ عجيب ڪرتب ڏيکاريا.

عام صورت وارن اسمن جو استعمال:

"ٻانهي ٻاروچن جي، ڳولي ڇڏ مَ ڳَنس،"
(شاهه: مسئي)

"چانگن سر چڙهي ويا ساڻي سوارا،
اکيون اوتارا، پسيو رونِ ڦُهون ۽ جا."
(شاهه: مسئي)

"ڏونگر ڏک سنداءِ، ڀرين ۽ ڳڏ جان ته چوان."
(شاهه: کوهياري)

"کيئن اڙايئي ڏاند، ڀلو ٻوڏيهين سين."
(شاهه: حسيني)

"ڪالهوڪو ڪاڏي ويو، سنڌ وجوڳين جوڙ."
(شاهه: رامڪلي)

"ڪل شيءِ يرجع الي اصله، تي جهڄان جهانگين ڪاڻ."
(شاهه: مارئي)

"ٿَرَ ڪي پانيون ٿوڪَ، جو ڏک ڀانيڙن جو."
(شاهه: مارئي)

"راڻين ۾ راڙو ٿيو، ڀنڌن ڀنئي ٻچار."
(شاهه: سورٺ)

"جي پائين وس چران ته سنگهارن سين گهار."
(شاهه: ڍهر)

"ونگي ولين ويڙهيو ساڻ سناسين ساهه."
(شاهه: رامڪلي)

"ڏاهي هيس ڏيهه ۾، سرتين منجهه سڄاڻ."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"جي ماڻهن کي مارين، تن سڱورن کي سڌ ڪريان."
(شاهه: سسئي)

"ووڙيم سڀ وڻاڻ، يارَ ڪارڻ جتَ جي."
(شاهه: سسئي)

"ويٺيون پڇ پڇي، ڪيرون ڪاهوڙين جون."
(شاهه: ڪاهوڙي)

"ليڙن جو لطيف چئي، ڏونگر ڏينديئي ڏس."
(شاهه: سسئي)

"تنهين وير ڪيوم، وڃڻ ويڙهيچن سين."
(شاهه: مارئي)

"چانگي تي چڙهي ڪري، ڪندو ور وڻن،
"سڀئي معذورين، هوت ڏريندو هٺڙا."
(شاهه: حسيني)

جهڙي طرح اسمن جون عام صورتون ڪن حالتن ۾ فاعل جي صيغي ۾ استعمال ٿينديون آهن، اهڙي طرح فاعل وارا صيغا ٻه مفعولي صورت اختيار ڪندا آهن. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

"راڻيون نه پسي لبيس، دليون پرکي داسڙو."
(شاهه: ليلان چنيسر)

*

'ڪن ملڪن ۾ ماڻهو هرن ۾ آنڊ ۽ گهوڙا وهائيندا آهن.'

*

'زميندار زمين آباد ڪرڻ لاءِ هاري رکندا آهن.'

*

'ڪي مرد هڪ ڪان وڏيڪ زالون پرڻيا آهن.'

*

’باندر وڻن تي چڙهي **ميوو** ٻڻي کائيندا آهن.‘

*

’مالهي **وڻ** پوکي کيس پاڻي ڏئي ٿو.‘

*

’ڪي شڪاري شوق سان **هرڻ** ماريندا آهن.‘

مختلف حالتن ۾ اسمن جو گردان:

’آ‘ پڇاڙيءَ وارا اسم:

| | فاعلي | مفعولي | جري | اضافي | ندائي |
|---|---|---|---|---|---|
| واحد: | زالَ | زالَ، زالَ کي | زالَ سان، کي، لاءِ | زالَ جا، جو، جي | اي زالَ، زالَ |
| جمع: | زالون، زالن | زالون، زالن کي | زالن سان، کي، لاءِ | زالن جا، جو، جي | اي زالون، زالون |

’آ‘ پڇاڙيءَ وارا اسم:

| | فاعلي | مفعولي | جري | اضافي | ندائي |
|---|---|---|---|---|---|
| واحد: | راجا | راجا، راجا کي | راجا سان، کي، لاءِ | راجا جا، جو، جي | اي راجا، راجا |
| | ماتا | ماتا، ماتا کي | ماتا سان، کي، لاءِ | ماتا جا، جو، جي | اي ماتا، ماتا |
| جمع: | راجائون، راجائن | راجائون، راجائن کي | راجائن سان، کي، لاءِ | راجائن جا، جو، جي | اي راجائون، راجائون |
| | ديوتائون، ديوتائن | ديوتائون، ديوتائن کي | ديوتائن سان، کي، لاءِ | ديوتائن جا، جو، جي | اي ديوتائون، ديوتائون |

’اِ‘ پڇاڙيءَ وارا اسم:

| | فاعلي | مفعولي | جري | اضافي | ندائي |
|---|---|---|---|---|---|
| واحد: | سيٺِ | سيٺِ، سيٺ کي | سيٺ سان، کي، لاءِ | سيٺ جا، جو، جي | اي سيٺِ، سيٺِ |
| | جوءِ | جوءِ، جوءِ کي | جوءِ سان، کي، لاءِ | جوءِ جا، جو، جي | اي جوءِ، جوءِ |
| جمع: | سيٺيون، سيٺين | سيٺيون، سيٺين کي | سيٺين سان، کي، لاءِ | سيٺين جا، جو، جي | اي سيٺيون، سيٺيون |
| | جويون، جوين | جويون، جوين کي | جوين سان، کي، لاءِ | جوين جا، جو، جي | اي جويون، جويون |

"اِي" پڇاڙيءَ وارا اسم:

واحد: ٻانهي، ٻانهيءَ　ٻانهي، ٻانهيءَ کي　ٻانهيءَ سان، کي، لاءِ　ٻانهيءَ جا، جو، جي　اي ٻانهي، ٻانهي
جوڳي، جوڳيءَ　جوڳي، جوڳيءَ کي　جوڳيءَ سان، کي، لاءِ　جوڳيءَ جا، جو، جي　اي جوڳي، جوڳي

جمع: ٻانهيون، ٻانهين　ٻانهيون، ٻانهين کي　ٻانهين سان، کي، لاءِ　ٻانهين جا، جو، جي　اي ٻانهيون، ٻانهيون
جوڳي، جوڳين　جوڳي، جوڳين کي　جوڳين سان، کي، لاءِ　جوڳين جا، جو، جي　اي جوڳي، جوڳي، جوڳيو، جوڳيا

"اُ" پڇاڙيءَ وارا اسم:

واحد: آٿُ، آٿَ　آٿَ، آٿَ کي　آٿَ سان، کي، لاءِ　آٿَ جا، جو، جي　اي آٿ، آٿ
ماءُ　ماءُ، ماءُ کي　ماءُ سان، کي، لاءِ　ماءُ جا، جو، جي　اي ماءُ، ماءُ

جمع: آٿَ، آٿن　آٿَ، آٿن کي　آٿن سان، کي، لاءِ　آٿن جا، جو، جي　اي آٿَ، آٿَ، آٿئو
مائون، مائرون، مائون، مائرون، مائن، مائرن کي　مائن، مائرن سان، کي، لاءِ　مائن، مائرن جا، جو، جي　اي مائون، مائر، مائرو
مائن، مائرن

"او" پڇاڙيءَ وارا اسم:

واحد: ماڻهو، ماڻهوءَ　ماڻهو، ماڻهوءَ کي　ماڻهوءَ سان، کي، لاءِ　ماڻهوءَ جا، جو، جي　اي ماڻهو، ماڻهو

جمع: ماڻهو، ماڻهن　ماڻهو، ماڻهن کي　ماڻهن سان، کي، لاءِ　ماڻهن جا، جو، جي　اي ماڻهو، ماڻهو، ماڻهئا، ماڻهئو

"او" پڇاڙيءَ وارا اسم:

واحد: ڇوڪرو، ڇوڪري　ڇوڪرو، ڇوڪري کي　ڇوڪري سان، کي، لاءِ　ڇوڪري جا، جو، جي　اي ڇوڪرا، ڇوڪرا

جمع: ڇوڪرا، ڇوڪرن　ڇوڪرا، ڇوڪرن کي　ڇوڪرن سان، کي، لاءِ　ڇوڪرن جا، جو، جي　اي ڇوڪرا، ڇوڪرا، ڇوڪرو

## ٨- (صفت)

صفت اهو لفظ آهي، جنهن جو لاڳاپو اسم سان هجي ۽ ان جي وصف، حال، انداز، عدد يا مقدار بيان ڪري. وصف ٿيل اسم کي موصوف چئبو آهي.

صفت جملي ۾ عام طرح اسم يا موصوف جي اڳيان واقع ٿيندي آهي، پر شعر ۾ بعضي موصوف کان پوءِ به ايندي آهي، جيئن اڳتي ڪن مثالن مان ظاهر ٿيندو.

جنهن صورت ۾ صفت جو لاڳاپو پنهنجي موصوف سان هوندو آهي، تنهنڪري اها گهڻو ڪري عدد، جنس ۽ حالت ۾ پنهنجي موصوف سان موافق رهندي آهي.

صفتي لفظن جون پڇاڙيون به ساڳيون ئي ست آهن، جيڪي اسمي لفظن جون آهن. تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

(آ) پڇاڙيءَ وارا صفت جا لفظ:

| | |
|---|---|
| پَنجَ | ڏَهَ |
| جالَ | روڪَ |
| جامَ | سَتَ |
| ڊارَ | وَڏيڪَ |

(آ) پڇاڙيءَ وارا صفت جا لفظ:

| | |
|---|---|
| ادنيٰ | جُدا |
| اعليٰ | سَدا |
| آشنا | صفا |
| پارسا | مَها |

'اِ' پڇاڙيءَ وارا صفت جا لفظ:

| | |
|---|---|
| الڳ | چارِ |
| آورچِ | خاصِ |
| بَدِ | ڏورِ |
| بَندِ | صَدِ |
| تارِ | غَلَطِ |
| تنگِ | گهٽِ |

'اِي' پڇاڙيءَ وارا صفت جا لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آبدِي | جنگِي | خيالِي | لالچِي |
| آپراڌِي | جهنگلِي | ڏيهِي | مادرِي |
| آسمانِي | حقيقِي | سخِي | مجازِي |
| آصلِي | حيوانِي | قدرتِي | مُلڪِي |
| آوائلِي | خانِي | گُلابِي | وحشِي |
| جسمانِي | خانگِي | لاڙِي | وِلايتِي |

'اُ' پڇاڙيءَ وارا صفت جا لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| آبادُ | دليرُ | ڪُلُ | مُفيدُ |
| آتمُ | ذهينُ | ڪمزورُ | مُقدسُ |
| آڳاهُ | رنگينُ | ڪنجوسُ | مُناسبُ |
| آزادُ | روشنُ | ڪنگالُ | مهربانُ |
| آسلهُ | سالمُ | گرمُ | ناجائزُ |
| آهرُ | سَپُ | گستاخُ | نادانُ |
| بُلندُ | سختُ | گمنامُ | نازڪُ |
| بي ايمانُ | سرسُ | گنهگارُ | نافرمانُ |
| بيمارُ | سفيدُ | گولُ | نيچُ |
| تيزُ | شورهُ | ڪچُ | نرُ |
| پاڪُ | شريفُ | لائقُ | نرمُ |
| پليتُ | صافُ | لذيذُ | نيرملُ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| جَدِيدُ | ضعيفُ | لَڪُ | نيڪُ |
| جُوانُ | عجيبُ | مُحتاجُ | واحدُ |
| حَرامُ | غَريبُ | مَضبوطُ | واقفُ |
| خالصُ | غَليظُ | مُعتبرُ | هٿڦاڙُ |
| خَسيسُ | ڪاملُ | مَعصومُ | هَزارُ |
| خطرناڪُ | ڪَڪُ | مُفلسُ | هَمدردُ |

'اُو' پڇاڙيءَ وارا صفت جا لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| بيٺُو | قابُو | ڳارُو | مَڇُو |
| جابلُو | ڪَرُو | ڳاٺُو | مَچڏُو |
| چاٺُو | ڪاڻُو | گهرُو | مَٺُو |
| رولُو | ڪوسڙُو | گهريلُو | واڏُو |
| سائُو | ڪيڙُو | لاڏُو | ويڙهُو |
| سَمجهُو | ڪيرُو | لاڪُو | وڪُو، وڪائُو |

'او' پڇاڙيءَ وارا صفت جا لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ابتو | اڪوٺو | ٻاجهارو | تڪڙو |
| اتالو | البيلو | ٻاراٺو | ٽڏو |
| اٽڪائيو | اٺيو | ٻاڙو | پڏرو- پراڏو |
| اجايو | اڌگهڙيو | ٻاهريو | پروڪو |
| اچوڪو | اوٻرو | ٻوڙو | پڪو |
| اڏورو | اوچو | پيٽو | پنهنجو |
| اڍنگو | اونداهو | ٻلو | ٻوڙهو |
| اڙانگو | آويلو | ٻوانٽو | ٻوڏو |
| آسودو | بڇڙو | تازو | پهريو |
| اڪوندرو | بڪيو | تانگهو | پيڪو |
| آڳاٽو | بي ڇيو | تڪو | جيٺالو |
| جيٺرو | سهانگو | ڪرو | وائڪو |
| جهولو | سهڪو | ڪوٽو | وڇڙو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| چپيلو | سياڻو | ڪَڇنبو | وڏاندرو |
| چڙو | علحدو | گهاٽو | وڏو |
| ڏکيو | غريباڻو | لَسو | ورلو |
| ڏنگو | ڪارو | ماٺيلو | ورنگو |
| ساليالو | ڪاراٺتو | ماٺيٺو | ويڪرو |
| سجايو | ڪچو | ماٺتو | ويڳو |
| سچو | ڪالهوڪو | متارو | هاڻوڪو |
| سڌو | ڪشادو | منداٺتو | هٺيڪو |
| سَرَهو | ڪماٺتو | موچارو | هٺيلو |
| سڪيلڌو | ڪِنٺارو | ناميارو | هچارو |
| سگهو | ڪوجهو | نرالو | هرڪو |
| سمورو | ڪُوڙو | نسورو | هڪڙو |
| سنهڙو | ڳاڙهو | ننگو | هلڪو |
| سوڙهو | ڳجهو | نيهٺو | هندڪو |
| سولو | ڳُوڙهو | نَنهَن سوسڙو | هيڪاندو |
| سونو | ڳهيلو | نَوَلڪو | هيٺو |
| سونهارو | ڪارو | تٺو | |

مٿيين مثالن مان معلوم ٿيندو ته فقط ’او‘ پڇاڙيءَ وارا صفت جا لفظ عدد جنس ۽ حالت پٺاندر ڦيرو ڪائيندا آهن. باقي ٻين پڇاڙين وارا نتا ڦرن، خاص ڪري ’آ‘، ’آ‘ ۽ ’اِ‘ پڇاڙين وارا لفظ ته بالڪل ڦرن ۾ نه ايندا آهن.

نوٽ: صفت جي مؤنث لفظن ۾ ’او‘ پڇاڙيءَ بدران ’اِي‘ پڇاڙي ڪم ايندي آهي.

## صفت جا قسم

معنيٰ جي لحاظ کان صفت جا هيٺيان قسم آهن:

صفت مشبّه

صفت خالص يا محض

صفت نسبتي
صفت ظرفي
صفت عددي
صفت ضميري
صفت مرڪّب

## ١- صفت مشبّه:

اها صفت جا موصوف سان مشابهت رکندڙ هجي، يا اها وصف جا موصوف ۾ طبعي طرح موجود هجي، تنهن کي صفت مشبّه چئبو آهي. مثلاً: سخي مڙس، حسين عورت، انڌو فقير، ٿڌي ڇانو وغيره. انهن ترڪيبن ۾ لفظ: سخي، حسين، انڌو ۽ ٿڌي، صفت مشبّه جا مثال آهن، ڇاڪاڻ ته سخاوت، حسين، انڌائي ۽ ٿڌڪار، اهي وصفون آهن جن مان هرهڪ پنهنجي پنهنجي موصوف ۾ وقتي يا اتفاقي طور تي نه، پر طبعي طور تي دائمي موجود آهي، جنهن ۾ ڪنهن غيرمعمولي اتفاق يا حادثي کان سواءِ تبديلي نه ٿي اچي سگهي.

صفت مشبّه جون ترڪيبون:

١- مشتق اسمن جي آڳيان، پڇاڙيون جهڙوڪ: آ، اڻ، س، ڪ، م ۽ ن آڻڻ سان صفت مشبّه ٺهندي آهي. مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| آپوجهه | آنڌر | ڪڇيتيو |
| آموٽ | آڏهيٽ | ڪڏاتيو |
| آورچ | سڇيت | سچڏو |
| آڻٿيٺو | سلڇڻو | نسنهو |

٢- اسم فاعل ۽ اسم مفعول جون ڪي ترڪيبون صفت مشبّه تي ڪم اينديون آهن. مثلاً:

اسم فاعل جون ترڪيبون:

| | | |
|---|---|---|
| اڏامڪ | بت پرست | ٻوليندڙ |
| اوڳاڙيندڙ | ٻاجهارو | ٽور ڪاڏڪ |
| ٽيڏو | دور انديش | ڪُوڙو |
| ڏيڪ | سچو | ڳوهير |
| پوڙالو | سريلو | لا اچي |
| چورُ | سونهارو | لچڪيدار |
| چئيوان | سهڻو | تَجيس |
| خوبصورت | غريب نواز | نيڪ |
| خوش خلق | ڪنجوس | هنرمند |

اسم مفعول جون ترڪيبون:

| | |
|---|---|
| آزمايل (نسخو) | برگزيده (شخص) |
| پهتل (ٻانهون) | پسنديده (اخلاق) |
| خلقيل (سنسار) | شائسته (عادتون) |
| ڌڪاريل (شيطان) | مقبول (دعا) |
| ڪاڏل (ڪنارو) | مڪروه (عمل) |
| گذريل (زمانو) | نازل ٿيل (ڪتاب) |

٣- اسم جي اڳيان فارسيءَ ۽ عربيءَ جا نفي ڏيکاريندڙ لفظ، جهڙوڪ: بي، بد، خوش، ڪم، نا ۽ لا آڻڻ سان صفت مشبّه ٺهندي آهي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| بي ادب | خوش طبع | نابين | لاثاني |
| بيَ حياءَ | خوش گفتار | ناپائدار | لاجواب |
| بي رحم | خوش مزاج | ناجائز | لا زوال |
| بد اخلاق | ڪم ذات | نادان | لاعلاج |
| بدَ ٻٽائتو | ڪمَ عقل | ناشناس | لامذهب |
| بد ذوق | ڪم فهم | ناگريز | لا يعنَي |

صفت مشبّه جو استعمال:

"ٻاڙو پٺي نہ ٻيڙي، منو منهن لکوس."
(شاهہ: مارئي)

"پڪا رچ ڪنڀار جا، پڪي نهائيسن،
سون ڪسي وڃائين پيهلو ٻاڳسي آئيسو."
(شاهہ: سهڻي)

"الحب لِلّٰه والبغض لِلّٰه، خاصي سندن خوءِ."
(شاهہ: رامڪلي)

"چڙهي ڏاڍين ڏونگرين، پير پنهونءَ جو پس."
(شاهہ: سسئي)

"سباجهي ستار، لاٿا ذرت ڏيهہ تان."
(شاهہ: سارنگ)

"سنئين سپرين جي ونگي پانءِ مَ واٽ."
(شاهہ: ڪنيات)

"ڪاري رات ڪچو گهڙو، متان وسي مينهن."
(شاهہ: سهڻي)

"ڪاري ڪارونڀار ۾ واڳن جيئن وڙڪان."
(شاهہ: سهڻي)

*

"الله ساده ۽ ابوجهہ ماڻهن تي راضي هوندو آهي."

*

"تاريخ دنيا ۾ ڪي اڻمٽ نشان ڇڏيا آهن، جن مان ماضيءَ جي خبر پوي ٿي."

*

’اوڳاڙيندڙ جانور ڪائڻ ۾ حلال آهن.‘

*

’محنت ۽ الله جي مهربانيءَ سان اڻٿيڻي ڳالهه به ممڪن ٿي پوندي آهي.‘

*

’عقلمند ۽ دورانديش ماڻهو ناپائدار شين جي حاصل ڪرڻ لاءِ نه جفاڪشي ڪندو آهي ۽ نه لايعني ڳالهين ۾ وقت وڃائيندو آهي.‘

## ٢- صفت خالص يا محض:

اهو لفظ جو اسم جي ظاهري، اتفاقي يا عارضي وصف بيان ڪري، تنهن کي صفت خالص يا محض چئبو آهي. مثلاً: چانڊوڪي رات، سايون اکيون، ميرا ڪپڙا، زخمي پير وغيره. هنن ترڪيبن ۾ چانڊوڪي، سايون، ميرا ۽ زخمي. اهي لفظ صفت خالص جا مثال آهن، ڇاڪاڻ ته رات جي چانڊوڪي، اکين جي ساواڻ، ڪپڙن جي ميراڻ ۽ پيرن جو زخم، اهي سڀ دائمي نه پر اتفاقي يا عارضي وصفون آهن، جي ڪنهن به وقت مٽجي سگهن ٿيون.

صفت خالص جا ڪي لفظ:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اڇو | جدا | سولو | ڳورو |
| آلو | جهڪو | سياهه | لسو |
| اونهو | ڏرو | صاف | مٺو |
| ٽانگهو | روشن | ڪوسو | نازڪ |
| تکو | سخت | کهرو | نرم |
| تيز | سفيد | گرم | هلڪو |

مٿي بيان ڪيو ويو آهي ته مشتق اسم صفت جي صورت ۾ به استعمال ٿيندا آهن، جن جا ڪي مثال صفت

مشبّه ۾ ڏنا ويا آهن، اهڙيءَ طرح مشتق اسمن جون ڪيتريون ترڪيبون صفت خالص طور استعمال ٿينديون آهن. جن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

اسم فاعل جون ترڪيبون:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٺڳ | اکاڙو | گوهير | چيڙاڪ |
| چور | سگهارو | لتر | روڙاڪ |
| دشمن | لڄارو | جاڻو | ويڙهاڪ |
| لچ | ناميارو | لوٽياڙو | جهيڙاڪار |
| مورک | پڇڻو | پاريچو | نقصانڪار |
| اولادي | ڏڄڻو | سانتيڪو | ٻاجهوڪڙ |
| ڏاڙي | اڀرندڙ | سريلو | بخيل |
| سوالي | ٻرندڙ | هٺيلو | حسين |
| لوڀي | پڙهندڙ | ماڻيٽو | شريف |
| ڀنو | گهمندڙ | اڙائتو | غريب |
| چاڙهو | وسندڙ | ڪمائتو | مخلص |
| سمجهڻو | وهندڙ | مندائتو | مفلس |
| لاڏو | هلندڙ | ڇڻوان | مفيد |
| ٻڪيو | شرمائيندڙ | سوڀياوان | واقف |
| ڏوهو | ڪمائيندڙ | مرادوند | محتاج |
| ڳوڙيو | ٿاهڙ | اڏامڪ | مخالف |
| اجارو | چڪير | ڏڪدائڪ | منافق |

اسم مفعول جون ترڪيبون:

| | | | |
|---|---|---|---|
| پڪو | پڪل | افسرده | متّحد |
| رتو | پڙهيل | برگزيده | متّفق |
| متو | ڦٽيل | بوسيده | مجروح |
| ساماڻو | ڪٽيل | پسنديده | محڪوم |
| ڪاڙهو | ڦيٽل | پوشيده | مرحوم |

ڏرنو ڏرتل رنجيده معذور
ڪِڏو ورسايل شڪسته مقبول
آڻو ٻيٺل فرسوده معزز
ڇنُو ڀڳل مرده منظم
ڏڏو ڪسُليل ناديده متفرق
ڪُٺو مٺل ناڪرده مستحڪم

اسم حاليہ جون ترڪيبون:

پڄندو ڪائيندو ڀڳندو
ترندو ڪِرندو ڏُکندو
چڙهندو کهِرندو ڪُڏندو
هلندو وڙهندو ڪُسندو
جاڳندو ورهندو ٻوليندو
ڏاريندو ملندو لوچيندو

اسم استقبال جون ترڪيبون:

پڄڻو ڪائڻو سڪڻو ڪُسائڻو
ڪِرڻو ڪِپائڻو ڪِباڻو مُنجهڻو
ٺڪڻو مارڻو پڙهڻو کهُورڻو
مڇائڻو ڦيرڻو پُڇڻو ٻولڻو
وسڻو ڊڄڻو ڪُسڻو ويڙهائڻو

صفت خالص جو استعمال:

”اپريون سپريون پانهنجيون سسون سپ سنپار.“
(شاھ: سارنگ)

”اڇا ڪوٽ پٽن ۾ تو عمر اڏائي.“
(شاھ: مارئي)

” اونڌا شال آچار، ڪانڌ ڪنهين سين نہ ڪري.“
(شاھ: ليلان چنيسر)

”اڄ نہ اوطاقن ۾ نازا پتر ڪڪ.“
(شاهہ: رامڪلي)

”نڪي ڪاتي هٿ ڪري مڏيءَ سين م مار.“
(شاهہ: برو و سنڌي)

”جانب جڏي جيءَ جو آڳانڊو آهيو.“
(شاهہ: ديسي)

”ڏائي چڙهي ڏار تي تو زاغ ڪري زاريون.“
(شاهہ: پورب)

”ڏکيا سکيا ڏينهڙا گهٽ اندر گهاريان.“
(شاهہ: رامڪلي)

”ور سا سئيجي ويڙهہ جنهن ۾ سڄڻ هيڪڙو.“
(شاهہ ڪريم)

”رات سهائي، پون سنئين، پٽن وڏو پنڌ.“
(شاهہ: ڪنيات)

”ڪوهيارو ڦهري ويو نهوري نند ۾.“
(شاهہ: ديسي)

”لڳو ڪوسو واءُ، لوڪ مڙيوئي لهسيو.“
(شاهہ: مسئي)

”ڪڪيءَ هاڻيون ڪاريون ڇڇيءَ هاڏا ڇڄ.“
(شاهہ: ڪاموڏ)

”سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم.“
(شاهہ: مارئي)

”مٺي مصيبت آهي عاشقن جي.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”ھنداڻتي ميينھن جي ڪوڻ نہ ڪوڏي.“
(شاھہ: سارنگ)

”مٺي مٺي مهراڻ ۾ ٻوڙ ٻپو ڏيئي.“
(شاھہ: سهڻي)

”مهٽي هاب ماڻ ڪرين، ڪاڪ نہ ڪج ڪاري.“
(سچل: راڻو)

”سيءَ سارينديون سي، جنهين نڪر نجهرا.“
(شاھہ: رپ)

”نٺون نينهن لڳوس، ڳري ۽ ڳالهيون ڪري.“
(شاھہ: حسيني)

”اکين ڪي آهين وڏا وجهہ وڙهڻ جا.“
(شاھہ: آسا)

”ڪريو ويس وڏاندرا اڳڻ تسي آئيون.“
(شاھہ: ڪاموڏ)

”وڏا وڻ وڻڪار جا، جت نانگ سڄن نيلا.“
(شاھہ: سسئي)

”بر وڏو، بسار گهٽو، ويجهو نہ وڻڪار.“
(شاھہ: ديسي)

٣- صفت نسبتي:

اهو لفظ جو اسم جي ڪنهن سان نسبت يا ان جو ڪو خاص تعلق يا ڳانڍاپو ظاهر ڪري، تنهن کي صفت نسبتي چئبو آهي. مثلاً: پدري شفقت، جهنگلي جانور، قنڌاري ڏاڙهون، ڪشميري شال، ولايتي شيون وغيره. انهن ترڪيبن ۾ لفظ: پدري، جهنگلي، قنڌاري، ڪشميري ۽ ولايتي صفت نسبتيءَ جا مثال آهن.

صفت نسبتيءَ جون صورتون هيٺ ڏجن ٿيون:

١- اسم جي پڇاڙيان 'اِي' پڇاڙي ملائڻ سان صفت نسبتي ٺهندي آهي، اها ترڪيب مذڪر توڙي مؤنث ٻنهي جنسن لاءِ استعمال ٿيندي آهي. مثلاً: 'آسمان' اسم مان صفت نسبتي ٿيندي 'آسماني'. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | | |
|---|---|---|
| الاهي | حيواني | ڪيڇي |
| انساني | خراساني | لاڙي |
| بحري | دريائي | لاهوتي |
| پهاڙي | ديسي | مشرقي |
| جهاني | سنڌي | مغربي |
| جنتي | شهري | هاشمي |
| جيلاني | عربي | هندي |
| حبشي | قطبي | يورپي |

٢- اسم جي پڇاڙيان 'اٽو'، 'ٽو' 'يارو'، 'يتو'، 'يچو' ۽ 'يلو' پڇاڙيون مذڪر جي صيغي ۾ ۽ 'اٽي'، 'ٽي'، 'ياري'، 'يتي'، ۽ 'يچي' 'يلي' پڇاڙيون مؤنث جي صيغي ۾ آڻڻ سان صفت نسبتي ٺهندي آهي. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| مذڪر | مؤنث |
|---|---|
| پروچاٽو | پروچاٽي |
| شاهاٽو | شاهاٽي |
| فقيراٽو | فقيراٽي |
| ڳوٺاٽو | ڳوٺاٽي |
| چورٽو | چورٽي |
| روهٽو | روهٽي |
| ڪوهيارو | ڪوهياري* |

* هيءَ ترڪيب مذڪر جي صيغي ۾ به استعمال ٿيندي آهي. مثلاً: سُر ڪوهياري وغيره.

| | |
|---|---|
| پيشيتو | پيشيتي |
| مائيتو | مائيتي |
| ٽريچو | ٽريچي |
| پاريچو | پاريچي |
| لاڙيچو | لاڙيچي |
| روهيلو | روهيلي |
| ڪاچيلو (١) | ڪاچيلي |
| ماٽيلو (٢) | ماٽيلي |

ڪن مذڪر اسمن جي صفت نسبتي مؤنث واري 'آڻي' پچاڙي لڳائڻ سان پڻ ٺهندي آهي. مثلاً:

آرياڻي
شاهاڻي
ناناڻي

٣- اسم جي پچاڙيءَ ۾ جيڪڏهن مذڪر 'و' يا مؤنث جي 'ي' لڳل هوندي، ته صفت نسبتي ٺاهڻ لاءِ انهيءَ حرف 'و' يا 'ي' کي حذف ڪري 'آڻو' يا 'آڻي' پچاڙي ٺاهبي. مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| ابو | اباڻو | اباڻي |
| ڏاڏو، ڏاڏي | ڏاڏاڻو | ڏاڏاڻي |
| نانو، ناني | ناناڻو | ناناڻي |

٤- اسم جي پهرين حرف پٺيان حرف 'ا' (الف) جو اضافو ڪري لفظ جي آخر ۾ 'آو'، 'اي' يا 'ئي' پچاڙي ملائڻ سان صفت نسبتي ٺهندي آهي، جا مذڪر توڙي مؤنث،

---

(١)، (٢) هنن ترڪيبن جون پيون صورتون به استعمال ٿينديون آهن. جي آهن:

| | |
|---|---|
| ڪاچوڙو، ڪاچيڙو | ڪاچوڙي، ڪاچيڙي |
| ماٽيتو، ماٽيجو | ماٽيتي، ماٽيجي |

ٻنهي صيغن ۾ استعمال ٿيندي آهي. مثلاً: 'ٻکر' مان صفت نسبتي ٿيندي 'ٻاکرو' ۽ 'ڪڇ' مان صفت نسبتي ٿيندي، ڪڇي يا 'ڪاڇي' ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ٿاڪرو | ٿماڻيي |
| جابلو | ڊاٽيي |
| ساکرو | سامنڊري، سامونڊري |

٥- اسم جي پڇاڙيءَ پهرئين حرف ٻئين حرف علت جو اضافو ڪري لفظ جي اصلي پڇاڙيءَ جي جاءِ تي 'او' مذڪر جي حالت ۾ ۽ 'اي' مؤنث جي حالت ۾ آڻڻ سان صفت نسبتي ٺهندي آهي. مثلاً: 'ٻير' مان صفت نسبتي ٿيندي ٻاٻرو يا ٻاٻري. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| ٻاڪرو | ٻاڪري |
| ريڍو | ريڍي |
| ڪانڊو | ڪانڊي |
| ڳاٺو | ڳاٺيي |
| لاٺو | لاٺيي |
| ماهيو | ماهيي |

٦- اسم جي 'آ' پڇاڙيءَ جي جاءِ تي 'او' مذڪر جي حالت ۾ ۽ 'اي' مؤنث جي حالت ۾ آڻڻ سان صفت نسبتي ٺهندي آهي. مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| پيڪا، پيڪاٺا | پيڪو، پيڪاٺو | پيڪي، پيڪاٺيي |
| ساهرا | ساهرو | ساهري |

٧- اسم جي پٺيان 'ڪو' ملائڻ سان صفت نسبتي ٺهندي آهي. مثلاً: 'اوڏ' مان صفت نسبتي ٿيندي 'اوڏڪو'. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

جتڪو ڏڪاڻڪو
چنڪو لوهارڪو
حجامڪو مڱڻهارڪو

جيڪڏهن اسم جي پڇاڙي 'اي'، 'او' يا 'او' هوندي ته اها پڇاڙي حذف ڪري پٺيان 'ڪو' ملائبو ته صفت نسبتي ٺهندي. مثلاً: 'هندو' مان صفت نسبتي ٿيندي 'هندڪو'. ٻيا مثال هي آهن:

ڪنڪو
ڪڙمڪو
واڻڪو
وڏيرڪو

۸- اسم يا ضمير جي پٺيان جيڪڏهن تناسب يا تماثل ظاهر ڪندڙ لفظ، جهڙوڪ: جوڳو، جيهو، جهڙو، جيڏو ۽ جيترو وغيره آڻبو ته اها صفت نسبتيءَ جي ترڪيب ٿي پوندي. مثلاً:

ٿر جيترو
توجيهو
جبل جيڏو
چنڊ جهڙو
سزا جوڳو

۹- اسم منسوب جيڪڏهن ڪنهن ٻئي لاڳو اسم جي اڳيان ايندو ته صفت نسبتي ٿي پوندو. مثلاً:

ايراني غاليچو
جهاني گڏو
چيني نقاشي
عربي گهوڙو

مٿين ترڪيبن ۾ 'ايراني'، 'جپاني'، 'چيني' ۽ 'عربي' جي اسم منسوب جا مثال آهن، هتي صفت نسبتيءَ جي صورت ۾ استعمال ٿيل آهن.

صفت نسبتيءَ جو استعمال:

"اِي ڪم الاهي، نه ته ڪنن ۾ ڪير ڪهڙي."
(شاهہ: سهڻي)

"ڪيئن ڏوپايان ڪن اباڻي اهڃر ريءَ."
(شاهہ: مارئي)

"آرياڻي پنهونءَ جي ٻول نه ٻڌڙيون."
(شاهہ: مسئي)

"ٻاروچاڻا ٻار، توڙان ڌرس نه سگهيا."
(شاهہ: حسيني)

"ڪاڏبن ٽانڊن ٻاٻرن ٻچان سر پيئي."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"هوءَ جا پائين پير ۾، تنهن جُتيءَ نہ جهڳي."
(شاهہ: کوهياري)

"ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي ڪهڙا پرين."
(شاهہ: ديسي)

"مون ڏاڏاڻي ڏيهہ ۾ قرهہ ۽ لائي."
(شاهہ: مارئي)

"ڪتان سگهين سپرين ڪاساڱي ڪار."
(شاهہ: بروو سنڌي)

"جي اٿئي سڌ شراب جي ته وڃُ ڪلالڪي هٽ."
(شاهہ: ڪلياڻ)

"متيون مو ڙهئي سسئي، ڪيئي **ڪوهيارو** ڪانڌ."
(شاهہ: حسيني)

"ڳانئو ڳجهہ نہ ڪاءِ، **ماهي** ماس نہ هيرئين."
(شاهہ: ڪيڏارو)

"**مجازي** سوهي، ڪڏهن ويندُ سي نڪري."
(شاهہ: آسا)

"مون ڪان اڄ پـري ٿيا، ويڙهيچا **وريام**."
(سچل: ڪنيات)

*

'**جاٻلو** ماڻهو بدن جا سگهارا ٿيندا آهن.'

*

'حشر ڏينهن حساب ۾ **ٿر جيترو** فرق بہ نہ ٿيندو.'

*

'**واڏڪو** وَياءِ جيئن وڏي تيئن ڪري.'

## ۴- صفت ظرفي:

اهو صفت جـو لفظ جو اسم جو وضع يـا هنڌ، مدت يا وقت، طرز يا طريقو ۽ مقدار يا انداز بيان ڪري، تنهن کي صفت ظرفي چئبو آهي. مثلاً: اڻاهہ سمنڊ، پاڇاٽو فصل، ٽڪڙو قدم ۽ چوطرفو گهيرو وغيره، انهن ترڪيبن ۾ لفظ: اڻاهہ، پاڇاٽو، ٽڪڙو ۽ چوطرفو صفت ظرفيءَ جا مثال آهن.

معنيٰ جي لحاظ کان صفت ظرفيءَ کي چئن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

صفت ظرفي وضعي يا مڪاني
صفت ظرفي زمني يا زماني
صفت ظرفي اصلوبي يا طرزي
صفت ظرفي مقداري يا قدري

## ١- صفت ظرفي وضعي يا مڪانيءَ جون ترڪيبون:

١- اسم يا ظرف جي پڇاڙي 'تو'، 'اون' يا 'يون' پڇاڙي مذڪر جي حالت ۾ جمع جي نشانين سان ۽ 'تيي' يا 'اين' پڇاڙي مؤنث جي حالت ۾ جمع جي نشانين سان گڏڻ سان صفت ظرفي وضعي يا مڪاني ٿيندي آهي. مثلاً: 'اتر' اسم مان صفت ظرفي ٿيندي 'اتريون' ۽ 'مٿي' ظرف مان صفت ظرفي ٿيندي 'مٿيون'. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا.

| مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| اڳيون | اڳيان | اڳيين | اڳيئون |
| اندريون | اندريان | اندرين | اندريئون |
| ٻاهرتو | ٻاهرتا | ٻاهرتيي | ٻاهرتيئون |
| ٻاهريون | ٻاهريان | ٻاهرين | ٻاهريئون |
| پٺيون | پٺيان | پٺيين | پٺيئون |
| پويون | پويان | پوئيين | پويئون |
| وچون | وچان | وچيين | وچئون وچيئون |
| هيٺيون | هيٺيان | هيٺيين | هيٺيئون |

٢- اسم جي پهرئين حرف جي اڳيان 'ا' (الف) جو اضافو ڪري آخر ۾ 'او'، 'اون' يا 'هون' پڇاڙي گڏڻ سان صفت ظرفي ٿيندي آهي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اوپاريون | اوپاريان | اوپارين | اوپاريون |
| اولاهون، اولاهيون | اولاهان، اولاهيان | اولاهيين | اولاهيئون |
| ڏاکڻو | ڏاکڻا | ڏاکڻيي | ڏاکڻيئون |

٣- ظرف جي پڇاڙي يا ان جي پوئين حرف 'ي' جي جاءِ تي 'ا' (الف) آڻي آخر ۾ 'رو'، 'هون' يا 'انهون' پڇاڙي گڏڻ سان صفت ظرفي ٿيندي آهي. مثلاً: 'مٿي' ظرف مان صفت ظرفي ٿيندي 'مٿاهون'. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| اتاهون | اتاهان | اتاهين | اتاهيئُون |
|---|---|---|---|
| اڳاهون | اڳاهان | اڳاهين | اڳاهيئُون |
| اوراهون | اوراهان | اوراهين | اوراهيئُون |
| پاساهون | پاساهان | پاساهين | پاساهيئُون |
| پاسيرو | پاسيرا | پاسيري | پاسيريئُون |
| پرتاهون | پرتاهان | پرتاهين | پرتاهيئُون |
| پراهون | پراهان | پراهين | پراهيئُون |
| ڏوراهون | ڏوراهان | ڏوراهين | ڏوراهيئُون. |

٤- اسم جي پٺيان 'ائتو' يا 'يڪو' پڇاڙي ڳنڍڻ سان صفت ظرفي ٺهندي آهي. مثلاً:

| ٿانئيڪو | ٿانئيڪا | ٿانئيڪي | ٿانئيڪيئُون |
|---|---|---|---|
| هٿيڪو | هٿيڪا | هٿيڪي | هٿيڪيئُون |
| هنڌائتو | هنڌائتا | هنڌائتي | هنڌائتيئُون |

٥- ظرف جي پٺيان اضافت جو حرف 'جو' عدد ۽ جنس مطابق ملائڻ سان صفت ظرفيءَ جي صورت ٺهندي آهي. مثلاً:

| اِتي، اِتان جو | اِتي، اِتان جا | اِتي، اِتان جي | اِتي، اِتان جئُون |
|---|---|---|---|
| آتي، آتان جو | آتي، آتان جا | آتي، آتان جي | آتي، آتان جئُون |
| تيتي، تتان جو | تيتي، تيتان جا | تيتي، تيتان جي | تيتي، تيتان جئُون |
| جيتي، جتان جو | جيتي، جتان جا | جيتي، جتان جي | جيتي، جتان جئُون |
| ڪيتي، ڪتان جو | ڪيتي، ڪتان جا | ڪيتي، ڪتان جي | ڪيتي، ڪتان جئُون |
| هيتي، هيتان جو | هيتي، هيتان جا | هيتي، هيتان جي | هيتي، هيتان جئُون |
| هتي، هتان جو | هتي، هتان جا | هتي، هتان جي | هتي، هتان جئُون |

٦- اسم يا ظرف جي پٺيان اضافت جو حرف 'جو' يا وارو عدد ۽ جنس مطابق ملائڻ سان صفت ظرفيءَ جي صورت ٺهندي آهي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڀر وارو | ڀر وارا | ڀر واري | ڀر واريُون |
| تَرَ جو | تر جا | تر جيِ | تر جئُون |
| تر وارو | تر وارا | تر وارِي | تر واريُون |
| پاڙي جو | پاڙي جا | پاڙي جيِ | پاڙي جئُون |
| پاڙي وارو | پاڙي وارا | پاڙي وارِي | پاڙي واريُون |
| پاسي جو | پاسي جا | پاسي جيِ | پاسي جئُون |
| پاسي وارو | پاسي وارا | پاسي وارِي | پاسي واريُون |
| پري جو | پري جا | پري جيِ | پري جئُون |
| پري وارو | پري وارا | پري وارِي | پري واريُون |
| هتي وارو | هتي وارا | هتي وارِي | هتي واريُون |

٧- ڪي ظرف جا لفظ صفت ظرفيءَ جي صورت ۾ استعمال ٿيندا آهن. مثلاً:

| | |
|---|---|
| اوڏو، اوڏڙو | ساڄو |
| اوچو | سامهون |
| پار | ڪاٻو |
| ڏور | ويجهو، ويجهڙو |

٨- فارسيءَ ۽ عربيءَ جون صفت ظرفي وضعيءَ جون ڪي ترڪيبون سنڌيءَ ۾ به استعمال ٿينديون آهن، جن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿيون:

فارسيءَ جون ترڪيبون:

| | |
|---|---|
| آخرين | بيروني |
| اندروني | درمياني |
| اوّلين | دور |
| بالائي | نزديڪ |

عربيءَ جون ترڪيبون:

| | |
|---|---|
| آخر، اخير، | خارجي |
| ادنيٰ | داخلي |

| | |
|---|---|
| اعليٰ | عالي |
| اول | قريب |
| بعيد | ماتحت |
| جنبي | مقابل |

صفت ظرفي وضعيءَ جو استعمال:

"ڪيچ اڳاهون پنڌ، متان لڪن سين لڳي مرين."
(شاهه: حسيني)

"تون تنيسين ڪٿ اوڏا اڏي پڪڙا."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"اپيون اورين پار ڏي ڪوڙيون ڪڪ پچن."
(شاهه: سهڻي)

"جو اڪنئون اوڏو آهه، سو پرين پراهون م ڇئو."
(شاهه: سسئي)

"ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور ٻه اوڏا سپرين."
(شاهه: برووسنڌي)

"سامونڊي تو سنبهين تا ساڃهه جهل سکاڻ."
(شاهه: سريراڳ)

"ڳاڙينديون ڳوڙها جت شاهد تيندئي سامهان."
(شاهه: ڪلياڻ)

*

'ريڊيو جي ذريعي ٻيروني ملڪن جو حال احوال جلد ملي وڃي ٿو.'

*

'ڪنهن ٻه ملڪ جي داخلي معاملن ۾ غير ملڪ کي دست اندازي نه ڪرڻ گهرجي.'

*

"سربراهه ڪسي گهرجي ته پنهنجي ماتحت عملي تي پوري نظر رکي."

*

"سرند تي واجب آهي ته پنهنجي ڇاڙي جي غريبن جي سار سنڀال لهي."

## ٣- صفت ظرفي زمني يا زمانيءَ جون ترڪيبون:

و- اسم يا ظرف جي پڇاڙيءَ 'و'، 'انو'، 'يون'، 'اوڪو' يا 'اوٽو' پڇاڙي عدد ۽ جنس پٽاندر گڏڻ سان صفت ظرفي زماني ٺهندي آهي. مثلاً:

| فاعلي صورت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| روزانو | روزانا | روزانـي | روزانيـُون |
| سالانو، سالياتو | سالانا، سالياتا | سالانـي، ساليانـي | سالانيـُون |
| ماهانو، ماهيانو | ماهانا، ماهيانا | ماهانـي، ماهيانـي | ماهانيـُون |
| نيرانو* | نيرانا | نيرانـي | نيرانيـُون |
| اڳيون | اڳيان | اڳيـن | اڳيـُون |
| پويون | پويان | پوئـين | پويـُون |
| اڄوڪو | اڄوڪا | اڄوڪـي | اڄوڪيـُون |
| اڳوٽو | اڳوٽا | اڳوٽـي | اڳوٽيـُون |
| اڳوٽڪو | اڳوٽڪا | اڳوٽڪـي | اڳوٽيڪيـُون |
| پروڪو | پروڪا | پروڪـي | پروڪيـُون |
| ڏينهوڪو | ڏينهوڪا | ڏينهوڪـي | ڏينهوڪيـُون |
| راتوڪو | راتوڪا | راتوڪـي | راتوڪيون |
| سڀانڪو | سڀانڪا | سڀانڪـي | سڀانڪيـُون |

* هن ترڪيب ۾ "١" (الف) جو اضافو ٿيل آهي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪالهوڪو | ڪالهوڪا | ڪالهوڪي | ڪالهوڪيئون |
| ڪالهوڻو | ڪالهوڻا | ڪالهوڻي | ڪالهوڻيئون |
| ورهوڪو | ورهوڪا | ورهوڪي | ورهوڪيئون |
| هاڻوڪو | هاڻوڪا | هاڻوڪي | هاڻوڪيئون |
| هيلوڪو | هيلوڪا | هيلوڪي | هيلوڪيئون |

٢- اسم جي پڇاڙيءَ يا اسم جي پهرئين حرف سان 'ا' (الف) گڏي پڇاڙيءَ 'اڻو' يا 'ائتو' پڇاڙي عدد ۽ جنس پٽاندر ملائڻ سان صفت ظرفي زماني ٿيندي آهي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| پاڇاڻو | پاڇاڻا | پاڇاڻي | پاڇاڻيئون |
| منداڻتو | منداڻتا | منداڻتي | مداڻتيئون |
| مهلاڻتو | مهلاڻتا | مهلاڻتي | مهلاڻتيئون |
| وقتاڻتو | وقتاڻتا | وقتاڻتي | وقتاڻتيئون |
| آڳاڻو | آڳاڻا | آڳاڻي | آڳاڻيئون |

٣- اسم يا ظرف جي پڇاڙيءَ 'و'، 'رو' يا 'وارو' عدد ۽ جنس مطابق گڏڻ سان صفت ظرفي زماني ٿيندي آهي. مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اويرو | اويرا | اويري | اويريئون |
| اويلو | اويلا | اويلي | اويليئون |
| پانهيرو | پانهيرا | پانهيري | پانهيريئون |
| سويرو | سويرا | سويري | سويريئون |
| ڪمهلو | ڪمهلا | ڪمهلي | ڪمهليئون |
| هميشه وارو | هميشه وارا | هميشه واري | هميشه واريئون |

٤- اسم يا ظرف جي پڇاڙيءَ اضافت جو حرف 'جو' عدد ۽ جنس مطابق استعمال ڪرڻ سان صفت ظرفي زمانيءَ جي صورت ٿيندي آهي. مثلاً: گهڙيءَ جو کيل، سال جي ڪمائي، ڏڌهن جو قصو وغيره، انهن ترڪيبن ۾: 'گهڙيءَ جو'،

'سال جيِي' ۽ 'تڏهن جو' صفت ظرفي زمانيءَ جون صورتون آهن. ٻيا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| جڏهن جو | جڏهن جا | جڏهن جيِي | جڏهن جئون |
| ڏينهن جو | ڏينهن جا | ڏينهن جيِي | ڏينهن جئون |
| رات جو | رات جا | رات جيِي | رات جئون |
| شام جو | شام جا | شام جيِي | شام جئون |
| صبح جو | صبح جا | صبح جيِي | صبح جئون |
| عمر جو | عمر جا | عمر جيِي | عمر جئون |
| ڪڏهن جو | ڪڏهن جا | ڪڏهن جيِي | ڪڏهن جئون |
| ڪلاڪ جو | ڪلاڪ جا | ڪلاڪ جيِي | ڪلاڪ جئون |
| ماضيءَ جو | ماضيءَ جا | ماضيءَ جيِي | ماضيءَ جئون |

٥- ڪي ظرف جا لفظ صفت ظرفي زمانيءَ طور استعمال ٿيندا آهن. مثلاً: اول وقت، آخر عمر، ترت علاج، سدا بهار، نيت حياتي وغيره، انهن ترڪيبن ۾: 'اول'، 'آخر'، 'ترت'، 'سدا' ۽ 'نت' ظرف جا لفظ آهن، پر هتي صفت ٿي ڪم آيا آهن، تنهنڪري انهن کي صفت ظرفي زماني چئبو آهي.

٦- بعضي فارسي ۽ عربي ترڪيبن جو به سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندو آهي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| تازه | ابدي | دوامي | قديم |
| ديرينه | ازلي | سابق | مدامي |
| ماهوار | جديد | عارضي | موسمي |
| هفتيوار | دائمي | فوري | وقتي |

صفت ظرفي زمانيءَ جو استعمال:

"اڳين عادت مٿ، تہ اڳها عاجز نہ ٿئين."

(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"آءٌ نہ ڳڌي پرينءَ کي، ڀوين ٿيو ڀساهہ."
(شاهہ: معذوري)

"ويڙو چنائي، ڀوڳينءَ رات پرينءَ ڏي."
(شاهہ: ڪنڀات)

"ڪالهوڪو ڪاڏي ويو، سنڌو جوڳين جوڙ."
(شاهہ: رامڪلي)

"هيءَ هڏ وهائي، ڪڙهہ ڪالهوڪي ڏينهن کي."
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"نيراڻائي نيڻ، نيئي آڇ پرينءَ کي."
(شاهہ: آسا)

"وسارينديس نہ ور جو اڄوڪو احسان."
(سچل: ڪوهياري)

ورلو ويراڳي، ڪياني ڏنم ڳودڙيو."
(سچل: جوڳ)

## ٣- صفت ظرفي اسلوبي يا طرزيءَ جون ترڪيبون:

١- اسم جي پڇاڙي عدد ۽ جنس مطابق حرف علت آڻڻ سان صفت ظرفي اسلوبي ٿيندي آهي. مثلاً:

| مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| ابهرو | ابهرا | ابهري | ابهريون |
| پِلو | پِلا | پِلي | پِليون |
| تڪڙو | تڪڙا | تڪڙي | تڪڙيون |
| ڏاڍو | ڏاڍا | ڏاڍي | ڏاڍيون |

٢- ڪي ظرف جا لفظ عدد ۽ جنس مطابق صفت ظرفي اسلوبي تي ڪم ايندا آهن. مثلاً:

| مذڪر | | مؤنث | |
| --- | --- | --- | --- |
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| اچاترو | اچاترا | اچاتري | اچاتريون |
| اڳرو | اڳرا | اڳري | اڳريون |
| اوچتو | اوچتا | اوچتي | اوچتيون |
| آهستو | آهستا | آهستي | آهستيون |
| موچارو | موچارا | موچاري | موچاريون |

۳- ڪي ظرف جا لفظ، جي صفت اسلوبي تي ڪم ايندا آهن، عدد توڙي جنس ۾ ساڳي صورت ۾ رهندا آهن. مثلاً:

انڪلي
الڳ
جدا
چالاڪ
ڌار

صفت ظرفي اسلوبيءَ جو استعمال:

"ڪيچان آيو قافلو رات موچاريءَ روءِ."
(شاهه: ديسي)

"پيئڻ پليءَ پٽ، لڳم ڀاڻ ڀروچ جو."
(شاهه: حسيني)

*

'اوچتي حملي سبب هراس پيدا ٿيندو آهي.'

*

'نڪڙي پنڌ ۾ ماڻهو جلد ٿڪجي پوندو آهي.'

*

'هرڪا جماعت جيڪڏهن الڳ رستو اختيار ڪندي ته قومي يڪجهتي قائم نه ٿي سگهندي.'

## ٤- صفت مقداري يا قدريءَ جون ترڪيبون:

١- عدد ۽ جنس مطابق ڦرندڙ صفتن جا مثال:

| فاعلي صورت | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| اتانگهو | اتانگها | اتانگهي | اتانگهيون |
| اَڇو، اوڇو- | اڇا، اوڇا- | اڇي، اوڇي- | اڇيون، اوڇيون- |
| اونچو | اونچا | اونچي | اونچيون |
| اڌورو | اڌورا | اڌوري | اڌوريون |
| اڌيڪو | اڌيڪا | اڌيڪي | اڌيڪيون |
| اٿپورو | اٿپورا | اٿپوري | اٿپوريون |
| اٿميو | اٿميا | اٿمئي | اٿميون |
| اونهو | اونها | اونهي | اونهيون |
| اوٺو | اوٺا | اوٺي | اوٺيون |
| بي ڪاٺو | بي ڪاٺا | بي ڪاٺي | بي ڪاٺيون |
| تانگهو | تانگها | تانگهي | تانگهيون |
| ٿلهو | ٿلها | ٿلهي | ٿلهيون |
| ٿورو | ٿورا | ٿوري | ٿوريون |
| پورو | پورا | پوري | پوريون |
| ڀوٺو | ڀوٺا | ڀوٺي | ڀوٺيون |
| جالارو | جالارا | جالاري | جالاريون |
| جهجهو | جهجها | جهجهي | جهجهيون |
| ڏاڍو | ڏاڍا | ڏاڍي | ڏاڍيون |
| ذرو | ذرا | ذري | ذريون |
| سارو | سارا | ساري | ساريون |
| سچو | سچا | سچي | سچيون |
| سمورو | سمورا | سموري | سموريون |
| سنهو | سنها | سنهي | سنهيون |

| | | | |
|---|---|---|---|
| گهرو | گهرا | گهري | گهريون |
| ڳورو | ڳورا | ڳوري | ڳوريون |
| ڳِئوڙهو | ڳوڙها | ڳوڙهي | ڳوڙهيون |
| گهاٽو | گهاٽا | گهاٽي | گهاٽيون |
| گهٽو | گهٽا | گهٽي | گهٽيون |
| ننڍو | ننڍا | ننڍي | ننڍيون |
| وِترو | وترا | وتري | وتريون |
| وڏو | وڏا | وڏي | وڏيون |
| هلڪو | هلڪا | هلڪي | هلڪيون |

٢- عدد توڙي جنس ۾ ساڳي صورت ۾ استعمال ٿيندڙ صفتن جا مثال:

| | | |
|---|---|---|
| آت | تيج | ڪَنن ڪَرَ |
| اٿاهم | تيرُ | ڪجهہ |
| اپار | ٺمٺار | ڪيي |
| اڌ | پٺُر | مڙئي، مڙوئي |
| اڪت | جال | موڪ |
| اڪيچار | جام | مٺو |
| پريل | سڀ، سڀئي | وڌ، وڌيڪ |
| تار | ڪٺُل | هڙ |

٣- فارسي ۽ عربيءَ جي صفت جي لفظن ۽ ترڪيبن جا مثال جي سنڌيءَ ۾ استعمال ٿين ٿا:

| | | |
|---|---|---|
| باقي | بي انت | بي پايان |
| باريڪ | بي انتها | بي حد |
| بلند | بي انداز | بي حساب |
| بي عدد | خالي | قليل |
| بيڪران | زياده | ڪافي |
| تمام | عميق | ڪثير |

صفت ظرفي مقداريءَ جو استعمال:

”ايڏو سور سهي، ننڊ م ڪريو ناڪٿا.“
(شاهه: سريراڳ)

”باقي برخوردار، ساڙي ڏسي ٻنيليا.“
(سچل: راڳو)

”اسان ۽ پرين شال هون برابر ڏينهڙا.“
(شاهه: سارنگ)

”ميڙي متايـن جو بيڙي چاڙهيم بار.“
(شاهه: سريراڳ)

”هي تان تورڙيون، جي تون پورا پسي پلئين،
راتيون پيون گهڻيون، جي تو ايندڙيون هيڪليون.“
(شاهه: ڏهر)

”آءُ نه گڏي پرينءَ کي ٿورا ڏينهن ٿيا.“
(شاهه: معذوري)

”سگهان نه چوري، ڏاڍو نيڙ نينهن جو.“
(شاهه: سهڻي)

”ميوا ڪر سمنڊ جي، جت جر وهي ٿو جال.“
(شاهه: سريراڳ)

”ساجن سڀ جمار، اکيون اوهان جي آسري.“
(شاهه: ڪنڀات)

”ساري رات سڄاڻ سودو ڪن صاحب سين.“
(شاهه: سريراڳ)

”سڀيئي سبحان جي ڪر حوالي ڪر.“
(شاهه: سريراڳ)

"سُهڻي سڀئيءَ سبيو مون ماروءَ سين من."
(شاهه: مارئي)

"ستي تنهنجي ست ۾ ڳالهه کهرجي ڳچ."
(شاهه: مارئي)

"ساڄن انهيءَ سيگ سين ڦٽيئي گهڻا فقير."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"راضي ٿي راڻا، معاف مڙئي ڪر منديون."
(سچل: راڻو)

"سچل سامين تي محبت وسي هوڪ."
(سچل: جوڳ)

"ڏيڍي وڏي ڳالهڙي سڀي نا سمجهن."
(شاهه: پرڀاتي)

"اکين ڪي آهين وڏا وجهه، وڙهڻ جا."
(شاهه: آسا)

"پاڻا ڏوهه، چڙهن جيئن ورق ورائن ونوا."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"صبر وڏو ست، سگها سيڙي سپرين."
(شاهه: حسيني)

"جاجڪ تو متاڻءَ ملڪ مڙوئي گهوريان."
(شاهه: سورٺ)

## ۵- صفت عددي:

اها صفت جا موصوف جو مقرر عدد يا تعداد ظاهر ڪري، تنهن کي صفت عددي چئبو آهي. هڪ، پنج، ڏهه، سؤ، ٻهريون، ٻيو، چوٿون، ڇٽو، ٽيٽو، سوايو، اڌ، ٽهائي، ائين ٻتي وغيره صفت عدديءَ جا مثال آهن.

صفت عدديءَ جا هيٺيان مکيه چار قسم آهن:

١- صفت عددي شماري.
٢- صفت عددي ترتيبي يا قطاري.
٣- صفت عددي اضافي.
٤- صفت عددي ڪسري.

## ١- صفت عددي شماري:

اها صفت جا موصوف جو ڳاڻيٽو ڏيکاري، تنهن کي صفت عددي شماري چئبو آهي. مثلاً: ٻه، ٽي، ٻن، چئن، چونڪو، پنجو، ڏهاڪو، ويهارو، هرهڪ وغيره صفت عددي شماريءَ جا مثال آهن.

صفت عددي شماريءَ جو گردان:

| حالت فاعلي | عام صورت |
|---|---|
| هڪُ، هڪڙو، هڪڙي | هڪَ هڪڙي، هڪڙيءَ |
| ٻه | ٻن |
| ٽي | ٽن |
| چار | چئن |
| پنج | پنجن |
| ڏهن | ڏهن |
| ويهه | ويهن |
| چاليهه | چاليهن |
| سئو، سوين | سون |
| هزار، هزارين | هزارن |
| لک، لکين | لکن |
| ڪروڙ، ڪروڙين | ڪروڙن |

صفت عددي شماريءَ جون ترڪيبون:

١- جن انگن جي پوئين حرف تي زير هوندي، يا انهن جي پڇاڙي 'اي' يا 'اِي' هوندي آهي، انهن جي صورت فاعلي توڙي عام حالت ۾ ساڳي رهندي آهي. مثلاً:

سٺِ
ستر
اسي
نوي

٢- جمع جي حالت ۾ موصوف مطابق صفت عددي شماريءَ ۾ به ڦيرو ايندو آهي. مثلاً:

پنجن پيسن، پنجين پيسين
چاليهن ورهين، چاليهين ورهيين
ڪوڙين ذاتين، ڪوڙيين ذاتيين
هزارن ساٿن، هزارين ساٿين يا ساٿين

٣- صفت عددي شماريءَ جو موصوف جيڪڏهن ڪو انگ يا عدد هوندو آهي، ته جمع جي حالت ۾ اهو به جمع ۾ هوندو آهي، پر ڪن حالتن ۾ فارسيءَ وانگر موصوف واحد ۾ به هوندو آهي. مثلاً:

موصوف جمع جي صورت ۾:

ٻه سا، ٻه سَوَ
ٽي سا، ٽي سَوَ
چار سا، چار سَوَ
پنج هزارَ
ست لکَ
اٺ ڪروڙَ
نَوَ اربَ

موصوف واحد جي صورت ۾:

هڪ سؤ
ٻـه سؤ
ٽـي سؤ
چـار سؤ
ســت سؤ
نـو سؤ
يارهن سؤ

٤- تاڪيد يا تخصيص خاطر صفت عددي شماريءَ جي لفظ سان "اِي" لڳائبي آهي. مثلاً:

هڪ ئي
ٻئي، ٻئي، ٻنهي
ٽئي، ٽيئي، ٽنهي
چارئي، چئني
سو ئي، سو ني، سون ئي
هزار ئي، هزارن ئي
لک ئي، لکن ئي

٥- صفت عددي شماريءَ کي ٻيون به ڪي پڇاڙيون لڳنديون آهن، جهڙوڪ: "آڪو"، "ايڪو"، "ڪو"، "او" ۽ "آرو" وغيره. مثلاً:

ايڪو، اڪو ڏهاڪو
ٻڪو ويهارو
ٽڪو ٽيهارو
چونڪو چاليهارو
پنجو سئيڪو، سائيڪو

صفت عددي شماريءَ جو استعمال:

"ايڪ پيالو ٻه ڄڻا، عشق نه ڪري ات،
مائين ڪين مياڻ ۾ ٻه ٽي ترارين تت."

(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ٽو نين ٽه هم ڏاوٽيون پهڻ رهن پڪَ پياس."

(شاهه: ڪنيات)

"ٽه هي ٽه هم پيرا ڏينهن ۾، پاڻ مٿانئن گهور."

(شاهه: رامڪلي)

"تنبو تيرهن ماهه، ڪٽو ڪينجهر ڪنڌين."

(شاهه: ڪاموڏ)

"ويا ڪنهن ڏيهان، ٻه ٽي لڳن ڏينهڙا."

(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ڪنڌا سون پيرن ۾ تـوڙي لک لڳن."

(شاهه: معذوري)

"سوين اچي سمنڊ ۾ ٽيا سيٺاها سوڙها."

(شاهه: سهڻي)

"سهسين سائر ٻوڙيون، منڊ ٻوڙيو مهراڻ."

(شاهه: سهڻي)

"ٽيڏي ٻسي ٽي، هٿو تان آهي هڪڙو."

(شاهه: ڪوهياري)

"جڙي جنهن جوان جي لڳا ڏهو سـؤ ڏهو گهاءَ"

(شاهه: ڪيڏارو)

"سهسين شڪرانا ڪوڙيين پال ڪريم جا."

(شاهه: سريراڳ)

"ٻن ترارين جاءِ، ڪانهي هيڪ مياڻ ۾."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"سڱين وهن سير ۾، ماڻڪ موتي لعل."
(شاهه: سريراڳ)

"لڪين لوڙائو، سهسين آهين سيج ۾."
(شاهه: حسيني)

"ڪوڙيين لک هزار، ان اونداهيءَ اندا ڪيا."
(شاهه: رامڪلي)

"سڪ ۽ سوري ٻيئي اکر هيڪڙي،
ٻنهي جي پوري، جيءَ ڏني ري نه جڙي."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ڏسڻ ۾ ڪر ڏور، حد ٻنهي جي هيڪڙي."
(شاهه: حسيني)

"ڏاکهن ڏيرن ڏونگرن ٽنهي ڏنم ڏک."
(شاهه: ديسي)

"اٺئي پهر انهن جي وات اٿم وائي."
(سچل: ڪنيات)

*

'هن مجاهد هڪڙي حملي سان دشمن جا لاهه ڪڍي ڇڏيا.'

*

'راجا ڏاهر جنگ ۾ لشڪر سان گڏ هزارين هاٿي چاڙهي موڪليا.'

*

'سفر تان موٽي اچڻ ۾ ڏهاڪو ڏينهن لڳي ويندا.'

## ٢- صفت عددي ترتيبي يا قطاري:

اهڙا صفت جا موصوف جو ترتيبوار نمبر ڄاڻائي، تنهن کي صفت ترتيبي يا قطاري چئبو آهي؛ قطاري انهيءَ ڪري جو قطار ۾ نمبرن مطابق شمار ڪبو آهي. مثلاً: پهريون، ٻيو، ٽيون، چوٿون ۽ پنجون وغيره.

صفت عددي ترتيبي پنهنجي موصوف سان عدد، جنس ۽ حالت پٽاندر ڦرندي آهي، جيئن هيٺ ڏيکاريو ويو آهي.

| مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| پهريون، پهرئين | پهريان، پهرينَ | پهرين، پهرينءَ | پهريون، پهرينَ |
| ٻيو، ٻئي | ٻيا، ٻينَ | ٻي، ٻيءَ | ٻيون، ٻينَ |
| ٽيون، ٽئين | ٽيان، ٽينَ | ٽين، ٽينءَ | ٽيون، ٽينَ |
| چوٿون، چوٿين | چوٿان، چوٿنَ | چوٿين، چوٿينءَ | چوٿيون، چوٿينَ |
| پنجون، پنجين | پنجان، پنجنَ | پنجين، پنجينءَ | پنجيون، پنجينَ |

صفت عددي ترتيبيءَ جو استعمال:

”توڏيءَ ٻي نه تات، آهس ميهارئي من ۾.“
(شاهه: سهڻي)

”پهريون ويري پانهنجو آهه نفس نحس نادان.“
(شاهه: بروو)

”ڇهون ويري ڇپر ٽيو، جنهن سنوان ڪيا نه سير.“
(شاهه: ديسي)

”هڪڙا پسائر ٻيا پاڙيا، ٽيان جاني يار.“
(شاهه: ڪيڏارو)

”ڪير ڪاٻڙين جي پهرئين ڏينهن پروڙ.“
(شاهه: رامڪلي)

”ويھي ويراڳين جو ٻٽي ڏينھن پڌر حال.“
(شاھ: رامڪلي)

”ڪارھين ڏينھن ڪري، وريو ويراڳين جو.“
(شاھ: رامڪلي)

”وڙيوم سبق ڇھرين سٽ نه سنڀران.“
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

”ناحق نھارين پنسا پيا پرينءَ لاءِ.“
(شاھ: يمن ڪلياڻ)

”پيا در ڏيٺي ھين ڪي، آيس تنھنجي در.“
(شاھ: سورٺ)

”سنڌي جوڳيان ذات، ٻٽي، ٻيري ياڪ مڙي.“
(شاھ: رامڪلي)

”ھڪ سفر ساعت، ٻيو سفر سال،
”ڇھريون تا راحت، پويون تا پوءِ رھيو.“
(سچل: آسا)

”ٻٽي جھان ڦٽا ڪيو، تا ٽٽين جھان وڃن.“
(سچل: آسا)

”ھڪ سٽ پڙھيائين، ٻي سٽ سڏ ڪن ۾ پيو.“
(سچل: پيروي)

### ۳- صفت عددي اضعافي:

اھا صفت جا موصوف جي ’ھوڻ‘ يا ’سگھھ‘ ظاھر ڪري، تنھن ڪي صفت عددي اضعافي چئبو آھي. ’اضعاف‘ جي معنيٰ آھي ٻٽو يا ٻيڻو ڪرڻ. عام طرح عدد شماريءَ جي پٺيان ’اوڻ‘ يا ’اوٽ‘ اکر ساڻ ’او‘ ۽ ’اِي‘ واحد ۾ ۽ ’آ‘ ۽ ’يون‘ جمع ۾ گڏڻ سان صفت عددي اضعافي ٺھندي آھي. مثلاً:

| مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| هيڪڙو | هيڪوڙا | هيڪوڙي | هيڪڙيون |
| ٻيڻو | ٻيڻا | ٻيڻي | ٻيڻيون |
| ٽيڻو | ٽيڻا | ٽيڻي | ٽيڻيون |
| چئوڻو | چئوڻا | چئوڻي | چئوڻيون |
| پنجوڻو | پنجوڻا | پنجوڻي | پنجوڻيون |
| ڏهوڻو | ڏهوڻا | ڏهوڻي | ڏهوڻيون |
| سئوڻو | سئوڻا | سئوڻي | سئوڻيون |
| هزاروڻو | هزاروڻا | هزاروڻي | هزاروڻيون |
| سوائوڻو، سوايو | سوائوڻا، سوايا | سوائوڻي، سوائي | سوائوڻيون، سوايو |
| ڏيڍوڻو | ڏيڍوڻا | ڏيڍوڻي | ڏيڍوڻيون |
| اڍائوڻو | اڍائوڻا | اڍائوڻي | اڍائوڻيون |
| هيڪوٽو | هيڪوٽا | هيڪوٽي | هيڪوٽيون |
| ٻٽو | ٻٽا | ٻٽي | ٻٽيون |
| ٽٽو | ٽٽا | ٽٽي | ٽٽيون |
| چؤٽو | چؤٽا | چؤٽي | چؤٽيون |

صفت عددي اضعافيءَ جو استعمال:

”هنئيهين هوند مئي، پر ٻڏيءَ جا ٻيڻا ٽيا.“
(شاهه: سهڻي)

”هينئر انيئي هيءَ، صبح سوايو ڏيانءَ.“
(شاهه: سورٺ)

*

”هاڻي توڙي هيڻو ته به گهوڙي کان ٻيڻو.“

*

'گهوڙي ڪان اٺ جو ڏيڍ وڏو قد ٿيندو.'

*

'دنيا ۾ انسان کي نيڪيءَ جو ڏهوڏو اجر ملي ٿو.'

٤- صفت عددي ڪسري:

اها صفت جا موصوف جو حصو يا پتي ظاهر ڪري، تنهن کي صفت عددي ڪسري چئبو آهي. 'ڪسر' جي معنيٰ آهي ڀڃڻ. اڌ، اڌواڌ، اڍورو، ٽهائي، ٽين پتي، پؤڻو، منو، چوٿ، چوٿائي، چوٿون حصو وغيره صفت عددي ڪسريءَ جا مثال آهن.

صفتِ عددي ڪسريءَ جو استعمال:

"جيڪي چئين هيرِ، تنهنجي اٺين پتي جي اڪ چيٽي."
(شاهه: ليلان چنيسر)

*

'ورثي ۾ زال جو اٺون حصو ملڪيت جو مقرر آهي.'
'هرسرند مسلمان تي فرض آهي ته هرسال پنهنجي ملڪيت جو چاليهون حصو زڪواة طور صدقو ڪري.'

٥- صفت ضميري يا اشارو:

اهو ضمير جو لفظ جو ڪنهن اسم يا ٻئي ضمير جي اڳيان اچي ۽ ان جي وصف يا تخصيص ظاهر ڪري يا ان ڏانهن اشارو ڪري، تنهن کي 'صفت ضميري' يا 'اشارو' چئبو آهي. مثلاً: هيءَ دنيا، ڪي ماڻهو، هرڪو انسان، سيڪا عورت، جو ڪتاب، جيڪو ملڪ، سوهڻا هي جو، سي جي، جيڪا سا، ڪاجا وغيره، انهن ترڪيبن ۾ 'هيءَ'، 'ڪي'، 'هرڪو'، 'سيڪا'، 'جو'، 'جيڪو'، 'سو'، هي،

سي، جيڪا ۽ ’ڪا‘ ضمير جا لفظ آهن جي صفت جي صورت ۾ يا اشاري طور استعمال ٿيل آهن.

هيٺ مختلف ضميرن جا لفظ جيڪي صفت طور استعمال ٿيندا آهن:

| مذڪر | | مؤنث | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| اِنَ، اِنهيءَ | اِنهن | اِنَ، اِنهيءَ | اِنهن |
| آنَ، آنهيءَ | آنهن | آنَ، آنهيءَ | آنهن |
| ايءُ | اي | ايءَ | اي |
| آو | آو، آوءَ | آوءَ | آو، آوءَ |
| اِهو | اِهي | اِها | اِهي |
| آهو | آهي | آها | آهي |
| جو، جيڪو | جي، جيڪي | جا، جيڪا | جي، جيڪي |
| سو | سي | سا | سي |
| ڪو | ڪي | ڪا | ڪي |
| آءٌ، مون، مان | اسان | آءٌ، مون، مان | اسان |
| تو، تون | توهان | تو، تون | توهان |
| هُو، هُنَ | هُو،آهي،هُنَنِ | هُوءَ، هُنَ | هُوءَ،آهي،هُنَنَ |
| هِي، هِيءُ،هِنَ | هِي،اِهي،هِنَنَ | هِيءَ، هِنَ | هِي،اِهي، هِنَنَ |
| تَنهِن، تِنهِن | تَن، تِن | تَنهِن، تِنهِن | تَن، تِن |
| جَنهِن، جِنهِن | جَن، جِن | جَنهِن، جِنهِن | جَن، جِن |
| ڪَنهِن، ڪِنهِن | ڪَن، ڪِن | ڪَنهِن، ڪِنهِن | ڪَن، ڪِن |
| اوترو | اوترا | اوتري | اوتريون |
| ايترو | ايترا | ايتري | ايتريون |
| تيترو | تيترا | تيتري | تيتريون |

| | | | |
|---|---|---|---|
| جيترو | جيترا | جيتري | جيتريون |
| ڪيترو | ڪيترا | ڪيتري | ڪيتريون |
| هيترو | هيترا | هيتري | هيتريون |
| اهڙو | اهڙا | اهڙي | اهڙيون |
| تهڙو | تهڙا | تهڙي | تهڙيون |
| جهڙو | جهڙا | جهڙي | جهڙيون |
| ڪهڙو | ڪهڙا | ڪهڙي | ڪهڙيون |
| ههڙو | ههڙا | ههڙي | ههڙيون |
| ايڏو | ايڏا | ايڏي | ايڏيون |
| تيڏو | تيڏا | تيڏي | تيڏيون |
| جيڏو | جيڏا | جيڏي | جيڏيون |
| ڪيڏو | ڪيڏا | ڪيڏي | ڪيڏيون |
| هيڏو | هيڏا | هيڏي | هيڏيون |
| ايهو | ايها، ايهڙَ | ايهي | ايهڙ، ايهون |
| تيهو | تيها، تيهڙَ | تيهي | تيهڙ، تيهيون |
| جيهو | جيها، جيهڙَ | جيهي | جيهڙ، جيهيون |
| ڪيهو | ڪيها، ڪيهڙَ | ڪيهي | ڪيهڙ ڪيهيون |

سيڪو، هرڪو- سڀ، سيني- سيڪنهن- سيئي هرڪنهن

سيڪا، هرڪا- سڀ، سيني- سيڪنهن سيئي هرڪنهن

صفت ضميريءَ جو استعمال:

”چائين ته م چاڻ، اِيءَ در ابوجهن جو.“
(شاهه: پرڀات)

”اِيءَ گت غواصن، جيئن سمنڊ سوجهيائون.“
(شاهه: سريراڳ)

"اِي ڪم الاهي نه ته، ڪنن ۾ ڪير ڪھڙي."
(شاھ: سھڻي)

"اِنَ کھوڙن ھنڊي کھٽيون، دوستان دور ڪيون."
(شاھ: ليلان چنيسر)

"اِنهيءَ وائيءَ ور-سمجھي ڪو سچو چوي."
(سچل: آسا)

"لوئي اِھا لوءَ جي، چن نہ چڏيند ياس."
(سچل: ڪنيات)

"سي لانگوتيا لعل، پينر ياڳ مڙن مون."
(سچل: جوڳ)

"راڻو ڪا رات ويو ڳجھي ڳالھ ڪري."
(شاھ: مومل راڻو)

"سا سڪ سلان ڪيئن، جنھن اندر آھيرا ڪيا."
(شاھ: بروو سنڌي)

"سوڪو پرايائين پنور، سڏڪي جيئن ساڻو ٿيو."
(شاھ: ڪنيات)

"ھون گھر اچي جي ٿئي مينڌرو مھمان."
(شاھ: مومل راڻو)

"تو ور وھون ڪيتريون، ھون ورتون وريچ."
(شاھ: ليلان چنيسر)

"تو در آيس داسڙا اوگڻ ڪري اپار."
(شاھ: ليلان چنيسر)

"ھن گام: نالو ڪھڙو، ھي گھر سندا ڪن،
ھيءَ گام مڙيوئي گوجرو جت راڻو ڙيون رھن."
(شاھ: مومل راڻو)

"هيءَ منهن ڏيئي ٻن، تون و ِ هڻ ڪائي نه مرين."
(شاهه: مارئي)

"هن مسند مارو منرا، ڏنگر ڏار رهن."
(شاهه: مارئي)

"هنوءَ جي حق پچن، سي ڪئن متيون سومرا."
(شاهه: مارئي)

"سا پَر ِ سامي سکيا، جا پَر ِ جوڳ جڳاءِ."
(شاهه: رامڪلي)

"لڏيئي جت لائون، سو ڏيهه پسنديءَ مارئي."
(شاهه: مارئي)

"هيءَ آهائي جوءِ، جنهن مٿي تي ور منيو."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"سالڪ مون سيکار ڪو پهه اِنهيءَ پاند جو."
(شاهه: آسا)

"منهنجي آهه اِها، ڪڏهن ڪيرينڊي ڪوٽ ڪي."
(شاهه: مارئي)

"هيءَ هڏو ۽ چم گهوريو محب ميهار تان."
(شاهه: سهڻي)

"جنهن وَل ِ گهٽا وهائيا ان سين آر لڳياس."
(شاهه: ڪنيات)

"تنهن واحد ڪي واهه، جو ستڙ ٻيئي ڪري."
(شاهه: سريراڳ)

"لکيو جو نراڙ سو انگ ڪياڙيءَ نه ٿئي."
(شاهه: سهڻي)

"جي ماڻهن ڪي مارين، تن سورن ڪي سڏ ڪريان."
(شاهه: سسئي)

"ٻوريءَ ٻي نه تات، جيڪا سا جتن جي."
(شاهه: حسيني)

"ڪنهين ڏاءَ مَ ڏج، ڪريون ويهي ڏي خبرون."
(شاهه: مومل راڻو)

"لڪن منجهه لپيءَ، ڪا سورائتي سور سان."
(سچل: مالڪوس)

"جوڳي جال ٻجهن - پر ڪونه لڌو ڪو ڪاپڙي."
(سچل: جوڳ)

"هاري هيڪاندي ڪنهن پر ٽينڊرينءَ هوت سين."
(شاهه: حسيني)

"هي جو ٽيٺو هو، سو اکر منٻو ڪونه ڪو."
(سچل: راڻو)

"اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"جهڙي ٻهڙي ڳالهه، ڪي جمع جوڙيو ڪن."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"لائي وڃان لوڪ، تو ڪهڙي اکر آئڙي."
(شاهه: ڪنڀات)

"جهڙو پنهون پساڻ تهڙي سنا سات جي."
(شاهه: ديسي)

"هھڙا سيڻ سڏير، ڪين لهندينءَ تڪي ٻيا."
(شاهه: ڪوهياري)

"سسئي سرواڻن سان، ڪهڙو ليهڻ لڪوءَ."
(شاهه: حسيني)

”جهڙا اچن ڏينهڙا تهڙا ويئي ڳهار.“
(شاهه: مارئي)

”بيهودن پلاءِ کهڙو قدر قرب جو.“
(شاهه: پيروي)

”هيڏا هاڃا تين، ٻري هن پنوهر ۾.“
(شاهه: حسيني)

”تنهين ڏوهه ڪيها، جن ڏيئي ڏو راپا چائيان.“
(شاهه: مارئي)

”ڪنڌيءَ تي ڪيهي، حاج تنهنجي هنجڙا.“
(شاهه: ڪارايل)

”ووڙيم سڀ وٿاڻ، يار ڪارڻ جت جي.“
(شاهه: سسئي)

”جتي جيتريون لکيون لوح قلم ۾،
”تتي تيتريون ڪهڙيون ڳهارڻ آئيون.“
(شاهه: معذوري)

*

’هرڪو ماڻهو هوند تي خوش نه هوندو آهي.‘

*

’سڀڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجو ڪيو آڏو ايندو.‘

*

’سڀڪا ٻڪري پنهنجي پائي ٽنگجي.‘

## ٦- صفت مرڪب:

اها صفت جا هڪ کان وڌيڪ لفظن جي ٺهيل هجي، تنهن کي صفت مرڪّب چئبو آهي. مرڪّب لفظ ٻن يا وڌيڪ لفظن گڏڻ سان ٺهندو آهي. صفت مرڪّب ٺهڻ جا ڪي خاص طريقا هيٺ ڏجن ٿا:

١- اسم جي پٺيان صفت گڏڻ سان. مثلاً:

اکين سچو — مڙس تار
درياهم لانگهو — منهن ڪنئرو
زبان دراز — نڪ سنئون
ڪوندر ڪاڏئون — وات ٻاڙهو

٢- اسم جي پٺيان ضمير گڏڻ سان. مثلاً:

تر جيترو
جبل جيڏو
چنڊ جهڙو

٣- اسم جي پٺيان اسم مفعول گڏڻ سان. مثلاً:

اکين ڏٺو
پيڙيءَ ٻڌو
درد پريو
دل گهريو
نانءَ چڙهيو
ڏاڙهيءَ ڪوڙيو
ڪنّيءَ ڪنيو
متي ڦريو
ٽانگ ڪاڏو
نڪاح ٻڌي

٤- اسم جي پٺيان امر جو صيغو آڻڻ سان. مثلاً:

اکين ٻوٽ — ڳنڍ ڇوڙ
پيٽيءَ ٻوڙ — لڄ پال
ڇيٽي ٻور — ننگ پال
غم ٽار — هٿ ڦاڙ
ڪنڌان مار — هنڌانءَ ٽار

٥- ضمير جي پٺيان ٻئي ضمير آڻڻ سان. مثلاً:

ان جيترو
تو جهڙو
پاڻ جيڏو

٦- ظرف جي پٺيان اسم مفعول آڻڻ سان. مثلاً:

گڏ ويٺل
مٿي ڦريل
هيٺ پيل

٧- عام طرح اسم مرڪب جڏهن ٻئي ڪنهن اسم جي اڳيان ايندو آهي ته صفت مرڪب جو ڪم ڏيندو آهي. مثلاً:

اڏ نڱي (چال) — ساڃهو (نوڪر)
اڻ واقف (ماڻهو) — مجذو (فقير)
اورچ (هاري) — نيستو (بدن)
بي ڇپيو (چوڪر) — نيهڻو (آدمي)
بي دين (شخص) — نيڪ بخت (عورت)
سڀاجهو (سائين) — وڏ ڦڙو (مينهن)
ششماهي (امتحان) — هڏ ڏوکي (انسان)

٨- فارسي ۽ عربيءَ جون صفتي ترڪيبون به سنڌيءَ ۾ استعمال ٿينديون آهن، جن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| | | | |
|---|---|---|---|
| دردمند | جهانڏيده | خونخوار | سريع القدم |
| دولتمند | غمزده | خوبصورت | شريف النفس |
| حاجتمند | خدا داد | خوشحال | عجيب الخلقت |
| المناڪ | ايماندار | خوشخلق | غريب الوطن |
| خطرناڪ | خدا ترس | همخيال | ڪريم الطبع |
| خوفناڪ | سودخور | همدرد | نحيف البدن |

صفت مرڪّب جو استعمال:

"پاڻي پيئي ٻوڙ، سهڻيءَ ليکي سير جو."
(شاهہ: سهڻي)

"آءٌ نرچيا آهڙا ڏونگر ڪي ڏاڪا."
(شاهہ: ديسي)

"ڊرن پريون دانهون ڪري ٿي ڪانڻ ۾."
(سچل: ڪوهياري)

"مٺهن مٺيءَ ميرا، هئا ٻيهودا ٻچڙا."
(سچل: ڪلياڻ)

*

'ڪي مُنهن مٺا ماڻهو اندر جا ڪوڙا هوندا آهن.'

*

'اکين ڏٺو احوال بہ اڌ ڪوڙو هوندو آهي.'

*

'بي چيو يار هميشه خطا کائيندو آهي.'

*

'حاجتمند ماڻهو جتي ڪٿي هٿ ٽنگيندو آهي.'

*

'خداداد نعمتن جو قدر ڪرڻ گهرجي.'

# ٤- (صفت جا درجا)

سنڌيءَ ۾ صفت جا درجا سنسڪرت ۽ فارسيءَ وانگر تشبيهي علامتن ملائڻ سان نٿا ٺهن، پر صفت جي درجن ظاهر ڪرڻ لاءِ ڀيٽ ڪيل شيءِ جي پٺيان حرف جر جا لفظ، جهڙوڪ: 'کان' ۽ 'ٌ۾' وغيره استعمال ٿين ٿا، البت صفت سان گڏ ظرف جا لفظ به، جهڙوڪ: 'وڌيڪ'، 'گهٽ' ۽ 'ڪجهه' استعمال ٿيندا آهن. هيٺيان جملا مثال طور ڏجن ٿا:

مور هڪ سهڻو پکي آهي.
مور ڪبوتر کان سهڻو آهي.
مور ڪبوتر کان وڌيڪ سهڻو آهي.
ڪبوتر مور کان گهٽ سهڻو آهي.
ڪبوتر ڳيري کان ڪجهه سهڻو آهي.
مور سڀني پکين ۾ سهڻو آهي.

ڀيٽ جي لحاظ کان صفت جا ٽي درجا آهن:

١- صفت نفسي
٢- صفت تفضيلي
٣- صفت مبالغو

## ١- صفت نفسي:

اها صفت، جنهن جو تعلق فقط پنهنجي موصوف سان هجي، يعني فقط موصوف جي وصف بيان ڪري، تنهن کي صفت نفسي چئبو آهي. مثلاً:

"اڇي پڳ ۾ پس اندر مڙيوئي اڱڙيون."

’اونداهي رات ۾ تارا واڻ ڏسبيندا آهن.‘
’ڪلراٺي زمين ۾ عمدو فصل پيدا نہ ٿيندو آهي.‘
’وضو يا غسل پاڪ پاڻيءَ سان ڪرڻ گهرجي.‘

مٿين جملن ۾ ڏنل لفظ: ’اڇي‘، ’اونداهي‘، ’ڪلراٺي‘ ’عمدو‘ ۽ ’پاڪ‘ صفت نفسيءَ جا مثال آهن.

صفت نفسيءَ جو استعمال.

”اڇ پڻ اڻ ڏنگا وڻ، مون کي مڪا جيڏيين.“
(شاهہ: مارئي)

”آيل سامونڊين جي آهي اڙانگي جُوءِ.“
(شاهہ: سامونڊي)

”مون تي چيٺي ڪانڌ، ڀُڻي ياڙ م ـ مڪڙي.“
(شاهہ: سريراڳ)

”مينهيون پاڻ مراديون ٿڌا چرن ٿر،
وڏي اوهہ آئيون، پٽيءَ لائي قر،
ساري اڇيو سنهيون ڏين ڪير سڃو.“
(شاهہ: سارنگ)

”ٿڌي مٽي ٿر جي ولهيءَ وسائجاه.“
(شاهہ: مارئي)

”پڪا رچ ڪنڀار جا، پڪي نهائين.“
(شاهہ: سهڻي)

”چڱا چند چشيج، سنيها ڪي سڄڻين.“
(شاهہ: ڪنيات)

”سرهو سر وڃائي، ڪوڙن ڪانيرن.“
(شاهه: ڪارايل)

”سڪا مُنهن سندن، پيرين پڙ اڏا ڪيترا.“
(شاهه: ڪاهوڙي)

”سبر سيءُ پيو، نه مون سوڙ نه، ڪبرو.“
(شاهه: رپ)

”سنهي سئيءَ سبيو مون ماروءَ سين ساهه.“
(شاهه: مارئي)

”ڪوهيارو ڪهري، ويو نهوڙي ننڊ ۾.“
(شاهه: ديسي)

”ڪارا ڪپڙ ڏيهه ۾، پيا واريءَ منجهه وٿاڻ.“
(شاهه: مارئي)

”خبر ڏي ڪري ڪا مومل جي مجاز جي.“
(شاهه: مومل راڻو)

”ننڍي وڏي ڳالهڙي سڄي ٿا سمجهن.“
(شاهه: پرڀاتي)

”وڏا طالع تن جا، جي مارڳ منجهه مرن.“
(شاهه: معذوري)

”پيون سڀ ڪوڙيون ڳالهيون سچا! سچو عشق الستي.“
(سچل: گجري)

٢- صفت تفضيلي:

اهو صفت جو لفظ جو ٻن يا وڌيڪ اسمن يا ضميرن جي پاڻ ۾ مشابهت، سبقت يا فضيلت ظاهر ڪري، تنهن کي صفت تفضيلي چئبو آهي. مثلاً:

'هوائي جهاز ريل کان رفتار ۾ تيز آهي.'
'ذلت جي رزق کان عزت جي بک چڱي آهي.'
'مصيبت جو مقابلو ڪرڻ لاءِ صبر کان وڌيڪ مناسب طريقو ٻيو ڪونهي.'

مٿين جملن ۾ لفظ: 'تيز'، 'چڱي' ۽ 'مناسب' صفت تفضيليءَ جا مثال آهن.

### ٣- صفت مبالغو:

اهو صفت جو لفظ، جو هڪ موصوف جي ٻين مڙني جي ڀيٽ يا مقابلي ۾ برتري يا فضيلت بيان ڪري، تنهن کي صفت مبالغو چئبو آهي. مثلاً:

'سيني مندن ۾ بهار جي مند وڌندڙ آهي.'
'انسان سمورن ساهوارن ۾ اشرف آهي.'
'دنيا ۾ سڀ کان چڱو ماڻهو اهو آهي، جو خدا جي خلق جي خدمت ڪري.'

مٿين جملن ۾ لفظ 'وڌندڙ'، 'اشرف' ۽ 'چڱو' صفت مبالغي جا مثال آهن.

صفت جي درجن جي سڃاڻپ:

١- صفت جي درجن ٺهڻ جو ڪو خاص طريقو يا قاعدو ڪونه آهي. ڪنهن به صفت جي معلومات جملي ۾ سندس لاڳو اسم يا ضميرن جي ڏيکاريل مقابلي مان پئجي سگهي ٿي. صفت جي ڀيٽ ظاهر ڪرڻ لاءِ جي اکر عام طرح ڪم ايندا آهن، سي آهن: 'کان'، 'کون'، 'مان'، 'منجهان' ۽

’۾‘ وغيره. البت مبالغيءَ جي حالت ۾ مذڪور اڳين اکرن لفظ، جهڙوڪ: ’سڀ‘، ’سڀڪنهن‘، ’هرڪنهن‘، ’سڀني‘، ’مڙني‘ يا ’هڙني‘ استعمال ڪبا آهن. مثلاً:

سڀ ڪان سڀ ڪون سڀ مان سڀ منجهان، سڀ ۾

سڀڪنهن ڪان سڀڪنهن ڪون سڀڪنهن مان سڀڪنهن منجهان، سڀڪنهن ۾

هرڪنهن مان هرڪنهن ڪون هرڪنهن مان هرڪنهن منجهان، هرڪنهن ۾

سڀني ڪان سڀني ڪون سڀني مان سڀني منجهان، سڀني ۾

مڙني ڪان مڙني ڪون مڙني مان مڙني منجهان، مڙني ۾

هڙني ڪان هڙني ڪون هڙني مان هڙني منجهان، هڙني ۾

٢- تشبيهه يا ڀيٽ جي اکرن استعمال ڪرڻ ڪان سواءِ ٻه صفت جي لفظن مان تفضيل يا مبالغي جو مفهوم حاصل ڪري سگهجي ٿو. مثال طور چند جملا هيٺ درج ڪجن ٿا:

’هيءَ چڱيري تصوير آهي.‘

’ڪبوتر ۾ ڪو موچارو مڪان ڪونه آهي.‘

’اهڙو ٻيو ڪو روشن تارو ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي.‘

’ايشيا کنڊ ئي آهي جو وڏو ليکيو وڃي ٿو.‘

’گهڻي دولت فقط تجارت ڪرڻ سان ئي حاصل ٿي سگهي ٿي.‘

پهرين ٻن جملن ۾ ’چڱيري‘ ۽ ’موچارو‘ صفت جا لفظ ڏيکارين ٿا ته موصوف جي ڀيٽ ٻين سان نه، پر ڪن ٿورن سان ڪئي ويئي آهي، تنهنڪري انهن صفتن کي صفت تفضيلي شمار ڪبو. اهڙيءَ طرح پوين ٽن جملن ۾ صفت جا لفظ: ’روشن‘، ’وڏو‘ ۽ ’گهڻي‘ ڏيکارين ٿا ته موصوف جو درجو سڀني ۾ مٿانهون آهي، تنهنڪري انهن کي صفت مبالغو سڏ بو.

۳- هونئن ته صفت هميشه موصوف سان عدد ۽ جنس ۾ متفق هوندي آهي، پر درجن مٽائڻ سان صفت جي صورت ساڳي رهندي آهي، ان ۾ ڪو به ڦيرو نه ايندو آهي. مثلاً:

’هيرو هڪ سخت ڌاتو آهي.‘

’هيرو لوهه ۽ ٽامي کان وڌيڪ سخت ڌاتو آهي.‘

’هيرو سڀني ۾ سخت ڌاتو آهي.‘

۴- سنڌيءَ ۾ فارسي ۽ عربيءَ جون تفضيل ۽ مبالغي واريون ترڪيبون به استعمال ٿينديون آهن، جن جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا.

فارسيءَ جون ترڪيبون:

فارسيءَ ۾ صفت جي لفظ کي پٺيان ’تر‘ ملائڻ سان صفت تفضيلي ۽ ’ترين‘ ملائڻ سان صفت مبالغو جڙندي آهي.

مثلاً:

| صفت نفسي | صفت تفضيلي | صفت مبالغو |
|---|---|---|
| بـه | بهتر | بهترين |
| بد | بد تر | بد ترين |
| خوب | خوبتر | خوبترين |
| خوش | خوشتر | خوشترين |
| ڪم | ڪمتر | ڪمترين |

عربيءَ ۾ صفت تفضيلي توڙي مبالغي جي ترڪيب ”اَفْعَلُ“ جي وزن تي هوندي آهي. مثلاً:

| صفت نفسي | صفت تفضيلي | صفت مبالغو |
|---|---|---|
| حَسِين | اَحْسَن | اَحْسَن |
| حَقِير | اَحْقَر | اَحْقَر |
| صَغِير | اَصْغَر | اَصْغَر |
| عَظِيم | اَعْظَم | اَعْظَم |
| ڪَبِير | اَڪْبَر | اَڪْبَر |

صفت تفضيلي ۽ مبالغي جو استعمال:

”اوچو تيو اڪ، سون ڪَرُ ملاحن ۾.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”پير پٽانئي ڪڻڪرا، ڏونگر مٿي ڏئي.“
(شاهه: مسئي)

”ڏاهي هيس ڏيهه ۾، سرتين منجهه سڃاڻ.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”ساهان اوڏو سپرين لوچيو تان نہ لهن.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”مٺائيان مٺو گهڻو، ڪڙو ناهہ ڪلام.“
(شاهہ: ڪلياڻ)

”وڏيري هياس، چنيسر جي راڄ ۾.“
(شاهہ: ليلان چنيسر)

”نفي ۽ اثبات کان پري پنڌ پيو.“
(سچل: آسا)

*

’وير وڻڻ کان معاف ڪرڻ احسن ڪم آهي.‘

*

’شيطان انسان جو بدترين ويري آهي.‘

*

’ننڊ کان نماز بهتر عمل آهي.‘

## ١٠- (ضمير)

جملي يا فقري ۾ ساڳي اسم کي هڪ کان وڌيڪ دفعا استعمال ڪرڻ بدران، جو لفظ اسم جي جاءِ تي ڪم آڻجي ٿو، تنهن کي ضمير چئبو آهي؛ يعني ضمير انهيءَ لفظ کي چئجي ٿو جو اسم جي بجاءِ ڪم اچي ۽ ان اسم جو عمل ڪري.

اسم اگرچه مطلب ۾ ضمير کان وڌيڪ واضح هوندو آهي، پر ڪن حالتن ۾ ضمير جو استعمال نهايت ناگزير ٿي پوندو آهي. ڇاڪاڻ ته عبارت کي سهڻي بڻائڻ ۽ اسمي لفظن جي تڪرار کي روڪڻ لاءِ ضمير ئي ڪم اچي سگهي ٿو. مثال طور هيٺين عبارت ڏجي ٿي:

"هڪڙو انسان جيڪڏهن پاڻ کي ٻين انسانن کان برتر سمجهندو ته هو ڪڏهن به پاڻ ۾ انساني اخلاق پيدا ڪري نه سگهندو."

مٿين عبارت ۾ ٽلها لفظ ضمير جا لفظ آهن جي واسطيدار اسمي لفظن جي جاءِ تي ڪم آيل آهن. هاڻي جيڪڏهن انهن ضميرن جي بدران اصلي اسمي لفظ استعمال ڪبا ته عبارت اڻوٺندڙ ۽ عجيب پيئي لڳندي، جنهن جي صورت هيءَ ٿيندي:

"هڪڙو انسان جيڪڏهن انسان کي ٻين انسانن کان برتر سمجهندو ته انسان ڪڏهن به انسان ۾ انساني اخلاق پيدا ڪري نه سگهندو."

ضمير جا مختلف قسم آهن جي هيٺ ڏجن ٿا:

١- ضمير شخصي
٢- ضمير متّصل

٣- ضمير اشارو
٤- ضمير موصول
٥- ضمير جواب موصول
٦- ضمير استفهام
٧- ضمير مبهم يا ڪنايه
٨- ضمير مشترڪ

## ١- ضمير شخصي:

اهو ضمير جو ڳالهائيندڙ يا جنهن سان ڳالهائجي يا جنهن بابت ڪا ڳالهه ڪجي، ان مان ڪنهن جي لاءِ ڪم اچي، تنهن کي ضمير شخصي چئبو آهي.

ضمير شخصي ٻن نمونن ۾ ڪم ايندو آهي: هڪڙو الڳ لفظ جي صورت ۾، مثلاً: آءٌ، مان، اسين، تون، توهان، هو ۽ اهي وغيره؛ اهڙن ضميرن کي ضمير منفصل چئبو آهي. منفصل جي معنيٰ آهي جدا يا علحده. ٻيو حرفي يا ضميري پڇاڙيءَ جي صورت ۾، جو اسم، فعل يا حرف جر سان ملحق ٿيندو آهي، جنهن کي ضمير متصل چئبو آهي. متصل جي معنيٰ آهي گڏيل يا ڳنڍيل. ضمير متصل کي ضميري پڇاڙي به ڪري سڏبو آهي. ضمير متصل جو تفصيلي بيان اڳتي ايندو.

ضمير شخصيءَ جا ٽي قسم آهن:
١- ضمير متڪلم
٢- ضمير حاضر يا مخاطب
٣- ضمير غائب

## ١- ضمير متڪلم:

اهو لفظ جو ڳالهائيندڙ شخص پنهنجي پاران ڪم آڻيندو آهي، تنهن کي ضمير متڪلم چئبو آهي. 'متڪلم' لفظ جي معنيٰ آهي ٻئي سان ڪلام ڪندڙ يا ڳالهائيندڙ، مثلاً: آءٌ، مان، مون، اسان ۽ اسين وغيره.

ضمير متڪلم جو گردان:

| حالت فاعلي | عام صورت |
|---|---|
| واحد: آءٌ، آئون، مان، مون | مُنهِن، مان، مون |
| جمع: اسان، اسين | اسان |

ضمير متڪلم جو استعمال:

"آءٌ ڪيئن سوڙئين سمهان، مون ورگهاري ولهه."
(شاهه: مارئي)

"مون ڪي ڏنهه ڏيئي وڃي ڏوليو ڏيڻ قراريو."
(شاهه: مومل راڻو)

"جيڪي ڏنو مان، سو جو ڏٺو جيڏئين."
(شاهه: سهڻي)

"ننگا آهيون نڪتا اسين مارو لوڪ."
(شاهه: مارئي)

"روز ازل استاد اسان کي، سڪ پريت جي پاڙهي."
(سچل: گجري)

"منهنجو پيچ پنهونءَ سان ازل لاڪون آهه."
(سچل: ڪوهياري)

## ٢- ضمير حاضر يا مخاطب:

جنهن لفظ سان حاضر يا موجود شخص کي خطاب ڪجي، يا جو لفظ حاضر ماڻهوءَ سان ڳالهائڻ وقت سندس نالي وڏن بدران ڪم آڻجي، تنهن کي ضمير حاضر يا مخاطب چئبو آهي. 'تون'، 'توهين' ۽ 'اوهان' وغيره ضمير حاضر جا مثال آهن.

ضمير حاضر جو گردان:

| حالت فاعلي | عام صورت |
|---|---|
| واحد: تو، تون | تو، تـُنهين |
| جمع: اوهان، اهان، اوان، آن | اوهان، اهان، آن، توهان، تهان |
| او ِهين، اهين، او ِين، ائين، | |
| توهان، تهان، توان، تـَان، | |
| توهين، تهين، تو ِين، تـَين، | |

ضمير حاضر جو استعمال:

”ويچ ويچائي چڏ، تو کي سڏ نہ سور جي.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”سڏ تنهن جا سپرين آءٌ تـَـي سچاڻان،
تو کي ڏسيو سپرين دعوي ڪن گهڻا،
آءٌ ٿي هت هڻان، تہ تون ڪنهن جو ٿيندين سپرين.“
(شاهہ: ٻروو)

”وڃو سڀ وري، آئين جي ورن واريون.“
(شاهہ: مسئي)

”مارئڙا ماندي، آءٌ اوهان ريءَ آهيان،
سکيا آن ساٿيهہ ۾، مان هتي ٻاندي.“
(سچل: ڪنيات)

## ٣- ضمير غائب:

جو لفظ غيرحاضر يا غير موجود ماڻهوءَ جي نالي وٽن ٻدران ڪم آڻجي، تنهن کي ضمير غائب چئبو آهي. مثلاً: هُو ۽ آهي وغيره.

ضمير غائب جو گردان:

| حالت فاعلي | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
| واحد: هيءُ، هيءَ، | هيءَ، اِيءَ، | (هِنَ، اِنَ، هُنَ، اُنَ) | |
| اِيءُ، هُو، اُو | هُوءَ، اُوءَ | | |
| جمع: هي، هي، اِي، | | (هِنَنِ، اِنَنِ، اِنِنِ، هُنَنِ، | |
| هُوءَ، اُوءَ | | اُنَنِ، اُنِنِ) | |

هيٺيان ضمير اشاري جا لفظ ٻڻ ضمير شخصي طور غائب جي صيغي ۾ ڪم ايندا آهن:

| حالت فاعلي | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
| واحد: اهو، اُهو | اها، اُها | (انهيءَ،اُنهيءَ،انهن،اُنهن) | |
| جمع: اهي، اُهي | اهي، اُهي | | |

ضمير غائب جو استعمال:

”ساٿوڻ گهري سيڪا، هيءَ سرهي سياري.“
(شاهه: سهڻي)

”هُنَ جي چوٽي ڦٽ، تہ ڪانيارو ٿئين ڪڙم ۾.“
(شاهه: معذوري)

”هُوءَ جي حق ٻڌن، سي ڪيئن ستيون سومرا.“
(شاهه: مارئي)

”آءُ اُنهن جي آهيان، توڙي مون نہ مڃين.“
(شاهه: مارئي)

---

نوٽ: ضمير متڪلم ۽ حاضر جي حالت ۾ مذڪر توڙي مؤنث جو صيغو ساڳيو رهندو آهي.

”ڪا جا مام مٿن، هڙن پڻ هئي هنن سين.“
(شاهه: ديسي)

”هڏهن ڪونهي هڙيءَ، هنو پڻ ڪونهي هڙن ري.“
(شاهه: آسا)

”اهو پسي آئون، بيخود ٿيڙس سرتيون.“
(سچل: پيروي)

”هنو هلي ويڙا حال ۾، هي قابو مٿي قال.“
(سچل: جوڳ)

## ٢- ضمير متصل:

اهو ضمير جو ڪنهن لفظ سان ملحق ٿي استعمال ٿئي، تنهن کي ضمير متصل چئبو آهي.

جملي ۾ لفظن کي ترتيب ڏيڻ ۽ ان کي ڊيگهه کان بچائڻ خاطر ضمير شخصيءَ کي پڻ لفظن سان ضميري نشانين يا پڇاڙين جي صورت ۾ لڳائبو آهي. مثلاً: پٽم، سنڌءِ ۽ ونسِ وغيره، انهن لفظن ۾ ’مِ‘، ’ءِ‘ ۽ ’سِ‘ ضمير متصل جا مثال آهن.

ضمير متڪلم جون پڇاڙيون:

| جمع | واحد |
|---|---|
| نِ، آون، هئون، سون، سين | مِ، سِ |

مثال:

| | |
|---|---|
| اسم: | ياُمِ | ياُنِ، ياُنمئون |

---

نوٽ: ضمير غائب جي عام صورت مذڪر توڙي مؤنث جي صيغي ۾ ساڳي رهندي آهي.

نوٽ: ضمير متصل جو استعمال سنڌيءَ ۾ بنسبت ٻين ٻولين جي ڪثرت سان ٿيندو آهي.

فعل: اٿمِ، آهيمِ، چيمِ، چوندس. — اٿئون، آهيئون، چيوسون، چونداسين

حرف جر: ساڻمِ — ساڻئون، ساڻهئون

ضمير حاضر جون پڇاڙيون:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ين، ھين، ءِ، ي، ينءِ نيي، ئي | وَ، ؤ يا آو |

مثال:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| اسم: | ٻاڻي، ٻاڻين، پٽنھين | ٻاڻوَ، پٽنيوَ |
| فعل: | آٿيي، اٿئي، آھيني، چيئيي، چوندين | اٿوَ، آھيوَ، چيئوَ، چوندؤ |
| حرف جر: | ساڻءِ، ساڻئيي | ساڻوَ |

ضمير غائب جون پڇاڙيون:

| واحد | جمع |
|---|---|
| سِ، او، اين | آ، نِ، نِن، اؤن |

مثال:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| اسم: | ٻاڻسِ | ٻاڻنِ، ٻاڻئنِن |
| فعل: | اٿسِ، آھيسِ، چيو، چوندو، چيائين | اٿنِ، آھينِ، چوندا، چيائون |
| حرف جر: | ساڻسِ | ساڻنِ |

## ضمير متصل جو الحاق ۽ ان جون ترڪيبون:

ضمير متصل جو الحاق گهڻو ڪري عام اسمن سان ٿيندو آهي، مگر انهن اسمن سان ٿيندو آهي جي رشتي يا

قرابت جا نالا هوندا آهن، ان ڪان سواءِ ان جو الحاق فعل ۽ حرف جر سان به ٿيندو آهي، جيئن مثال طور مٿي ڏيکاريو ويو آهي.

ضمير متصل جڏهن ڪنهن اسم سان لاڳو ٿيندو آهي ته گهڻو ڪري اسم جي اضافت بيان ڪندو آهي. مثلاً: 'هٿم' جنهن جي معنيٰ آهي 'منهنجو هٿ'، پر فعل يا حرف جر سان لڳڻ جي حالت ۾ ضمير منفصل جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. مثلاً: 'چوندس' يا 'چوندم' يعني 'مان چوندس' 'وٽم' يعني 'مون وٽ' وغيره.

ضمير متصل جي الحاق سان ڪن حالتن ۾ اسم جي پوئين حرف ۾ هيٺيون تبديليون ايندڙيون آهن:

١- اهي اسم جن جي واحد جي صيغي جو پويون حرف همزه (ء) هوندو ته متصل صورت ۾ اهو مٽجي 'ٿ' يا 'ٿه' ٿي پوندو آهي. مثلاً:

| اسم | متصل صورت |
|---|---|
| پاءُ | پاٿم |
| پيءُ | پٿهم |
| ڏيءُ | ڏيٿم |
| جوءِ | جوٿهم |
| ماءُ | ماٿهم |

٢- 'ا' پڇاڙيءَ وارا اسم، جهڙوڪ: جوءِ، چوڪر وغيره، فاعلي توڙي عام صورت ۾ يا ته ساڳي حالت ۾ رهندا آهن، يا وري انهن جي 'ا' پڇاڙي مٽجي 'آ' ٿي پوندي آهي، جيئن 'جوءِ' مان 'جويم' وغيره.

## گردان:

| | واحد | جمع |
| --- | --- | --- |
| | (جوءِ) | (جوءِون، جوئيرُ) |
| متڪلم: | جوٽيم، جوٽيهم، جوٽيم،<br>جهوٽيم، جوئيم، جويم | جوئيرم، جوئيرنيم،<br>جوئينيم، جوئينيم، جوئيم |
| حاضر: | جوٽي، جوٺهي، جوٺهين،<br>جويئي، جوٽو، جوٽهو،<br>جوٽيو، جوٺهيو، جوئيو،<br>جويو | جوئيرني، جوئني، جوئيرنيو<br>جوئيرو، جوئيرتن، جوئينيو<br>جوئينيو |
| غائب: | جوٽبس، جوٽهس،<br>جوٽيس، جوٺهيس،<br>جوئيس، جويپس،<br>جوٽن، جوٽهن،<br>جوٽين، جوٺهين،<br>جوئين، جوين | جوئيرس، جوئيرنيس،<br>جوئنيس، جوئنيس،<br>جوئيرن، جوئيرنين،<br>جوئنين، جوئنين |
| | (چوڪر) | (چوڪريون) |
| متڪلم: | چوڪرم، چوڪريم،<br>چوڪرنيئون | چوڪرنيم، چوڪريئم،<br>چوڪرينيم، چوڪرينيئون |
| حاضر: | چوڪرئي، چوڪريئي،<br>چوڪريهي، چوڪرو،<br>چوڪريو | چوڪرني، ڪوڪريئي،<br>چوڪرنيو، چوڪرينيو،<br>چوڪريئن |
| غائب: | چوڪرس، چوڪريس،<br>چوڪرن، چوڪرين | چوڪرنيس، چوڪرينيس،<br>چوڪريس، چوڪرنين،<br>چوڪرينين، چوڪرين |

٣- اهي اسم جن جي واحد جي صيغي جي پڇاڙي 'اي' هوندي تہ ضميرمتصل جي صورت ۾ 'اي' پڇاڙي منجهي 'ا'، 'يَ' يا ڪن حالتن ۾ 'يُ' تي پوندي آهي؛ يا حرف 'ي' منجهي 'ه' ۽ 'ھ' تي پوندو آهي، جيئن هيٺ ڏنل گردان مان ظاهر آهي:

| | واحد (ڏِٺي) | جمع (ڏِٺيُ) |
|---|---|---|
| متڪلم: | ڏِٺيم، ڏِٺيَمِ، ڏِٺينئون، ڏِٺيَنئون | ڏِٺيُم، ڏِٺيُنم، ڏِٺيُنهئون، ڏِٺيُنئون |
| حاضر: | ڏِٺيئي، ڏِٺيَهِ، ڏِٺيَهين، ڏِٺيوَ، ڏِٺيئوَ | ڏِٺيُئي، ڏِٺيُنئي، ڏِٺيُنهِه، ڏِٺيُنوَ، ڏِٺيُوَ |
| غائب: | ڏِٺيس، ڏِٺيَسِ، ڏِٺينِ، ڏِٺينهِ، ڏِٺيَنِ | ڏِٺيُسِ، ڏِٺيُنسِ، ڏِٺيُنِ، ڏِٺيُنِ |

| | واحد (چاچي) | جمع (چاچيُون) |
|---|---|---|
| متڪلم: | چاچيم، چاچيهم، چاچيمِ، چاچينهئون، چاچينئون | چاچيُم، چاچيُنم، چاچيُنهئون، چاچيُنئون |
| حاضر: | چاچيهين، چاچيهين، چاچيئي، چاچيَهِه، چاچيو، چاچيهوَ، چاچينوَ، چاچيو | چاچيُنئي، چاچيُئي، چاچيُنوَ، چاچيُو، چاچيُهوَ |
| غائب: | چاچيس، چاچيهسِ، چاچينسِ، چاچيَهسِ، چاچيَسِ، چاچينِ، چاچيَهنِ، چاچيَنِ | چاچيُسِ، چاچيُنِ، چاچيُنسِ، چاچيُهنسِ، چاچيُنِن |

حاضر: ڀاڙئي، ڀاڙئين، ڀاڙيهين، ڀاڙءِ، ڀاڙيو — ڀاڙئُرَ نيي، ڀاڙئُنيي، ڀاڙئُرَ نيوَ، ڀاڙئُنيوَ

غائب: ڀاڙئس، ڀاڙيس، ڀاڙيهس، ڀاڙئن، ڀاڙيهن — ڀاڙئُرَ نيس، ڀاڙئُنيس، ڀاڙئُرَ نين، ڀاڙئُنين

(ڀڃُ) — (ڀڃَ)

متڪلم: ڀڃُمِ، ڀڃُمِ، ڀڃُهمِ، ڀڃهمِ، ڀڃُنيهمون، ڀڃُنيئون — ڀڃَمِ، ڀڃَنيمِ، ڀڃَنيهون، ڀڃَنيئون

حاضر: ڀڃُئي، ڀڃُهين، ڀڃَهين، ڀڃُو، ڀڃَهنوَ — ڀڃَئي، ڀڃَنيي، ڀڃَنيوَ، ڀڃَو

غائب: ڀڃُس، ڀڃُهنيس، ڀڃَس، ڀڃَهنس، ڀڃَن، ڀڃُهين — ڀڃَس، ڀڃَنيس، ڀڃَنَ، ڀڃَنين

(پيهُه) — (پيهُرَ، پيهَرُ)

متڪلم: پيهُمِ، پيهَمِ، پيهامِ، پيهَهمِ، پيهُهمِ، پيهَهنيئون، پيهُنيهون، پيهُنيئون — پيهُرَمِ، پيهَرُنيمِ، پيهُنيمِ، پيهُرَ نيئون، پيهُنيئون

حاضر: پيهُيءِ، پيهاءِ، پيهُهي، پيهُهين، پيهَهوَ، پيهُوَ، پيهاوَ — پيهُرَءِ، پيهُرَ ني، پيهُنيي، پيهُرُوَ، پيهُرَ نيوَ، پيهُنيو

غائب: پيهَس، پيهَهس، پيهُس، پيهاس، پيهَهن، پيهُن — پيهُرَس، پيهُنيس، پيهُرَن، پيهُرَ نين، پيهُنين

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| | (چاڙو) | (چاڙا) |
| متڪلم: | چاڙهُم، چاڙيم، چاڙهيم، چاڙهيم، چاڙنيهئون، چاڙنيئون | چاڙيم، چاڙنيم، چاڙهينم، چاڙنيهئون، چاڙنيئون |
| حاضر: | چاڙهئي، چاڙهين، چاڙهين، چاڙهو، چاڙهينو | چاڙني، چاڙنيو، چاڙهينيو چاڙو |
| غائب: | چاڙهس، چاڙيس، چاڙهينس، چاڙهينس، چاڙن، چاڙهين | چاڙهس، چاڙنيس، چاڙهينيس، چاڙن، چاڙنن، چاڙهينن |
| | (سَهڙو) | (سَهڙا) |
| متڪلم: | سَهڙُم، سَهڙَم، سَهڙنيئون | سَهڙنيم، سَهڙنيئون |
| حاضر: | سَهڙءِ، سَهڙهين، سَهڙو، سَهڙو | سَهڙني، سَهڙنيو |
| غائب: | سَهڙس، سَهڙس، سَهڙهينس، سَهڙن، سَهڙهين | سَهڙنيس، سَهڙنين |

امر سان ضمير متصل جو استعمال:

”تَ ڏيئَم ڪرم قرار، پاڙو تن پرين ڪان.“
(شاهه: ٻروو)

”چوڏهينءَ ماهه چنڊ جئن پڙ ۾ ڏاگهڙياس.“
(شاهه: ڪيڏارو)

*

'مون کان ٻوءِ ڏِٺَنِمِ کي ڪم سنڀالڻو آهي.'

*

'ٻيءَ تہ اڻ پڙهيل اٿن باقي ڇوڪريَنِسِ چڱي تعليم حاصل ڪئي آهي.'

*

'اهڙي ڏکئي وقت ۾ ڀاڻَنِوَ ئي اوهان جي مدد ڪئي آهي.'

*

'ڏِٺَنِسِ ۾ تہ شرافت جو انگ ئي ڪونهي، پر پٽَهِن ڏاڍو پرهيزگار هوندو هو.'

*

'ادا! چاچَهِن ڪيڏانهن ويو آهي جو ڪيترن ڏينهن کان ڪچهريءَ ۾ ئي ڪونہ ٿو اچي.'

ضمير متصل جو فعل سان الحاق:

وڃڻ مصدر جي فعل جو گردان:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | | |
| مذڪر: | وڃان، ويَسِ، ويَمِ، ويندسِ، ويندمِ | وڃون، وياسون، وياسين ۽ ويندا سونِ، ويندا سين |
| مؤنث: | وڃان، ويَسِ، ويَمِ، وينديَسِ، وينديَسِ ۽ ويندمِ، وينديَمِ | وڃون، ويونسُونِ، ويونسين، وينديونسُونِ، وينديونسين |
| حاضر: | | |
| مذڪر: | وڃين، وئين، ويندين | وڃو، وِيَئُو، ويندؤ |
| مؤنث: | وڃين، وئينءَ، ويندينءَ | وڃو، ويئو، ويندؤ |
| غائب: | | |

مذڪر: وڃي، ويو، ويندو — وڃن، ويا، ويندا
مؤنث: وڃي، وئي، ويندي — وڃن، ويون، وينديون

لڪڻ مصدر جي فعل جو گردان:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | | |
| مذڪر: | لڪان، لڪيس، لڪندس، لڪندم. | لڪون، لڪيوسون، لڪيوسين، لڪنداسون، لڪنداسين |
| مؤنث: | لڪان، لڪيس، لڪندس، لڪنديس، لڪندم، لڪنديم | لڪون، لڪيوسون، لڪيوسين، لڪنديونسون، لڪنديونسين |
| حاضر: | | |
| مذڪر: | لڪين، لڪئين، لڪندين | لڪو، لڪيو، لڪندؤ |
| مؤنث: | لڪين، لڪيئين، لڪندينءَ | لڪو، لڪيو، لڪنديؤ |
| غائب: | | |
| مذڪر: | لڪي، لڪيو، لڪيائين، لڪندو | لڪن، لڪيو، لڪيائون، لڪندا |
| مؤنث: | لڪي، لڪيو، لڪيائين، لڪندي | لڪن، لڪيو، لڪيائون، لڪنديون |

فعل سان ضمير متصل جو استعمال:

”پاڙي ويچ(١) هڏام تان مون مور نہ پڇيا،
تيلاهين پيام، موريسر اکين پر.“
(شاھ: يمن ڪلياڻ).

---

(١) شعر ۾ بعضي فعل جي متصل صورت ۾ ”آ“ ۽ ”او“ جا اچار قائم رهندا آهن، مثلاً: پيام ۽ ڏٺوم وغيره.

”ساجهر سنهارن جي ڪنڌيءَ ڪن ڏمر،
آسانگي ارواح جي ايي تڙ نڪيام.“
(شاهه: سهڻي)

”ڪچ ڪمايم ڪوڙ پڳه عهد الله جا.“
(شاهه: سر يراڳ)

”ڏني ڏينهن ڏيام ڪوه ڇاڻان کهڙا پرين،
سهسين سچ الهي، وآجهائيندي وڍام،
تن ري سال پيام جن ري ساعت نه سران.“
(شاهه: سهڻي)

”ساجن توهان ڌار، ڏٺم ڏينهن قيام جو.“
(شاهه: ديسي)

”شال م وڃيم ساهه، ڌاران پسڻ پرينءَ جي.“
(شاهه: معذوري)

”لڳم ٻاڻ ٻروچ جو، امڙ پل م مون،
سڀ رڳيندي ڏس- رت سير ڪپچاڻ اوري پون.“
(شاهه: حسيني)

”ساري سناسين ڪي رُنم ساري رات.“
(شاهه: رامڪلي)

”اڇريم انگور، ستي سپيرين نجا.“
(شاهه: رپ)

”سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم،
وڃڻ تت پيوم، جت هاڻ ناهم حسن ري.“
(شاهه: مارئي)

”پتنگ چاڙهين پاڻ کي، ته اچي آڳ اجهاءِ.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”واهڙ ٻريون نہ ڀاءِ، تو پڻ ليکو ڏيٺو،
سڏا سانوڻ ڏينهڙا هيئن نہ هونداءِ.“
(شاهہ : سهڻي)

”ڏورڻ منجهان ڏس، پونديءَ هوت پنهونءَ جو.“
(شاهہ : مسئي)

”حشر ويل حساب ۾ چڏي نہ ويندوم،
ساريو سڏ ڪندوم، ڪوهيارو ڪيچ ڌڻي.“
(شاهہ : ديسي)

”ڪانگل ڪوهہ ٿيوءِ، جو ٻيو آهين پٽ ۾،
اکيون اس تڙڪو نہ سهين، اڄ سارو ڏينهن سنوءِ.“
(شاهہ : پورب)

”اڄ ڪر منجهہ صباح، نيئي ڌريندءِ ڌوڙ ۾.“
(شاهہ : مومل راڻو)

”سٽي نہ سرنديا، ڪر پچار پرينءَ جي،
وهامي ويندياءِ، گهٽا هٿندين هٿڙا.“
(شاهہ : ڏهر)

”آءٌ اڌامي هنجهڙا، سر ۾ سارينئي،
ستان مارينئي، پاڙهيري پهه ڪري.“
(شاهہ : ڪارايل)

”ساريم سي سنگهار، جنم گذاريم جن سان.“
(سچل : ڪنيات)

”ڪوئي خيال نہ هوم، هيئس هيڪاندي مارئين،
تان هي قدر پيوم، جان جو وچڙيئس ويڙهہ ڪان.“
(سچل: ڪنيات)

”همير ههڙي حال ۾ تي چوندءِ چا تہ جهن،
نالائق ۽ نادان، سڏيندءِ سڀ سومرا.“
(سچل: ڪنيات)

”ڍرڻ ڪاڻ ڏڀن ۾، پن وڏا پاڻس،
هوئي مهائي ماڻسَ، هن سان ڪرم ڪرير ڪيو.“
(سچل: ڪلياڻ)

”آئي ڪانگ ڏنوس، ڪو عريضو عجيب جو،
پيئر سڀ پڙهوس، ڳاڙيندي ڳوڙهن سين.“
(سچل: مالڪوس)

”ماٺر مينهن پيان، روجهون موٽي آيون،
اوسر سنڌا ڏينهڙا، وسري سڀ ويان،
تاڻا تہ ٿيان، ڦٽيون ڦوڙيون ڪڍيون.“
(سچل: پهاڙي)

”ڪارون ڪيئن نہ ڪريانس، تو ڏٺي سنيها سڄاڻ،
پٽي پر پکيءَ جا، ساڻ جواهر جڙيانس،
موتن ۽ لعلن سان، پينر ڪنب پريانس،
پريرين دست ڏ ريانس، آءٌ نياپا ڏيندڙ نينهن جو.“
(سچل: مالڪوس)

سنڌيءَ ۾ ڪثرت سان اهڙا فعل استعمال ٿيندا آهن، جن سان ضميري پڇاڙيون الڳ نہ لڳنديون آهن، پر ضمير جي سڃاڻپ سندن فعل مان ٿيندي آهي. مثلاً: ’ويو‘ جو مطلب آهي ’هو ويو‘ ۽ ’ايندا‘ جو مطلب آهي ’هو يا اهي ايندا‘ وغيره. اهڙن فعلن مان ڪن جو گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| واحد | جمع |
| --- | --- |
| متڪلم: اچان، آهيان، | اچون، آهيون، |
| ڏسان، هجان | ڏسون، هجون |

| | | |
|---|---|---|
| حاضر: | اچين، آهين، | اچو، آهيو |
| | ڏسين، هجين | ڏسو، هجو |
| غائب: | اچي، آهي، | اچن، آهن |
| | ڏسي، هجي | ڏسن، هجن |

استعمال:

"ڏِٺو مَ نيڻان ته پير ٺهاريان پرينءَ جو."
(شاهه: معذوري)

"ڪَڇو لايان ڪَرِ، ڪيچان اوري جي وران."
(شاهه: ديسي)

"سڀ ننگيون تني ڏکرو لالچ ڇڏي لوپ."
(شاهه: معذوري)

"توڙي لڙهين نه پير، تو راحت آهه رڙهڻ ۾."
(شاهه: معذوري)

"طمع جي تنوار متان ڪرين مڱتا."
(شاهه: پرڀاتي)

"ڏڪيءَ سنديون ڏونگرين وڻ ٽڻ وايون ڪن."
(شاهه: معذوري)

"مون ڪي ماريائون، ٻاروچي ٻولي ڪري."
(شاهه: ديسي)

"پليتيءَ ڪسان پانهنجا پاڪ رکياڻون پنڌ."
(شاهه: رامڪلي)

"وساري ويهي رهيئو حال پڌي هيئي،
جسي آهيو اتيئي، تا لهو سڌ سنگهار جي."
(سچل: ڪنيات)

"پريان جا پيغام، تو ڏکي مڙئي مام ۾."
(سچل: مالڪوس)

## ضمير متصل جو حرفِ جر سان الحاق:

حرف جر سان ضمير متصل لڳائڻ جي صورت ۾ حرف جر جي لفظن جي 'اَ' ۽ 'اِ' پڇاڙي قائم رهندي آهي، مثلاً: مَنجهه، مَنجهس، وَٽ، وٽِم، ساڻ، ساڻن وغيره. مگر 'آ' جو اچار مٿجي 'آ' يا 'اِ' تي پوندو آهي، مثلاً: کنان، کنيم، مٿان، مٿئم، مٿيس وغيره. البت شعر ۾ 'آ' جو آواز بعضي بحال رهندو آهي، جيئن: کنام، مٿام، منجهانم ۽ وٽانس وغيره.

### حرف جر سان ضمير متصل جو گردان:

| واحد | جمع |
|---|---|
| (ساڻ) | |
| متڪلم: ساڻئم | ساڻئون، ساڻئنيهئون، ساڻئنيئون |
| حاضر: ساڻءِ | ساڻئو |
| غائب: ساڻس | ساڻن، سيڻان (١) |
| (کان) | |
| متڪلم: کنيم، کئيم، کنام | کنئون، کنهئون، کنئئون، کناهئون، کنائون |
| حاضر: کنيي، کئيي، کنئيي | کنيوَ، کئيوَ، کنانوَ |
| غائب: کنيس، کئيس، کنانس | کنين، کئين، کنان، کيڻان |

(١) شعر ۾ جمع غائب جي صيغي ۾ 'سيڻان' واري ترڪيبي صورت به ڪم ايندي آهي ۽ ساڳي طرح 'کيڻان' وغيره.

(مٿي)

متڪلم: مٿيم، مٿانم، مٿيون، مٿيون، مٿنيهئون، مٿيئون، مٿانهئون، مٿانئون

حاضر: مٿيءِ، مٿاءِ، مٿانءِ، مٿيو، مٿانو، مٿانءِ

غائب: مٿيس، مٿانس، مٿاهنس، مٿانئس، مٿين، مٿان، مٿاهن، مٿائن

(منجهه)

متڪلم: منجهيم، منجهام، منجهئون، منجهيئون، منجهيهئون، منجهاهئون، منجهائون

حاضر: منجهيءِ، منجهيي، منجهئي، منجهاءِ، منجهانءِ، منجهيو، منجهانو، منجهانءِ

غائب: منجهيس، منجهانس، منجهانئس، منجهين، منجهان، منجهائن

(وٽ)

متڪلم: وٽيم، وٽام، وٽانم، وٽئون، وٽيئون، وٽنيهئون، وٽنيئون، وٽاهئون، وٽائون

حاضر: وٽءِ، وٽيي، وٽاءِ، وٽانءِ، وٽيو، وٽانو، وٽانءِ

غائب: وٽيس، وٽانس، وٽين، وٽان.

اهڙي طرح حرف جر جي ٻين ڪن لفظن، جهڙوڪ: ڏانهن ۽ ڪان وغيره سان ٻه ضمير متصل جو الحاق ٿيندو آهي. ڪن حرف جر جي لفظن جي متصل صورت فقط غائب جي صيغي ۾ هوندي آهي. مثلاً: ڪي وغيره.

| واحد | جمع |
|---|---|
| غائب: ڪيس. | ڪين. |

حرف جر سان ضمير متصل جو استعمال:

”جان جان ساڻءِ ساهه، تان پاڙج ڪوم پنهونءَ سين.“
(شاهه: معذوري)

”تان ڪي ساڏن اور، جان آهين اوطاقن ۾،
ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾ پاڻ مٿانئن گهور.“
(شاهه: رامڪلي)

”هي سر سمانو گهوٽ مٿانئُون گهوريان.“
(شاهه: ڪيڏارو)

”تان سوءِ جي غين جو مٿانئس نقطو ڏور ڪرين.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”جي ڪي ڪم سنڌام، جو تا ڏنا جيڏيين،
ڪيلن سي مٿانم، ساهيڙيون ۽ سرتيون.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”سو سڀوئي حال مئنجهانئين معلوم ٿئي.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”جي پانئين جوڳي ٿيان ته مئنجهي پري مر،
مئنجهي بابو ٻکيا مئنجهي گروءَ جو گهر.“
(شاهه: رامڪلي)

”ڪنهن ڪي ڪين چون، مئنجهين جو پريتئو.“
(شاهه: ڪوهياري)

”وٽن ويٺي آهيان، ڏسيو ڪين ڏسان.“
(شاهه: رامڪلي)

”اردا سيڻم، عمر کي ويجهو ٿي وڃائس.“
(شاهه: مارئي)

”ايڪ قصر درلڪ ڪوڙيين ڪنڌس ڳڙ ڪيون.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”سياجهي پاڃهه ڪئي، سڄاڻي سيڻان.“
(شاهه: رامڪلي)

”سو ڪين ءَ هينڙو جهليان، جهڄي جو ڪيڻان.“
(شاهه: حسيني)

”مڻن ٿيڪ ٽيڪڙا، چڪندڙا اچن.“
(شاهه: مارئي)

”مڻم آهه ميار، هوتن حرف نه هڪڙو.“
(سچل: ڪوهياري)

”منهن نه لاهه مڻاڏم، آءُ اوهان جي آهيان.“
(سچل: ڪوهياري)

”هوت وڏم جي هوءِ، تا سک گذاريان ڏينهڙا.“
(سچل: ڪوهياري)

ضمير متصل جو ’سندو‘ لفظ سان عام الحاق ٿيندو آهي. ’سندو‘ لفظ جو استعمال ٽن نمونن ۾ ٿيندو آهي: هڪڙو حرف اضافت جي معنيٰ ۾، جنهن جي معنيٰ هوندي آهي ’جو‘، مثلاً: ’سندم ڪلام‘ يعني ’منهنجو ڪلام‘؛ ’محبت سندو سچ‘ يعني ’محبت جو سچ‘ وغيره؛ ٻيو حرف جر جي معنيٰ ۾، جنهن جي معنيٰ هوندي آهي ’سنئون‘، سان يا گڏ، ٽيون ۽ جهڙو يا مثل‘ وغيره. مثلاً:

١- هو سچ سندو سون وٽ پهتو.
٢- سان رات سندو انتظار ڪندو رهيس.

۳- هن جو گلاب سندو چهرو هڪ گهڙيءَ ۾ زرد ٿي ويو.

پهرئين جملي ۾ 'سندو' لفظ جي معنيٰ آهي 'سندس' يا سان'، ٻئي جملي ۾ ان جي معنيٰ آهي 'تائين يا پر' ۽ ٽئين جملي ۾ ان جي معنيٰ آهي 'جهڙو يا مثل' انهن ٽنهي جملن ۾ 'سندو' حرف جر آهي.

'سندو' مضاف يا اسم سان عدد ۽ جنس ۾ متفق رهندو آهي. مثلاً:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| مذڪر: | (ساوڻ) سندو (ڏينهن) | (ساوڻ) سندا (ڏينهن) |
| مؤنث: | (ساوڻ) سندي (رات) | (ساوڻ) سنديون (راتيون) |

شعر ۾ 'سندو' لفظ اڪثر زور خاطر استعمال ٿيندو آهي.

'سندو' لفظ سان ضمير متصل جو گردان:

| | واحد | جمع |
|---|---|---|
| متڪلم: | سَنڌُمِ، سَندومِ، | سَندَئون، سَندَنِهئون، |
| | سَندامِ، سَندامِ، | سَندَنِئون، سَنديَنِهئون، |
| | سَنديَمِ، سَنديَمِ، | سَنديَنِئون، سَنديَنِهئون، |
| | سَنديامِ، سَندُيِهئون، | سَنديَنِئون، سَندُنِمِ، |
| | سَندُنِئون، سَندِيهئون، | سَندَنِمِ، سَنديَنِمِ، |
| | سَندِيئون | سَنديَنِمِ |
| حاضر: | سَندُءِ، سُندوءِ، | سَندُئِي، سَندَنِي، |
| | سَندَءِ، سَنداءِ، | سَنديَنِي، سَنديَنِي، |
| | سَنديَءِ، سَنديَءِ، | سَندُنِوَ، سَندَنِوَ، |
| | سَندِياءِ، سَندُوَ، | سَنديَنِوَ، سَندِينِوَ |
| | سَندَوَ، سَنديُوَ، | |

سَنڌ ڀَوَ، سَنڌاوَ،
سَنڌ ياوَ

غائب: سَنڌ ُس، سَنڌوس، سَنڌ ُنيس، سَنڌ َنيس،
سَنڌ َس، سَنڌاس، سَنڌ يُنيس، سَنڌ يَنيس،
سَنڌ يُس، سَنڌ يَس، سَنڌ ُنين، سَنڌ َنين،
سَنڌ ياس، سَنڌ ُن، سَنڌ ينين، سَنڌ ُيَنين،
سَنڌ ون، سَنڌ َن،
سَنڌان، سَنڌ يُن،
سَنڌ َين، سَنڌ يان

'سنڌو' حرف سان ضمير متصل جو استعمال:

”پيڙيءَ جيئن پَڌي ويو سوڍو ساهه **سنڌوم**.“
(شاهه: مومل راڻو)

”سٺي ٻول **سنڌان**، جم سمهين سسئي.“
(شاهه: سسئي)

”پُرڻ پنهونءَ پٽ ۾ اِيءَ سعادت **سنڌيام**.“
(شاهه: معذوري)

”ولاڙيو وڻين چڙهي، پسيو سگهه **سنڌياس**.“
(شاهه: معذوري)

”ڏونگر ڏک **سنڌاءِ** پرينءَ ڳڌ جان ته چوان.“
(شاهه: ڪوهياري)

”جنت **سنڌ ڀَن** جتوءِ فائق هليا فردوس ڏي.“
(شاهه: ڪيڏارو)

”راڄ پرتو رب“ ڪي سومرا **سنڌوءِ**.“
(شاهه: مارئي)

”وڏي سگهه **سنڌياءِ** پاڻ وهيٺو آهين.“
(شاهه: ڏهر)

"اسين سار سنڌن، پر اڄ پهنوار پري ٿيا."
(سچل : ڪنيات)

"سنڌم ڪنيي ذات، پر چارو چام ڪلهي ڪنيو."
(سچل : ڪلياڻ)

"سودا سنڌءَ ساءِ، آءٌ ويٺي ڪانگ اڏائيان."
(سچل : راڻو)

## ٣- ضمير اشارو

اهو ضمير جو ڪنهن اسم ڏانهن اشارو ڪري يا ان جو حوالو ڏئي، تنهن کي ضمير اشارو چئبو آهي. مثلاً: هيءُ، هُوءَ اِهي ۽ اُهي وغيره. ضمير غائب به ضمير اشاري جو ڪم ڏيندو آهي.

ضمير اشاري جا ٻه قسم آهن:
١- ضمير اشارو قريب يا ويجهو
٢- ضمير اشارو بعيد يا ڏور

ضمير جو جيڪڏهن ڪنهن ويجهي اسم ڏانهن اشارو هوندو ته ان کي ضمير اشارو قريب يا ويجهو چئبو. مثلاً: هيءُ، هيءَ، هي وغيره، ۽ جيڪڏهن ان جو ڪنهن ڏوراهين اسم ڏانهن اشارو هوندو ته ان کي ضمير اشارو بعيد يا ڏور چئبو. مثلاً: هُو، هُوءَ ۽ اُهي وغيره.

ضمير اشاري جو گردان ساڳيو ضمير غائب متصل وارو ٿيندو.

## ٤- ضمير موصول

اهو ضمير جو ڪنهن اسم جو حوالو ڏئي ۽ جملي ۾ اتصال يا ڳانڍاپي جو ڪم ڪري، تنهن کي ضمير موصول چئبو آهي. موصول جي معنيٰ آهي ڳنڍيل يا مليل. مثال:

١- 'انسان لاءِ ڪافي آهي جو ڪجهه ڪيس جائز طريقي سان حاصل ٿئي.'

٢- "ورلي کو همدرد رهيوآهي جنهن سان ويهي دک درد ونڊجي."

٣- 'مت مائٽ چئي نہ ڇڏجن جهڙا يہ هجن.'

مٿين جملن ۾ 'جو ڪجهه'، 'جنهن' ۽ 'جهڙا' ضمير موصول جا مثال آهن.

اهي لفظ جن کي ضمير موصل ڪوٺجي ٿو، تن جو عدد ۽ جنس مطابق گردان هيٺ ڏجي ٿو:

فاعلي حالت

| واحد | جمع |
|---|---|
| مذڪر: | |
| جو، جو جو، | جي، جي جي، |
| جو ڪجهه، جو ڪو، | جي ڪي، جي ئي، |
| جوئي، جيڪو، | جيڪي، جيڪي ڪي، |
| جيڪو ڪو، جيڪي، | جيها، جهڙا، |
| جيهو، جهڙو، | جيڏا، جيترا |
| جيڏو، جيترو | |

عام صورت

| واحد | جمع |
|---|---|
| مذڪر: | |
| جنهن، جنهن جنهن، | جن، جن جن، جين، |
| جنهين، جينهن جينهن، | جين جين، جنهين، |
| جنهيئن، جينهين، | جنهين، جنهين، |
| جنهن ڪنهن، | جنين، جينين، |
| جينهن ڪينهن، | جنيي، جينيي، |

| | |
|---|---|
| جَنهن ئي، جيهي، | جَنيين، جينيين، |
| جهڙي، جيڏي، | جَن ڪَن، جن ڪن، |
| جيتري | جن ئي، جيهن، |
| | جهڙن، جيڏن، جيترن |

حالت فاعلي

| واحد | جمع |
|---|---|
| **مؤنث:** | |
| جا، جا جا، | جي، جي جي، جي ڪي، |
| جا ڪا، جائي، | جي ئي، جيڪي، |
| جيڪا، جيڪا ڪا، | جيڪي ڪي، جيهون، |
| جيهي، جَهڙي، | جيهيئون، جهڙيون، |
| جيڏي، جيتري، | جيڏيون، جيتريون |

عام صورت

| واحد | جمع |
|---|---|
| **مؤنث:** | |
| جَنهن، جَنهن جَنهن، | جَن، جَن جَن، جن، |
| جِنهن، جِنهن جِنهن، | جن جن، جَنهيين، |
| جنهيين، جِنهيين، | جنهيهين، جنيهين، |
| جَنهن ڪَنهن، | جَنين، جِنين، جَنِي، |
| جِنهن ڪِنهن، | جِني، جَنين، جِنين، |
| جنهن ئي، جيهيءَ، | جَن ڪَن، جن ڪن، |
| جهڙيءَ، جيڏيءَ، | جن ئي، جيهيُن، |
| جيتريءَ | جهڙيُن، جيڏيُن، جيتريُن |

## ۵- ضمير جواب موصول

اهو ضمير جو ضمير موصول جي حوالي جو جواب ڏئي، يا جو ضمير موصول جي جواب ۾ استعمال ٿئي، تنهن کي ضمير جواب موصول چئبو آهي. مثلاً:

١- 'انسان جيڪي ٻوڪيندو سوئي لڻندو.'

٢- 'جنهن کي ڏن دولت آهي، تنهن تي لازم آهي ته مسڪينن ۽ محتاجن جي مدد ڪري.'

٣- 'جيترو ڪمائجي، تيترو خرچ نه ڪجي.'

مٿين جملن ۾ 'سوئي'، 'تنهن' ۽ 'تيترو' ضمير جواب موصول جا مثال آهن.

ضمير جواب موصول جو گردان:

حالت فاعلي

| واحد | جمع |
|---|---|
| مذڪر: | |
| سو، سو، سو، | سي، سي، سي، |
| سوڪو، سوئي، | سي ڪي، سي ئي، |
| تيهو، اهڙو، | تيها، اهڙا، |
| تهڙو، اوڏو، | تهڙا، اوڏا، |
| ايڏو، تيڏو، | ايڏا، تيڏا، |
| اوترو، ايترو، تيترو | اوترا، ايترا، تيترا |

عام صورت

| واحد | جمع |
|---|---|
| مذڪر: | |
| تنهن، تنهن تنهن، | تن، تن تن، تن، |
| تنهن، تنهن تنهن، | تن تن، تنهين، |
| تنهين، تنهين، | تنهين، تنيي، تنيي، |
| تنهن ڪنهن، | تنين، تنين، |
| تنهن ڪيهن، | تنين، تنهين، |
| تنهن ئي، تيهي، | تن ڪن، تين ڪين، |

اهـڙي، تـهـڙي، تـن ٺـي، تـيـهـن،
اوڏي، ايـڏي، اهـڙن، تـهـڙن،
تـيـڏي، اوتـري، اوڏن، ايـڏن،
ايـتـري، تـيـتـري تـيـڏن، اوتـرن،
ايـتـرن، تـيـتـرن

حالت فاعلي

| واحد | جمع |
|---|---|

مؤنث:

سـا، سـا سـا، سـي، سـي سـي،
سـا ڪـا، سـائـي، سـي ڪـي، سـي ٺـي،
تـيـهـڙي، اهـڙ ي، تـيـهـيون، اهـڙيـون،
تـهـڙ ي، اوڏ ي، تـهـڙيـون، اوڏيـون،
ايـڏ ي، تـيـڏ ي، ايـڏيـون، تـيـڏيون،
اوتـر ي، ايـتـر ي، اوتـريـون، ايـتـريـون،
تيتر ي تيتريون

عام صورت

| واحد | جمع |
|---|---|

مؤنث:

تَـنـهن، تَـنـهن تَـنـهن، تَـن، تَـن تَـن، تِـن،
تِـنـهن، تِـنـهن تِـنـهن، تِـن تِـن، تِـنـهيـن،
تِـنـهيـن، تِـنـهيـن، تِـنـهيـن، تَـنـيـي، تِـنـيـي،
تَـنـهن ڪَـنـهن، تَـنـيـن، تِـنـيـن، تِـنـيـن،
تِـنـهن ڪِـنـهن، تِـنـهيـن، تَـن ڪَـن،
تَـنـهن ٺـي، تـيـهـيءَ، تِـن ڪـن، تـن ٺـي،
اهـڙ يءَ، تـهـڙ يءَ، تـيـهـيـن، اهـڙ يـن،
اوڏ يءَ، ايـڏ يءَ، تـهـڙ يـن، اوڏ يـن،

تيڏيءَ، اوترِيءَ، ايڏيِن، تيڏيِن،
ايترِيءَ، تيترِيءَ، اوترين، ايتريَن، تيتريَن.

ضمير موصول ۽ جواب موصول جي ترتيب:

١- ضمير موصول ۽ جواب موصول جو استعمال عام طرح هڪ ئي جملي ۾ ٿيندو آهي، جيئن متي ڏنل مثالي جملن مان ظاهر آهي؛ پر ڪڏهن ڪڏهن ٻنهي ضميرن مان ڪنهن هڪ کي ڪجهه به رکيو ويندو آهي، يا فقط هڪ ئي ضمير استعمال ٿيندو آهي، اگرچه معنيٰ ٻنهي ضميرن واري نڪرندي آهي. مثلاً:

١- جنهن به وقت وڃايو، پڇتائيندو.
٢- انسان جي تقدير ۾ جو ڪجهه هوندو، اوس ٿيندو.
٣- انسان جي دل ۾ خيال پيدا ٿيندا آهن، سي چڱا به هوندا آهن ته بڇڙا به.
٤- توکي چڱي نصيحت ڪري، تنهن کي تون خيرخواهه سمجهه.

پهرين ٻن جملن ۾ ضمير جوابِ موصول 'سو' ۽ 'اهو' غائب آهن؛ اهڙي طرح پوين ٻن جملن ۾ ضمير موصول 'جيڪي' ۽ 'جيڪو' ڪم نه آندا ويا آهن. بهرحال معنيٰ ۾ ڪو فرق ڪونه پيو آهي. ڇئني جملن جي مڪمل صورت هيٺ ڏجي ٿي:

١- جنهن به وقت وڃايو، سو پڇتائيندو.
٢- انسان جي تقدير ۾ جو ڪجهه هوندو، اهو اوس ٿيندو.
٣- انسان جي دل ۾ جيڪي خيال پيدا ٿيندا آهن، سي چڱا به هوندا آهن ته بڇڙا به.

٤- توکي جيڪو چڱي نصيحت ڪري تنهن کي
تون خيرخواهه سمجهه.

٢- عام طرح جملي ۾ ضمير جواب موصول ضمير موصول
کان پوءِ ايندو آهي، پر ڪڏهن اول به استعمال ٿيندو آهي؛
اهو انهيءَ حالت ۾ جڏهن ان جي اهميت ظاهر ڪرڻي
هوندي آهي. مثلاً:

١- هي انعام تنهن کي ملندو، جيڪو لائق هوندو.
٢- انسان کي سوئي ملندو، جيڪو سندس نصيب
۾ هوندو.

مٿين ٻنهي جملن ۾ اول ايندڙ ضمير، ضمير جواب موصول
آهي.

٣- ضمير موصول ۽ جواب موصول جا لفظ هڪ ٻئي
سان گڏ به استعمال ٿيندا آهن. مثلاً: جيڪي سو، جنهن تنهن ۽
جهڙو تهڙو وغيره. ضمير جون اهڙيون ترڪيبون ضمير مبهم
يا ڪنايه جي معنيٰ ڏينديون آهن. مثال طور ڪي جملا
هيٺ ڏجن ٿا:

١- لالچ ۾ هئو جيڪي سو وڃائي ويٺو.
٢- جنهن تنهن سان دل جو راز نه سلجي.
٣- جهڙو تهڙو به پنهنجو گهر چڱو آهي.

٤- ضمير غائب به ڪڏهن ضمير جواب موصول جو
ڪم ڏيندو آهي. مثلاً:

١- جنهن سان دوستي رکجي، انهيءَ سان نباهجي.
٢- جيڪو وعدو ڪجي، اهو پاڙجي.

مٿين جملن ۾ 'انهيءَ' ۽ 'اهو' ضمير غائب جا لفظ آهن،
جي هت ضمير جواب موصول جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيل آهن.

٥- ضمير موصول يا جواب موصول جي جاءِ تي ڪڏهن ڪڏهن بعضي ظرف به استعمال ٿي سگهي ٿو.

١- **جيڪو** مون کي سڪ سان سڏيندو **اوڏهن** ويندس.
٢- **جت** منهنجي قلب کي سڪون ملندو اهو منهنجو آستان آهي.

پهرئين جملي ۾ 'جيڪو' ضمير موصول آهي، جنهن جي جواب ۾ 'اوڏهن'. لفظ آيو آهي، جو ظرف آهي؛ ۽ ٻئي جملي ۾ ضمير جواب موصول 'اهو'، 'جت' لفظ جي جواب ۾ استعمال ٿيو آهي، جو ٻڻ ظرف آهي.

٦- ضمير موصول توڙي جواب موصول جڏهن ڪنهن اسم جي اڳيان ايندو آهي ته صفت جو ڪم ڏيندو آهي، جنهن جو بيان صفت جي باب ۾ ڪيو ويو آهي.

ضمير موصول ۽ جواب موصول جو استعمال:

"**جَنهين** ساڻس وير، تني ڏَمبن جو واهرو."
(شاهه: ڪلياڻ)

"**جيڏ وئي** نالوءَ، پاڇهه به **اوڏ ياڻي** مڱان"
(شاهه: ڪلياڻ)

"سمنڊ **جي** سهوين، **تَنهين** ماڻڪ ميڙيا،
چلر **جي** چوئين، **ڏنن** ساڻڪوڻا ۽ سٽيون."
(شاهه: سريراڳ)

"**جن** کي سڪ ساهڙ جي، **سي** گهير پڇن نه گهاٽ،
**جن** کي عشق جي آسات، **سي** واهڙ ڀانئن وڪڙي."
(شاهه: سهڻي)

"**جنهن** کي ساڻ پريڻءَ جا سور،
**تنهن** کي ندي ناهه نگاهه ۾."
(شاهه: سهڻي)

”نديءَ ڏن نَيڙ تئي، جي ترهي رَيءَ تَرن.“
(شاهه: سهڻي)

”ترهو تَنهي ٻار، عشق جنهي آکرو.“
(شاهه: سهڻي)

”دائم جا درياهه ۾، سا مڇي ڪيني ڪوهه.“
(شاهه: سهڻي)

”جو اکنئون اوڏو آهه، سو پرين پراهون مَ چئو.“
(شاهه: سسئي)

”لڳي جن لوري، ڏونگر سي ڏورينديون.“
(شاهه: سسئي)

”مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿين نه مات،
هوندا سي حيات، جيئا اڳي جي جيا.“
(شاهه: معذوري)

”جي هئان هوت مرن، هوت ڏٺهين جي هنج ۾.“
(شاهه: معذوري)

”حب جنهن کي هوت جي، وندر تنهن کي وس.“
(شاهه: ديسي)

”جا مرضن مروئي، سا سرتيون ڪيئن سگهي ٿئي!“
(شاهه: ڪوهياري)

”جيهي جي تيهي، ته بہ پانهي پاروچن جي.“
(شاهه: ڪوهياري)

”جي هت نه هوت سي پسن، ڪنهن پر ڪيچ پسنديون!“
(شاهه: حسيني)

”جيڪا ڪندي سنگ، مون جئن پاروچن سين،
انگن چاڙهيو انگ، رئندي سا رت ڦڙا.“
(شاهه: حسيني)

”ڪلي جو ڪنيو، سو متان ور وسارئين.“
(شاهہ : حسيني)

”سوڪو ڏياريم ڏانءُ، جو طمع کي ترڪ ڪري.“
(شاهہ : سورٺ)

”سا سڪ سلان ڪيئن، جنهن اندر آهيرا ڪيا.“
(شاهہ : ٻروو)

”سي چاولا چئجن، جي درد لائين دوستي.“
(شاهہ : ٻروو)

”سهڪو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سان.“
(شاهہ : ٻروو)

”سوڍي ستي لوڪ، ڪاڇا مون سين ڳالهہ ڪئي،
سا جي پڌر پوءِ، تہ سرتيون سمهي ڪانہ ڪا.“
(شاهہ : مومل راڻو)

”جن نہ ماري ميس، ذات نہ نمي ذن کي.“
(شاهہ : رامڪلي)

”جن من محب مڙهيو، سي گر کي گڏيا ڪاپڙي.“
(شاهہ : رامڪلي)

”ڪنڌي ۽ ڪراهہ جن سنياسين سانڍيو،
انهن ڪان الله، اجا اڳاهون ٿيو.“
(شاهہ : رامڪلي)

”تنهين حال ڪيهو، نذر جنهين نجهرا.“
(شاهہ : رپ)

”سي تو ويهي وڃائيا، جي ڪتڻ سندا ڏينهن.“
(شاهہ : ڪاپائتي)

”ڏات نه آهي ذات تي، **جو** وهي **سو** لهي.“
(شاهه: پرڀاتي)

”وقت وڃي **جو**، **سو** قضا ٿئي ڪينڪي.“
(شاهه: آسا)

”اکيون سي ٿيون ڏار، **جن** سان پسڻ پرينءَ جو.“
(شاهه: آسا)

”**جن** وڃايو وجود کي، **سي** فاني ٿيا في الحال.“
(شاهه: آسا)

”ڪر ڪاريندو **سي**، مالو **جن** پريتڻو،
جوش جلايا **جي**، ماري تن مات ڪيو.“
(شاهه: آسا)

”**سو** ڪانگ مَ قاصد ڪر، **جو** سدا ڀونڊي ڀونڊ کي.“
(شاهه: پورب)

”**جهڙا** اڄ ڏينهڙا، **تهڙا** ويئي گهار.“
(شاهه: مارئي)

”**هنوءِ جي** حق پچن، **سي** ڪيئن ستيون سومرا.“
(شاهه: مارئي)

”هي **آهائي** جوءِ، **جنهن** مٿئي تي ور مٺيو.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”**تنهن** کي گندري چوڻ گناهه،
**جنهن** جي جهوليءَ چنڊ جهلي پيو.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”قول **اهو** پاڙيج، **هو جو** ڪيڙءَ هوت سان.“
(شاهه: ڪوهياري)

*

”**اهي** ئي انسان ها، **جي** ننگن تي نثار ٿيا.“
(سچل: راڻو)

”جن کي اديون اوچتي، ڪاتيو ڪاريهر،
ڏن جي خاص خبر، جاچيو جوڳيڙن ڪان.“
(سچل: ڪاريهر)

”ڏر آڏهيءَ جي ڏر، ڇاهين ڏر نہ ڏيهہ ۾.“
(سچل: ڪاريهر)

”رڻ ۾ سي رهيون، جن پنڌ نہ ڪيو پهاڙ جو.“
(سچل: پهاڙي)

”لوچي سي لهن، جن سچو پڌو سنڌ رو.“
(سچل: پهاڙي)

”ڪٿي ساڻ ڪٿي، جا آندم ملڪ ملير ڪان،
مٿي مارئيءَ تان آهيا، لحظو ڪين لٿي.“
(سچل: ڪنڀات)

”سڻيجو سوئي، جيڪي چوي ڪانگڙو.“
(سچل: مالڪوس)

”جيڪي ڏسين ڏيهہ ۾، سو آئي منجهہ انسان.“
”نسورا نيشان، سچس سڀ سريس ۾.“
(سچل: مشفرقم)

*

”قضا جا ڪريم جي، ڪنهن تان ڪين ٽري.“(١)
(شاهہ: ڪوهياري)

”سواڻي ماڻيهہ منهنجو، ساجن جت سنڌ وم.“(٢)
(شاهہ: حسيني)

”جت ماڻهن ميڙا ڪوٺي، سا جوئي جو ڪين جاءِ.“(٣)
(شاهہ: جوڳ)

---

(١) هن مثال ۾ ضميرجواب موصول کي غائب رکيو ويو آهي.

(٢) ۽ (٣) هنن مثالن ۾ ضمير موصول جي جاءِ تي ظرف 'جت' استعمال ٿيل آهي.

## ٦- ضمير استفهام

اهو ضمير جو لفظ، جو سوال پڇڻ يا ڪابہ معلومات حاصل يا دريافت ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجي، تنهن کي ضمير استفهام چئبو آهي. 'استفهام' لفظ جي معنيٰ آهي 'پڇا' يا 'جاچ'.

اهي لفظ جي ضمير استفهام ٿي ڪم اچن ٿا، سي آهن: ڪير، ڪنهن، ڪهڙو، ڇا، ڪجهہ، ڪجاڙو، ڪوهہ يا ڪُنهہ ۽ ڪيهو. جن مان پهريان پنج: ڪير، ڪنهن، ڪهڙو، ڇا ۽ ڪجهہ عام محاوري جا لفظ آهن، باقي ٻيا پراڻي سنڌيءَ جا لفظ آهن، جن جي معنيٰ آهي 'ڇا' ۽ 'ڪهڙو'. انهن جو ڪجهہ استعمال سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۾ ٿيندو آهي.

'ڪير' يا 'ڪنهن' ضمير جو استعمال ماڻهن يا ٻين جاندار جنسن سان ٿيندو آهي؛ 'ڪهڙو' لفظ ٻنهي جاندار توڙي بي جان شين سان لڳندو آهي ۽ ضمير استفهام جي باقي لفظن جو اطلاق بي جان شين تي ٿيندو آهي.

'ڪنهن'، 'ڪير' لفظ جي عام صورت آهي؛ 'ڪجاڙو'، 'ڪوهہ' يا 'ڪُنهہ'، 'ڇا' جي معنيٰ ۾ ڪم ايندا آهن. 'ڇا' ۽ 'ڪجهہ' ضمير جا لفظ عدد توڙي جنس ۾ اڻمٽ رهندا آهن. ضمير استفهام جي باقي لفظن: 'ڪير'، 'ڪهڙو' ۽ 'ڪيهو' جو گردان هيٺ ڏجي ٿو:

| حالت فاعلي | | عام صورت | |
|---|---|---|---|
| واحد | جمع | واحد | جمع |
| | | (ڪير) | |
| مذڪر: | | | |
| ڪيرُ | ڪيرِ | ڪَنهن، ڪينهن | ڪَن، ڪين، ڪَنين، ڪينين

مؤنث:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪير | ڪير | ڪنهن، | ڪِنَ، ڪِنهن، |
| | | ڪينهن | ڪينهن |

(ڪهڙو)

مذڪر:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪَهڙو، | ڪَهڙا، | ڪَهڙي، | ڪَهڙن، |
| ڪِهڙو، | ڪِهڙا، | ڪِهڙي، | ڪِهڙن، |
| ڪيهڙو، | ڪيهڙا، | ڪيهڙي، | ڪيهڙن، |
| ڪيڙهو، | ڪيڙها، | ڪيڙهي، | ڪيڙهن |

مؤنث:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪَهڙي، | ڪَهڙيون، | ڪَهڙيءَ، | ڪَهڙين، |
| ڪِهڙي، | ڪِهڙيون، | ڪِهڙيءَ، | ڪِهڙين، |
| ڪيهڙي، | ڪيهڙيون، | ڪيهڙيءَ، | ڪيهڙين، |
| ڪيڙهي، | ڪيڙهيون، | ڪيڙهيءَ، | ڪيڙهين |

(ڪيهو)

مذڪر:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪيهو، | ڪيها، | ڪيهي، | ڪَيهن، |
| ڪِهو، | ڪِها، | ڪِهي، | ڪِهن |

مؤنث:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪيهي، | ڪيهئون، | ڪيهيءَ، | ڪيهن، |
| ڪِهي | ڪيهيئون، | ڪِهيءَ، | ڪيهين |
| | ڪِهئون | | ڪِهن |

ضمير استفهام ”اقراري“ ٻه ٿيندو آهي ته ”انڪاري“ ٻه. اهو ضمير استفهام جنهن جي جواب ۾ اقرار جو مفهوم نڪري، تنهن کي ضمير استفهام اقراري چئبو آهي ۽ جنهن جي جواب ۾ انڪار جي معنيٰ نڪري، تنهن کي ضمير استفهام انڪاري چئبو آهي. مثلاً:

١- ڇا، توکي هن ڳالهہ جو علم ڪونهي؟ (يعني آهي).
٢- ڇا، انهيءَ ڏوهہ جو مان ڏوهاري آهيان؟ (يعني نہ).

پهرئين جملي ۾ 'ڇا' ضمير استفهام اقراري ۽ ٻئي ۾ ضمير استفهام انڪاري آهي.

ضمير استفهام بہ ڪڏهن ڪنهن اسم جي اڳيان ايندو آهي تہ صفت جو ڪم ڏيندو آهي، مثلاً: ڪير شخص، ڪنهن ماڻهوءَ ۽ ڪهڙي شيءِ وغيره.

ضمير استفهام جو استعمال:

"جي رهٽيءَ رهيو نہ سورين تہ ڪهٽيءَ ڪيو ڪوهہ؟"
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

"ساجن سنڌي سونهن جي آءُ ڳالهہ ڪريان ڪيهي؟"
(شاهہ: ڪنيات)

"پرين ڏيساندر پاند، ڪڇهہ ڳڙهيان ڪن سين؟"
(شاهہ: ڪنيات)

"ڪاري رات ڪنن ۾ ڪهڙو اتشي ڪم؟"
(شاهہ: سهڻي)

"پاڻيءَ مٿي پير، قضا ريءَ ڪير ڌري؟"
(شاهہ: سهڻي)

"منهنجو ڪڇاڙو، پيئر هن پنيور ۾؟"
(شاهہ: حسيني)

"ڪُهہ چاڻان ڪوهہ ٿيو، ڪيڏانهن ٿي وڃان؟"
(شاهہ: حسيني)

"ير ينجوءَ ويهي، ڪهڙي ڪندين ڳالهڙي؟"
(شاهہ: بروو)

”مٿان منهن منهنجي ڪنهن آڏايو ڪانءَ؟“
(شاهه: پورب)

”ڪلي ويل ڪيهو، جو سامهون ٿئي سپن ڪي؟“
(شاهه: ڪارايل)

”سکهي ڪير پڙهي، هو جو ناسو نيهه جو؟“
(سچل: پيروي)

”ڪريان ڪوهه پنور ۾، ور بنان ويهي؟“
(سچل: ڪوهياري)

”ڇا منجهارون ڇا ٿئي آيس، آهو اٿم ارمان.“
(سچل: ڪاريهر)

”عاشق کي آر، ڪهڙو آهه قريب ڪان؟“
(سچل: ڪاريهر)

”جي تون مهربان، ته ڪهڙي ڪاڻ ڪڙم جي؟“
(سچل: ڪلياڻ)

”سمي سيبائي، نه ته ڪينجهر ڪني ڪير ڪٿي؟“
(سچل: ڪلياڻ)

”ڪير سهندم سومرا، مارن ريءَ مائا؟“
(سچل: ڪنيات)

”ٿيا پهنوار پري، ڏيان ڏوراپا ڪنهن کي؟“
(سچل: ڪنيات)

”ريگستاني راج جي، آءٌ ڳالهه ڪريان ڪيهتي؟“
(سچل: ڪنيات)

”ڪيهي ڪام ڪانگڙو، تو ويڙهي منجهه وتي؟“
(سچل: مالڪوس)

## ٧- ضمير مبهم يا ڪنايہ

اهو ضمير جو اسم جو تعين نہ ڪري، يا ان کي پوشيده يا ڳجهو رکي، تنهن کي ضمير مبهم يا ڪنايہ چئبو آهي. 'مبهم' يا 'ڪنايہ' جي معنيٰ آهي 'لڪل' يا 'ڳجهي ڳالهہ'.

مثال:

'ڪو تہ ماڻهو هوندو جنهن ڪنهن جي چوڻ تي هي ڪجهہ ڪيو آهي.'

مٿين مثالن ۾ 'ڪو'، 'ڪنهن' ۽ 'ڪجهہ' ضمير مبهم يا ڪنايہ جا مثال آهن.

ضمير استفهام جا سمورا لفظ ضمير مبهم تي ڪم اچي سگهن ٿا، پر فرق اهو آهي جو استفهامي جملو 'سوالي' هوندو آهي ۽ ضمير مبهم وارو جملو 'بياني' هوندو آهي، جنهن ۾ سوال جي نشاني '؟' نہ هوندي آهي.

ضمير مبهم ۾ جڏهن ڪنهن اسم جي اڳيان ايندو آهي تہ صفت تي پوندو آهي.

ضمير مبهم جي ڪن لفظن جو گردان:

حالت فاعلي

| واحد | جمع |
|---|---|
| مذڪر: | |
| ڪو، ڪوڪو، ڪوجو، | ڪي، ڪي ڪي، |
| ڪوئي، ڪيِ، ڪي جو، | ڪي جي، ڪيئي، |
| ڪجهہ، سڀڪجهہ، | سڀ، سڀ، |
| سڀڪو، سڀڪوئي، | سڀئي، سڀيئي، |
| سڀڪي، هر، | مڙئي، مڙيوئي، |
| هرڪو، هرڪوئي، | مڙيئي، هڙ، هڙئي |
| هرهڪ، هرڪو، | |

مؤنث:

ڪنا، ڪاڪا، ڪاڇا،
ڪائي، ڪيڪا،
ڪيڪائي،
هرڪا، هرڪائي،
هرهڪ

عام صورت

| جمع | واحد |
|---|---|
| ڪَن، ڪَن ڪَن، | ڪَنهن، ڪَنهن ڪَنهن، |
| ڪِن، ڪِن ڪِن، | ڪِنهن، ڪِنهن ڪِنهن، |
| ڪَن جَن، ڪِن جِن، | ڪَنهين، ڪَنهن جَنهن، |
| ڪَنِي، ڪِنِي، | ڪِنهن جِنهن، |
| ڪَنِين، ڪِنِين، | ڪيڪنهن، هر ڪنهن |
| ڪَنِيسن، ڪِنِيسن، | |
| سَڀ، سڀن، | |
| سڀني، ميڙن، | |
| مڙني، هڙني | |

مذڪر:

ضمير مبهم جو استعمال:

”موکيءَ سندي مت ۾، ڪوجهو زهر ذرو.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”ڪي جو ڪيڏانهين چانگو چکي آئيو.“
(شاهه: ڪنيات)

نوٽ: فاعلي حالت جي جمع ۾ ۽ عام صورت جي واحد توڙي جمع ۾ ضمير مبهم جي لفظن جي صورت ساڳي رهندي.

”سڀڪا چئي آءٌ سهڻي، لئي ٻريان ٻيئي،
صباح سڀئي، پسبيون پاتار ۾.“
(شاهه: سهڻي)

”ڪنهن سانگو ساهه جو، ڪي گهوريس ڪيو گهڙن.“
(شاهه: سهڻي)

”ڪنهن ڪنهن ڪل پيئي ته هر ڏوڪي هيڪ ٿيا.“
(شاهه: سورٺ)

”تون سردار سڀن، اسين تابع تنهنجا.“
(شاهه: سورٺ)

”ڪي ڪڏهن چڙهن نه، چت تي، ڪي نه وسرن مور.“
(شاهه: ٻروو)

”ڪنهين سان اورن ڪين سناسي سوئي.“
(شاهه: رامڪلي)

”ڏونگها ڏاڏي پوٽئين ڪن ڏنا ڪي ڏين.“
(شاهه: مارئي)

”تون ٻي جاين وارو، آءٌ ٻي ڪنهن جائي.“
(سچل: ڪنيات)

”لکن منجهه ليئي، ڪا سورائتي سور سان.“
(سچل: مالڪوس)

## ٨- ضمير مشترڪ

اهو ضمير جو جملي ۾ ڪنهن اسم يا ٻئي ضمير سان گڏ تاڪيد يا زور خاطر استعمال ٿئي، تنهن کي ضمير مشترڪ يا ضمير تاڪيدي چئبو آهي. پاڻ، پنهن، پنڊ، خود، ذات ۽ سير وغيره، ضمير مشترڪ جا مثال آهن. ٻيا همجنس لفظ، جهڙوڪ:

پاڻهين، پاڻيهي، پاڻان ۽ پاڻمرادو وغيره. ظرفي صورتون آهن، جن جو بيان ظرف واري باب ۾ ايندو.

ضمير مشترڪ فاعلي توڙي عام صورت ۾ عدد ۽ جنس ۾ هڪجهڙو رهندو آهي.

ضمير مشترڪ جو استعمال:

"سڀ ۾ پنهون پاڻ، ٻيو ناهه ڀروچ ري."
(شاهه: مسئي)

"قادر پنهنجي قدرت سين ڦاٿو آهه قديرُ."
(شاهه: ڪلياڻ)

"ٻستي ڏور مَ ٻر، تون خون آهين تڪيو."
(شاهه: رامڪلي)

پوڇا ڪرمَ پاڻ ڪي، جوڳي رڱج جوڳ."
(شاهه: رامڪلي)

"جي مون موڙهي مت، ته تون پاڻ سڃاڻج سپرين."
(شاهه: ليلان چنيسر)

"مون ڪي ماريائون، پاڻ پرچي آئيون."
(شاهه: آسا)

"پاڻ پڙهج، پاڻ پهچ، پاڻ ئي سجدو ڪج."
(سچل: آسا)

"قدر ڄاڻي پاڻهنجو، ڪڍ پانهپ سنڌو ٻول."
(سچل: آسا)

"پاڻيءَ ۾ پناھہ، پرور ڏنس ڀاڻ کي."
(سچل: متفرق)

'توھان ڌر ويندا تہ جلد فيصلو ٿيندو.'
'مان انھيءَ ڳالھہ جي ڇنڊڇاڻ سر جاچ ڪئي آھي.'
'انھيءَ موقعي تي مان ڇيڻب(١) موجود ھوس.'

---

(١) ھيءَ لفظ سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۾ استعمال ڪيو ويندو آھي.

# ١١- (فعل)

سنڌي ٻوليءَ ۾ فعل جو بنياد عام طرح مصدر ليکجي ٿو. سنڌي ٻوليءَ جي مصدر سنسڪرت ۽ پراڪرت جي مکيہ يا اصل فعل جي برابر آهي، تنهنڪري سنڌي لفظن جو اشتقاق مصدر جي بدران امر مان سمجهڻ گهرجي، پر ڇاڪاڻ تہ امر فعل جي مڪمل صورت پيش نٿو ڪري ۽ نہ وري منجهس ڪا هڪجهڙائي آهي، تنهنڪري مصدر کي ئي بنيادي لفظ ورتو ويو آهي.

فعل جا ٻہ قسم آهن: لازمي ۽ متعدي؛ ٻنهي حالتن ۾ مصدر جي صورت ساڳي هوندي آهي، يعني مصدر جو پويون حرف 'ڻ' هوندو آهي، پر ٻنهي جي امر جي صيغن ۾ فرق هوندو آهي، يعني لازميءَ جي امر جي پوئين حرف تي گهڻو ڪري پيش (ُ) هوندي آهي ۽ متعديءَ جي امر جي پڇاڙي 'اِ' آواز تي هوندي آهي. مثلاً:

لازمي فعل جي مصدر ۽ امر جا مثال:

| مصدر | امر |
| --- | --- |
| اٿڻ | اُٿ |
| ٻيهڻ | ٻيهہ |
| رَهڻ | رَهُہ |
| سُمهڻ | سُمهُہ |
| ويهڻ | ويهہ |
| هلڻ | هَلُ |

متعدي فعل جي مصدر ۽ امر جا مثال:

| | |
|---|---|
| جهلڻ | جهل |
| چٽڻ | چٽ |
| ڪرڻ | ڪر |
| مارڻ | مار |
| وڃائڻ | وڃاءِ |
| هارڻ | هار |

مٿيون فرق ڪو اصولي فرق ڪونهي، ڇاڪاڻ ته ڪن حالتن ۾ متعديءَ جي امر جي پڇاڙي ’اَ‘ پڻ هوندي آهي، يا وري لازميءَ جي امر جي پڇاڙي ’اِ‘ به هوندي آهي مثلاً:

لازميءَ جي امر جا مثال:

| | |
|---|---|
| لڏ | لڙيلاءِ |
| ڀاڄاءِ | آوناءِ |
| ڀاڙ | جهول |
| جال | ٽوڪ |

متعديءَ جي امر جا مثال:

| | | |
|---|---|---|
| ٻڌ | ڪڍ | ڏس |
| پچ | وٺ | سيکٽ |
| پڙهه | هڻ | ڪينهه |
| پس | ڪاڻ | ليک |
| چر | پين | وِجهه |
| چسڪ | ڇين | ٻڌ |

ڪي لازمي فعل، جي متعديءَ جي صورت وٺندا آهن، انهن جي اصلي صورت مصدر توڙي امر ۾ بدلجي ويندي آهي، پر اها تبديلي ڪنهن خاص اصول تي ٻڌل نه هوندي آهي، بلڪ فعل جي اهڙي هر هڪ مٽيل صورت مختلف هوندي آهي.

مثلاً:

| لازمي فعل جي مصدر | امر | متعدي فعل جي مصدر | امر |
|---|---|---|---|
| ٻَجهَڻُ | ٻَجهه | ٻَڌَڻُ | ٻَڌُ |
| پَچَڻُ | پَچُ | پَچَڻُ | پَچُ |
| ڇَمَڻُ، ڇاپَڻُ | ڇَمُ، ڇاپُ | ڇِنَڻُ | ڇِنُ |
| رَجهَڻُ | رَجهه | رَڌَڻُ | رَڌُ |
| ڪَچَڻُ | ڪَچُ | ڪَتَڻُ | ڪَتُ |
| ڳَسَڻُ | ڳَسُ | ڳَهَڻُ | ڳَهه |
| لَبَڻُ | لَبُ | لَهَڻُ | لَهه |
| ڦاٽَڻُ | ڦاٽُ | ڦاڙَڻُ | ڦاڙُ |
| ڪاچَڻُ | ڪاچُ | ڪائِڻُ | ڪاءِ |
| ڇِجَڻُ | ڇِجُ | ڇِنَڻُ | ڇِنُ |
| وِسامَڻُ | وِسامُ | وِسائِڻُ | وِساءِ |
| وِڪامَڻُ | وِڪامُ | وِڪڻَڻُ | وِڪِڻُ |
| وِهامَڻُ | وِهامُ | وِهائِڻُ | وِهاءِ |
| ٻُجهَڻُ | ٻُجهه | ٻُڌَڻُ | ٻُڌُ |
| پُچَڻُ | پُچُ | پُچَڻُ | پُچُ |
| ڏُپَڻُ | ڏُپُ | ڏُهَڻُ | ڏُهه |
| ڪُسَڻُ | ڪُسُ | ڪُهَڻُ | ڪُهه |
| لُبَڻُ | لُبُ | لُڻَڻُ | لُڻُ |
| ڏوپَڻُ | ڏوپُ | ڏوئَڻُ | ڏوءِ |

البت ڪنهن حد تائين لازمي فعل ڪسي متعديءَ جي صورت ۾ آڻڻ جو اصول هيٺينءَ ريت قائم ڪري سگهجي ٿو:

مثلاً:

١- پهرئين حرف جو 'آ' اچارُ سڌائي 'آ' ڪبو آهي.

مثلاً:

| لازمي صورت | متعدي صورت |
|---|---|
| ٻَرَڻُ | ٻارِڻُ |
| تَرَڻُ | تارِڻُ |
| ٽَرَڻُ | ٽارِڻُ |
| ٽَهَڻُ | ٽاهِڻُ |
| چَرَڻُ | چارِڻُ |
| چَڙهَڻُ | چاڙهِڻُ |
| ڍَهَڻُ | ڍاهِڻُ |
| سَڙَڻُ | ساڙِڻُ |
| ڪَڙهَڻُ | ڪاڙهِڻُ |
| کَرَڻُ | کارِڻُ |
| ڳَرَڻُ | ڳارِڻُ |
| لَهَڻُ | لاهِڻُ |
| مَرَڻُ | مارِڻُ |

۲- ’اِ‘ جو آچار مٽائي ’اي‘ ڪبو آهي. مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٽِڙَڻُ | ٽيڙِڻُ |
| ڦِرَڻُ | ڦيرِڻُ |
| رِڙهَڻُ | ريڙهِڻُ |
| ڪِرَڻُ | ڪيرِڻُ |
| کِڙَڻُ | کيڙِڻُ |
| مِڙَڻُ | ميڙِڻُ |
| هِرَڻُ | هيرِڻُ |

۳- ’اُ‘ آچار مٽائي ’او‘ ڪبو آهي. مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٻُڏَڻُ | ٻوڙِڻُ |
| ٻُرَڻُ | ٻورِڻُ |
| ٽُرَڻُ | ٽورِڻُ |

| | |
|---|---|
| ٽُٽَڻُ، ٽُٽِڻُ | ٽوڙِڻُ |
| ڦُٽِڻُ | ڦوڙِڻُ |
| جُڙَڻُ | جوڙِڻُ |
| جهُرَڻُ | جهوڙِڻُ |
| چُرَڻُ | چورِڻُ |
| چُڙَڻُ | چوڙِڻُ |
| ڏُلِڻُ | ڏولِڻُ |
| رُڪِڻُ | روڪِڻُ |
| رُلِڻُ | رولِڻُ |
| سُرَڻُ | سورِڻُ |
| ڪُٽِجِڻُ، ڪُڙَڻُ | ڪوڙِڻُ |
| ڪُلِڻُ | ڪولِڻُ |
| لُڏَڻُ | لوڏِڻُ |
| مُڙَڻُ | موڙِڻُ |

٤- لازمي فعل جي ٻئي حرف پٺيان حرف علت ’ا‘ آڻبو آهي. مثلاً:

| | |
|---|---|
| پَٽِرَڻُ | پَٽارِڻُ |
| وِسرَڻُ | وِسارِڻُ |
| اُپرَڻُ | اُپارِڻُ |
| اُجرَڻُ | اُجارِڻُ |
| اُجڙَڻُ | اُجاڙِڻُ |
| سُڌرَڻُ | سُڌارِڻُ |
| ڪُنڌرَڻُ | ڪُنڌارِڻُ |

٥- لازمي فعل جي امر ۾ ’آر‘ يا ’آءِ‘ جو اضافو ڪبو آهي. مثلاً:

| | |
|---|---|
| جيئڻُ | جيئارِڻُ |
| وِهنجڻُ | وِهنجارِڻُ |

وِهڻ    وِهارڻ
ٻيهڻ    ٻيهارڻ
آٿڻ    آٿارڻ
آڏڻ    آڏارڻ
رُئڻ    رُئارڻ
سُمهڻ    سُمهارڻ
ويهڻ    ويهارڻ

تَپڻ    تَپائڻ
پَچڻ    پَچائڻ
پَهچڻ    پَهچائڻ
رَسڻ    رَسائڻ
ڪَپڻ    ڪَپائڻ
گهٽڻ، گهٽجڻ    گهٽائڻ

لَڏڻ    لَڏائڻ
نَچڻ    نَچائڻ
وَڄڻ    وَڄائڻ
وَڌڻ    وَڌائڻ
وَرڻ    وَرائڻ
وَهڻ    وَهائڻ
هَٽڻ    هَٽائڻ
هلڻ    هلائڻ
ٽِڪڻ    ٽِڪائڻ
رِجهڻ    رِجهائڻ
کِلڻ    کِلائڻ
لِڪڻ    لِڪائڻ
نِمڻ، نِوڻ    نِمائڻ، نِوائڻ

| | |
|---|---|
| رِيجھَڻُ | رِيجھائِڻُ |
| اُڏَڻُ | اُڏِڻُ |
| پُڄَڻُ | پُڄائِڻُ |
| پُسَڻُ | پُسائِڻُ |
| ڦُنڊَڻُ | ڦُنڊائِڻُ |
| جھُڪَڻُ | جھُڪائِڻُ |
| چُڙَڻُ | چُڙائِڻُ |
| ڏُڏَڻُ | ڏُڏائِڻُ |
| رُسَڻُ | رُسائِڻُ |
| رُلَڻُ | رُلائِڻُ |
| سُڪَڻُ | سُڪائِڻُ |
| ڪُڏَڻُ | ڪُڏائِڻُ |
| ڪُٽَڻُ | ڪُٽائِڻُ |
| گھُمَڻُ | گھُمائِڻُ |
| مُنجھَڻُ | مُنجھائِڻُ |
| هُلَڻُ | هُلائِڻُ |
| ٻوڙَڻُ | ٻوڙائِڻُ |
| موٽَڻُ | موٽائِڻُ |
| ليٽَڻُ | ليٽائِڻُ |

٦- لازمي فعل جي پهرئين حرف پٺيان حرف علت 'و' ۽ ٻئي حرف پٺيان حرف علت 'ا' لڳائبو آهي. مثلاً:

| | |
|---|---|
| آٻرَڻُ | اوٻارِڻُ |
| آجرَڻُ | اوجارِڻ |
| آسرَڻُ | اوسارِڻُ |
| آلرَڻُ | اولارِڻُ |

٧- لازمي فعل ۾ 'آر' يا 'آءِ' جي اضافي ڪرڻ سان گڏ فعل جي پهرئين حرف پٺيان حرف علت 'ي' آڻبو آهي.

مثلاً:

| | |
|---|---|
| ڦيرڻ | ڦيرائڻ |
| چيڙڻ | چيڙائڻ |
| ڏرڄڻ | ڏيڄارڻ |
| ڪيرڻ | ڪيرائڻ |
| وڙهڻ | ويڙهائڻ |
| هيرڻ | هيرائڻ |

## ١- فعل امر ۽ نهي

امر اهو فعل آهي، جنهن ۾ ڪنهن ڪم ڪرڻ جو امر يا حڪم ڪيل هجي ۽ نهي اهو فعل آهي، جنهن ۾ ڪنهن ڪم ڪرڻ جي منع ڪيل هجي.

مصدر جو پڇاڙيون 'ڻ' ڪڍي ڇڏڻ سان امر جو صيغو ٺهندو آهي ۽ امر جي اڳيان تنڪيري يا ناڪاري حرف آڻڻ سان فعل نهي ٺهندو آهي. مثلاً:

| مصدر | امر | نهي |
|---|---|---|
| چوڻ | چؤ | نه چؤ، (١) ڪيم چؤ، ڪين چؤ |
| ڪرڻ | ڪر | نه ڪر، ڪيم ڪر، ڪين ڪر |
| ڏسڻ | ڏس | نه ڏس، ڪيم ڏس، ڪين ڏس |

## امر جون مختلف ترڪيبي صورتون:

١- امر جي پڇاڙي اڪثر 'آ' يا 'ا' آواز تي هوندي آهي، جيئن مٿي مثال ڏيئي بيان ڪيو ويو آهي، پر ڪن ٿورين حالتن ۾ امر جي پڇاڙي 'اي' آواز تي هوندي آهي. مثلاً: ڏي، ني وغيره.

(١) حرف 'م' به تنڪيري آهي جو عام طرح شعر ۾ استعمال ٿيندو آهي. مثلاً: مَ ڪرِ، مَ ڏسُ وغيره.

٢- مصدر جو 'و' امر ۾ همزہ (ء) جو آواز ڏيندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| پَوَڻُ | پَؤُ |
| چَوَڻُ | چَؤُ |
| ڏَوَڻُ، ڏَنَوڻُ | ڏَنءِ، ڏَنؤُ |
| لَوَڻُ، لَنوَڻُ، | لَنءِ، لَنؤُ |

٣- مصدر جي ڪن لفظن ۾ امر ٺهڻ جي حالت ۾ پهرئين حرف جو 'ا' وارو آواز ڇڏي ٿي 'اي' يا 'اي' ۽ 'آ' وارو آواز ڇڏو ٿي 'او' جي صورت وٺندو آهي. مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٿِيڻَڻُ، ٿيئَڻُ | ٿيءِ |
| پيئَڻُ | پيءِ |
| جيئَڻُ | جيءِ |
| وِهَڻُ | ويهُه |
| ڌُوَڻُ | ڌو، ڌوءِ |
| رُئَڻُ | رو، روءِ |

٤- جمع جي صيغي ۾ امر جي 'ا' يا 'اي' پڇاڙي مٽجي 'يو' يا 'ئو' ۽ 'آ' پڇاڙي مٽجي 'او' ٿي پوندي آهي. امر جي پڇاڙيءَ ۾ جنس جي تبديل سان ڪو ڦيرو نہ ايندو آهي، مثلاً:

'ا' پڇاڙيءَ واري امر جو گردان:

(مذڪر ۽ مؤنث)

| واحد | جمع |
|---|---|
| لَڏِ | لَڏيو |
| مَٽِ | مَٽيو |
| آڻِ | آڻيو |
| پاڙِ | پاڙيو |

| | |
|---|---|
| چڪ | چڪيو |
| وڇاءِ | وڇايو، وڇائيو |
| چيرِ | چيريو |
| سيلِ | سيليو |
| ڪٽِ | ڪٽيو |
| لٽِ | لٽيو |
| پُوتِ | پُوتيو |
| ڦوڪِ | ڦوڪيو |
| پوڪِ | پوڪيو |
| روڪِ | روڪيو |
| ڪيرِ | ڪيريو |
| ليڪِ | ليڪيو |

'آ' پڇاڙيءَ واري امر جو گردان:

(مذڪر ۽ مؤنث)

| | |
|---|---|
| پڙهُه | پڙهو |
| وڃُ | وڃو |
| ڪاٽُ | ڪاٽو |
| ڏسُ | ڏسو |
| ليڪُ | ليڪو |
| آتُ | آتو |
| گهمُ | گهمو |
| موٽُ | موٽو |
| ڪيڏُ | ڪيڏو |
| ليٽُ | ليٽو |

'اي' پڇاڙيءَ واري امر جو گردان:

(مذڪر ۽ مؤنث)

| | |
|---|---|
| ڏي | ڏيو، ڏئو |
| ني | نيو، نئو |

٥- امر جو استعمال اصولي طور ضمير حاضر جي واحد ۽ جمع جي صيغي ۾ ٿيندو آهي، پر ان جو اطلاق، خاص طرح حڪم جي معنيٰ ۾، متڪلم ۽ غائب جي حالت ۾ به ٿيندو آهي، مثلاً:

١- 'چئيس ته اچي.'
٢- 'فيصلو ٿيو آهي ته پاڻ ۾ ٺهي وڃون.'

پهرئين مثالي جملي ۾ لفظ 'اچي' ۾ غائب واحد شخص لاءِ امر سمايل آهي ته هو 'اچي' ۽ ٻئي جملي ۾ فعل 'ٺهي وڃون' ۾ متڪلم جمع لاءِ امر ڪيل آهي ته 'اسان ٺهي وڃون'.

٦- امر جي ترڪيب جي هڪ ٻي صورت به هوندي آهي، جنهن ۾ امر واحد جي پٺيان 'ج' يا 'جانءِ' ۽ امر جمع جي پٺيان 'جو' لڳائبو آهي، پر اهڙي ترڪيب ۾ خواهش يا التماس جو اظهار ٿيل هوندو آهي، مثلاً:

| واحد | جمع |
|---|---|
| چئج، چئجانءِ | چئجو |
| هلج، هلجانءِ | هلجو |
| ڏج، ڏجانءِ | ڏجو |

امر جي مٿين ترڪيب ۾ ڏسبو ته 'چؤ' ۽ 'هلُ' امر جي 'اُ' پڇاڙي ۽ 'ڏي' امر جي 'اي' پڇاڙي مٽجي 'اِ' ٿي پئي آهي، البت ڪن حالتن ۾ 'اي' پڇاڙي قائم رهندي آهي، مثلاً: ڏيج ۽ ڏيئج وغيره.

امر جون اهڙيون ترڪيبون گهڻو ڪري شعر ۾ نظر اينديون آهن، جن ۾ واحد جي صيغي ۾ 'ايج' ۽ جمع جي

---

نوٽ: 'جا' يا 'جاهه' وغيره، اهي پڇاڙيون اصل ۾ پراڪرت جون آهن، جي سنڌيءَ ۾ بعض حالتن ۾ استعمال ٿينديون آهن.

صيغي ۾ 'اجا'، 'ايجا'، 'ايجاھ' ۽ 'ايجاءِ' پڇاڙيون استعمال ٿينديون آھن. مثلاً:

| واحد | جمع |
|---|---|
| پڙھيج، پڙھيج | پڙھجا، پڙھيجا، پڙھيجاھ، پڙھيجاءِ |
| چئج، چئيج | چئجا، چئيجا، چئيجاھ، چئيجاءِ |
| سٽج، سٽيج | سٽجا، سٽيجا، سٽيجاھ، سٽيجاءِ |
| وسائج، وسائيج | وسائجا، وسائيجا، وسائيجاھ، وسائيجاءِ |

## امر جا قسم

بناوت جي لحاظ کان امر ھيٺين چئن قسمن جو ٿيندو آھي:

١- امر يا امر مجرّد
٢- امر استمراري يا مدامي
٣- امر استقبال
٤- امر شرطي

### ١- امر يا امر مجرّد:

اھو فعل جنھن ۾ ترت ڪنھن ڪم جو حڪم يا ھدايت ڏنل ھجي، تنھن کي امرمجرّد چئبو آھي. ھي امر مصدر جي پوئين 'ڻ' کي ڇڏڻ سان ٺھندو آھي. مثلاً: اچ، وڃ ۽ ويھ وغيره.

ھن امر جي ھڪ ٻي صورت ٻه ھوندي آھي، جنھن ۾ مصدر جي 'ڻ' جي جاءِ تي واحد جي صيغي ۾ 'جان' يا 'جانءِ' ۽ جمع جي صيغي ۾ 'جو' حرف اچبو آھي. مثلاً: 'اچجان' يا 'اچجانءِ' ۽ 'وڃجو' وغيره. ھن ترڪيب ۾ ٻه حڪم ته صادر ٿيل ھوندو آھي پر فوري تعميل تي زور نه ھوندو آھي، تعميل لاءِ ڪجھه فرصت يا وقفو ڏنل ھوندو آھي.

امر مجرّد جو استعمال:

”اکر پڙهہ الف جو ٻيا ورق سڀ وسار.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”ڪرها ڪسر چڙهہ، وڪون وِجهہ وڃنديون.“
(شاهہ: ڪنبات)

”ماڻهو وهاڻو وار، ڪڻ پتراڻي پانهنجي،
جيڪي ڏنئي ڏيج ۾، سو سيوڻي سار.“
(شاهہ: حسيني)

”موت مسافر سهرين چانگي تي چڙهي.“
(شاهہ: مومل راڻو)

”اوڏو ڏيئي الف کي من ميسر سين گڏ.“
(شاهہ: رامڪلي)

”لنگها تون ليلاءِ، اکيان انڙ چام جي“
(شاهہ: پرڀاتي)

”آءٌ ڪانگا ٻيهہ ڪول، سڏيون ڏي ساڻيهہ جون،
جي آندئي عجيبن جا سي خط خوشيءَ سان کول،
آءٌ سٺان تون ٻول، سنيهو سڄڻ جو.“
(شاهہ: پورب)

”سالڪ مون سيڪار، ڪو پڇهہ انهيءَ پاند جو.“
(شاهہ: آسا)

”راضي ٿي راڻا، معاف مڙئي ڪر منديون.“
(سچل: راڻو)

”مرد ٿي تون مينڌرا، سوڊو سگ سڃاڻ.“
(سچل: راڻو)

”الله لڳ اڏام، تون سونـي محبوبن ڏي،
وڃي ڏيج پرينءَ کي، پاڄيءَ جا پيغام،
ڪري قدمن تي پئي، سو لڪ ڏج سلام،
اڇڻ جو انجام، ڪر سگهو طرف سچل جي.“
(سچل: مالڪوس)

”ساقي ڏجانءِ باقي، تـه بقا ٻرهم ۾ ٿيان.“
(سچل: پيروي)

## ٢- امر استمراري يا مدامي

اهو فعل جنهن ۾ ساندهه ڪنهن ڪم ڪرڻ يا ان کي جاري رکڻ جو امر ڏنل هجي، تنهن کي امر استمراري يا مدامي چئبو آهي.

امر جي اڳيان يا پٺيان اسم مفعول آڻڻ سان امر استمراري يا مدامي جڙندو آهي. مثلاً:

| | | |
|---|---|---|
| ويٺو هج | ڪنيو وت | روءِ ويٺو |
| چڙهيو گهم | وٺيو وڃ | ڪر پيو |
| ڪڍيو ڇڏ | ويٺو ڳنهه | نچ بيٺو |

امر جي اڳيان ساڳئي جو اسم مفعول آڻڻ سان بـه استمراري يا تڪرار جي معنيٰ نڪرندي آهي. مثلاً:

| | |
|---|---|
| پڙهيو پڙهه | لکيو لک |
| ڏسيو ڏس | ويٺو وٺ |
| رويو روءِ | هليو هل |

امر استمراريءَ جو استعمال:

”ڳچيءَ پايو پاڻهن، ويٺي روءِ وچن سان.“
(شاهه: سهڻي)

”ويڙيو ويٺي ڏي، ڪايا ڪيچ ڪتن کي.“
(شاهه: معذوري)

”وڻيو وڃج وات، ڪنڌ مَ ڦيرج ڪيڏهين.“
(شاهه: سومل راڻو)

”وڃيو ڇيريو ڇڇريو ٻـر ۾ اڀـو ڏيج.“
(شاهه: رامڪلي)

”ٻلهل پيئي پچار، ٻچـر تـن ٻرين جي.“
(سچل: ڪوهياري)

”سـوئـي لـکيو لـک، سچو اڪـر مـن ۾.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”ڀاڙيو وينئي ٻار، جيڪي لـکيو لـوح ۾.“
(شاهه: معذوري).

”الله کي ڇيو ٻاڏاءِ من نه من راضي ٿئي.“

”همت نه هار، وينو ڏور.“

## ٣- امر استقبال

اهو فـعـل جنهن ۾ ايندڙ وقت لاءِ ڪنهن ڪم کي جاري رکـڻ جـو امر ڪيل هـجـي تنهن کـي امـر استقبال چئبو آهي.

امر حاليه جي پٺيان امر جو صيغو ملائڻ سان امر استقبال ٺهندو آهي. مثلاً:

ٻڌائيندو ڪر
پڙهندو رهه
ڪندو وت
هلندو هل

امر استقبال جو استعمال:

”وحـده لاشـريـڪ لـه چـؤ چوندو آءُ.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”هامر ڪنڌو هل ته ڪجايون ڪرن ڪي.“
(شاهه : ڪنڀات)

”پاڙي پاڙي پيهه، وت پڇندي پرينءَ ڪي.“
(شاهه : سسئي)

”ووءِ ووءِ ڪندي وت، مچڻ ووءِ وسارئين.“
(شاهه : حسيني)

”ادا ايندو ٿيءَ، ولي سڪ سنيهڙا.“
(سچل : پيروي)

”پيرين وجهانءِ گهنگهرو، سي ڇم ڪائيندو وت.“
(سچل : مالڪوس)

## ٤- امر شرطي

جيڪڏهن جملي ۾ امر جي پٺيان ڪو حرف شرطي، جهڙوڪ: ته، تان وغيره استعمال ٿيل هجي، يعني امر جي تعميل يا پوئواري ڪنهن شرط تي ٻڌل هجي، ته اهڙي امر کي امر شرطي چئبو آهي ۽ انهيءَ جي پٺيان هميشه مضارع جو صيغو استعمال ٿيندو آهي. مثلاً:

آءُ ته هلون
ڏيس، ته وڃي
سڌر ته ويهان

امر شرطيءَ جو استعمال:

”ڪر اونداهي انڌ، ته ملان محبوبن کي.“
(شاهه : ڪنڀات)

”وطن وسائيج ته سڪهارن سڪ ٿئي.“
(شاهه : سارنگ)

”انهيءَ راهه رهبر تہ مشاهدو ماڻين.“
(شاهہ: سهڻي)

”ڪاڪيون ڪٿي ڪام، تہ ڪهيوستان ڪانگ جو.“
(شاهہ: پورب)

”هتان لاهوتي لڏ تہ گرکي گڏجين ڪاپڙي.“
(شاهہ: رامڪلي)

”پرين اکين ۾ پيهہ تہ آءٌ آچارو ٿيان.“
(شاهہ: آسا)

”اٿي ڪمر ٻڌ، لنوچ تہ لهين سپرين.“
(سچل: ڪوهياري)

”هيئن ويهہ نہ هل، تان ڪي پڇين پنڌ کي.“
(سچل: ڪوهياري)

”هيڪر هيڏي آءُ تہ پيرولي پڌر ٿئي.“
(سچل: راڻو)

## معنيٰ جي لحاظ کان امر جا قسم:

١- امر
٢- نَهي
٣- امر التجائي، التماسي يا نيازي

### ١- امر

امر جو بيان مٿي اچي چڪو آهي. امر جي صيغي ۾ گهڻو ڪري اقراري يا ايجابي فرمائش هوندي آهي، يعني ان مان اهو مطلب نڪرندو آهي تہ چيل ڪم جي پوئواري ٿيڻي آهي، نهڪار نہ.

## ٢- نَهي

اهو فعل جنهن ۾ امتناعي حڪم هجي، يعني ڪم ڪرڻ جي منع ڪيل هجي، تنهن کي فعل نهي سڏبو آهي.

امر جي اڳيان تنڪيري حرف، جهڙوڪ: مَ، نَہ، نا، مَتَ، ڪِيمَ، ڪِينَ ۽ نَتَ وغيره آڻڻ سان فعل نهي جڙندو آهي. مثلاً:

مَ ڪَر
نَہ ڊِڄُ
ڪِيمَ روءِ
ڪِينَ نِهارِ

مَ، نا، مَتَ ۽ ڪِيمَ تنڪيري حرف عام طرح شعر ۾ ڪم ايندا آهن. شعر ۾ تنڪيري حرف امر جي پويان بہ استعمال ٿيندا آهن.

فعل نَهي جو استعمال:

”تون چؤ الله هيڪڙو، وائي ٻي مَ سِکُ.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”مَحبت جي ميدان ۾ سر جو سانگ مَ ڪرِ.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”وڃي در دوستن جي ڌانگا ڪيمَ ڏِينِ.“
(شاهہ: رامڪلي)

”سامي تون سلوڪ کي هٿان هڏ مَ ڇڏِ.“
(شاهہ: رامڪلي)

”مالها ڦيرج من ۾، ڏُڙ کي ڏوڙ مَ لاءِ.“
(شاهہ: رامڪلي)

”پيرو پيچ مَ ڪاڙهي، لاهي ويهہ مَ لاڪ.“
(شاهہ: مومل راڻو)

”پاڻي هاڙ م پڌرو، روءِ منجهان ئي رَتُ.“
(شاهه: حسيني)

”اٿــي اور ارٹ سيــن، ويـهـم ڏسـ ويڳاڻي.“
(شاهه: ڪاپاٺي)

”ڏکهي آڏ م سَنَهي، پڪو آڏ م لانـيڊ.“
(شاهه: ڏهر)

”پنـولا پنهوار کي عـمـر آڇ م تـون.“
(شاهه: مارئي)

”مَڪَي روءِ م رڙڪي، مَڪَي ڪر دانهون.“
(شاهه: مارئي)

”پٽ منهنجو بنـد ۾ قيـد م ڪريجاهه،
”ماروءَ جـي مقام ڪسان ڏار م ڏريجاهه.“
(شاهه: مارئي)

”راڻا رنج ڏسـ ڪر، معافي مومل ڏي ڪٽي.“
(سچل: راڻو)

”مومل مهٽي هاب، راڻا ڪر ڏسـ راءِ تون.“
(سچل: راڻو)

”پئيءَ چيچ نہ چُل، منجهه تماشي نہ ٻوڙين.“
(سچل: آسا)

”خيال بزرگي ريئي چڏ تون، هڱ نہ تون مخدومي،
”ذڪي پير مشائخ ٿيءِ تون، ذڪي ٿيءِ نجومي.“
(سچل: گجري)

”مريد ڪرڻ جو خيال نہ رکجانءِ، عاشق ٿيءِ نرالو.“
(سچل: گجري)

”ننگو ڪچ ڏسـ نـڌر ڪي، نماٺين ننگپال.“
(سچل: سارنگ)

’تون ڏکو کوڙ ڳالهاءِ ۽ ڏکي امانت ۾ خيانت ڪر.‘

’تون هوندِ تي راضي رهه، ڪنهن سان رِيسَ ڪينَ ڪر.‘

## ٣- امر التجائي، التماسي يا نيازي

اهو فعل جنهن ۾ ڪم ڪرڻ جي التجا، درخواست، منٿ يا عرض ڪيل هجي، تنهن کي امر التجائي، التماسي يا نيازي چئبو آهي.

امر جي پڇاڙيءَ ۾ پڇاڙيون، جهڙوڪ: ’اِجِ‘، ’ايجِ‘ واحد ۾ ۽ ’اِجا‘، ’ايجا‘، ايجاهه ۽ ايجاءِ جمع ۾ ملائڻ سان امر نيازي ٺهندو آهي. مثلاً: آڇج، آڇيج، ۽ اڇيجا وغيره.

امر التجائيءَ جو استعمال:

”ڀورين ڪاتي ڀاءِ، ڍڪيج ڀوءِ پريتڻو.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”اندر اِي اهنج، سانڍيجِ سڪائون ڪري.“
(شاهه: ڪلياڻ)

”پڙهيا پڙهيجا، سبق انهيءَ سور جو.“
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

”ڪڍج ڪاتي ڪچ کي، ڪوڙ مَ ڪمائيج،
وڏج وهائيج، سپ سوداگر سچ جو.“
(شاهه: سريراڳ)

”اسان ڀريَن ڀاڻ ۾ گهارڻ ڏجِ گهڙي.“
(شاهه: ڪنڀات)

”موڻ تان وَڙُ وڃائيو، آئين پنهنجو وڙ ڪجاهه.“
(شاهه: حسيني)

"آءٌ جي ڏيئين سنيها، نيئي پريان ڏج."
(شاهہ: معذوري)

"ٻويون تئي پساهہ، تہ ڏجاهہ مڙهم ملير ڏي."
(شاهہ: مارئي)

"ڪري ڪانگ ڪرنشون پيرين پرين پئيج،
"ليلٰه لڳ لطيف چئي، ڳجهو ڳالهائيج."
(شاهہ: پورب)

"ساقي ڏيج سئي، سرڪ صراحيءَ مان ڪڍي."
(سچل: پيروي)

"ڪنڌ اونڌي اويج، اٿئي پهر عجيب ڪي،
اچن اوجاڳن ۾، عينان اوجاريج،
اصلون ڪين ڪهيج، ظاهر هن زبان سان."
(سچل: آسا)

"ويهہ نہ وساريج، متان ماٺ ڪري وهين،
قول اهو پاڙيج، هو جو ڪيڙئي هوت سان."
(سچل: ڪوهياري)

"الله ڪارڻ اچ، ماڳ وسائج ميندرا."
(سچل: راڻو)

"الله لڳ اڏام، تون موٽي محبوبن ڏي،
وڃي ڏيج پرينءَ کي، پاجيءَ جا پيغام،
ڪري قدمن تي پئي، سو لک ڏيج سلام."
(سچل: مالڪوس)

## فعل جا قسم

١- فعل لازمي
٢- فعل متعدّي
٣- فعل اڪر ترڪ يا فعل ٻي فاعل

۴- فعل معطوفي
۵- فعل مرڪّب

فعل لازميءَ جا هيٺيان ٽي قسم آهن:

۱- فعل لازمي
۲- فعل ناقص
۳- فعل معاون

## ۱- فعل لازمي

اهو فعل جو جملي ۾ فقط فاعل جو محتاج هجي، يا اهو فعل جنهن سان فقط فاعل جو هجڻ لازمي يا ضروري هجي، تنهن کي فعل لازمي چئبو آهي. مثلاً:

۱- هرڻ رڃ کي پاڻي سمجهي ان جي پٺيان ڊوڙندو آهي.
۲- ماءُ وڇڙيل ٻچي کي ڏسي روئي ڏنو.

مٿين جملن ۾ جيڪي فعل ڪم آندل آهن. يعني: ”ڊوڙندو آهي“ ۽ ”روئي ڏنو“، سي لازمي آهن ۽ ڏسبو تہ مذڪوره فعلن جو تعلق سڌو سنئون سندن فاعلن سان آهي. جيڪڏهن فاعل کان سواءِ جملي جا ٻيا لفظ ڪڍي ڇڏجن تڏهن بہ فعل اڪيلي سر پنهنجي فاعل سان جملي جو مطلب پورو ڏيئي سگهي ٿو. مثلاً: ”هرڻ ڊوڙندو آهي“ ۽ ”ماءُ روئي ڏنو“ وغيره.

فعل لازميءَ جو استعمال:

”ليکي سيئخ وجود ۾ سندي نينهن نٿين.“
(شاهہ: يمن ڪلياڻ)

”ساٿي سفر هليا، ڀري جنگ جهاز.“
(شاهہ: سريراڳ)

”منهنجو سن ميهار ڪسي ڀار وڃي پهتو.“
(شاهہ: سهڻي)

”سيگها محبِ ملو ته اونهي منجهان آڪران.“
(شاهه: سهڻي)

”قريبن جو ڪانگڙو ستي تار ڏئي.“
(شاهه: پورب)

”وڏا سينهڻ ملير ۾، ڏيو تڙ تڙ تماشو.“
(شاهه: مارئي)

”ويڙهيا گهمن ولڙين جهانگي منجهه جهنگن.“
(شاهه: مارئي)

”وڪر ويا وهي، ڪالهه تنهنجا ڪونجڙي.“
(شاهه: ڏهر)

”جي هتان هوت ويا، سي اچن ته آجي ڏيان.“
(شاهه: ڏهر)

”آديسي اٿي ويا، ٻيئي اڪاهي ڪب.“
(شاهه: رامڪلي)

”پيئر پاڪب وڏي، راڻو ايندو راج ۾.“
(شاهه: مومل راڻو)

”آيو ڪالهه قلم، سون ڏي محبوبن جو.“
(سچل: پيروي)

”پلر سان پُسي پيا، پٿوارن پلال.“
(سچل: سارنگ)

”ڪاريون ڏيون ڪڍن، سمي جي سهاڳ تي.“
(سچل: ڪلياڻ)

### ٣- فعل ناقص

اهو فعل جو جملي جي مطلب پوري ڪرڻ لاءِ ٻين لفظن جو محتاج رهي، تنهن کي فعل ناقص يا اڻپورو ڇڏبو آهي.

مثلاً:

’طوبيٰ بهشت ۾ هڪ وڻ آهي.‘

مٿين جملي ۾ ڏسبو ته ’آهي‘ فعل جو مدار لفظ ’وڻ‘ تي آهي، ڇاڪاڻ ته مذڪور لفظ جيڪڏهن جملي مان ڪڍي ڇڏجي ته فعل اڻپورو رهجي ويندو ۽ جملي جو پورو مطلب نه نڪرندو، تنهنڪري ’آهي‘ فعل کي ناقص سڏجي ٿو. ’وڻ‘ جملي ۾ فعل جو مدار، متمم يا پوراڻو ڪندڙ آهي. ’ٿيڻ‘، ’پوڻ‘ ۽ ’هئڻ‘ مصدرن مان جي فعل جڙن ٿا، سي سڀ ناقص آهن. مثلاً: ٿئي ٿو، ٿيا، پيو، پوندو، آهي، آهن ۽ هئا وغيره.

فعل ناقص جو استعمال:

”آءٌ پڻ تڏهانڪون، اڌ ڏکوئي آهيان.“
(شاهه: ديسي)

”هيس هندورن ۾ ڀيڻم ڪانءِ پروڙ.“
(شاهه: ليلان چنيسر)

”راجا جي رنگ محل ۾ هنڌ هنڌ پيئي هوڪ.“
(شاهه: سورٺ)

”نڌرڪي نصيب ٿئي شل پنهونءَ جو پاڙو.“
(سچل: ڪوهياري)

”هتنيا لڌي حورن، عاشق عقبيٰ جا ٿيا.“
(سچل: آسا)

پارس ”لڳي سون ٿيون، لوهاٺيون لوريون.“
(سچل: ڪلياڻ)

”نه ڪنهن روءِ نه رنگ، هئا بيهودا ٻچڙا،
”اڄ پڻ انهن جي ٽيا، پيرن هيٺ پلنگ.“
(سچل: ڪلياڻ)

”مسجد ۽ محراب جي ڪاٺي چڻن چاڻ.“
(سچل: متفرقه)

## ٣- فعل معاون

فعل معاون اهو فعل آهي جو ٻئي فعل جي صيغن يا زمانن ڏاهڻ ۾ مدد ڪري ۽ اڻپوري فعل جي معنيٰ کي پورو ڪري يا ان کي اضافي معنيٰ ڏئي. ’معاون‘ لفظ جي معنيٰ آهي ’مددگار‘، انهيءَ ڪري هن فعل کي مددگار، مددي يا امدادي فعل به چئبو آهي.

عام طرح ’ٿيڻ‘، ’پوڻ‘، ’هئڻ‘، ’سگهڻ‘ ’رهڻ‘ ۽ ’وڃڻ‘ مصدرن جا مختلف صيغا فعل معاون جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا آهن. مثلاً:

١- الله وٽ اهو ماڻهو عزيز آهي جو پنهنجي هٿن جو پورهيو ڪري روزي ڪمائي ٿو.

٢- گهٽ ڪم ڪرڻ سان ماڻهو ٿڪجي پوندو آهي.

٣- ننڍڙو ٻار هرڪنهن کي وڻندو آهي.

٤- دوست کي خط مليو هوندو.

٥- موت کي ڪوئي مات نٿو ڪري سگهي.

٦- ٻار کي هڪ دفعو ڪنهن بري ڪم جي عادت پئي ته هو وڏي هوندي به اهو ڪم ڪندو رهندو.

٧- فقير انهيءَ کي چئبو جيڪو سدائين پين جي اڳيان هٿ ٽنگيندو وتي.

مٿين جملن ۾ ’ٿو‘، ’پوندو‘، ’آهي‘، ’هوندو‘، ’سگهي‘، ’رهندو‘ ۽ ’وتي‘ فعل معاون جا لفظ آهن.

مڪيه فعل اگرچه ذاتي طرح پوري معنيٰ ڏيئي سگهي ٿو، پر انهيءَ کي به فعل معاون جي ضرورت پوندي آهي، نه ته ان جا مختلف زمان يا صيغا نه ٺهي سگهندا.

مڪيه فعل سان فعل معاون جو گردان هيٺ ڏجي ٿو. مڪيه فعل کي ڏنگين ۾ رکيو ويو آهي ته جيئن معاون جو استعمال ظاهر ٿئي.

(١)



| | مذڪر: واحد | مذڪر: جمع | مؤنث: واحد | مؤنث: جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪريان) ٿو، پيو | (ڪريون) ٿا، پيا | (ڪريان) ٿي، پئي | (ڪريون) ٿيون، پيون، پئون |
| حاضر: | (ڪرين) ٿو، پيو | (ڪريو) ٿا، پيا | (ڪرين) ٿي، پئي | (ڪريو) ٿيون، پيون، پئون |
| غائب: | (ڪري) ٿو، پيو | (ڪن) ٿا، پيا | (ڪري) ٿي، پئي | (ڪن) ٿيون، پيون، پئون |

(٢)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪندو) آهيان | (ڪندا) آهيون | (ڪندي) آهيان | (ڪنديون) آهيون |
| حاضر: | (ڪندو) آهين | (ڪندا) آهيون | (ڪندي) آهين | (ڪنديون) آهيو |
| غائب: | (ڪندو) آهي | (ڪندا) آهن | (ڪندي) آهي | (ڪنديون) آهن |

| | مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| | | (٣) | | |
| متڪلم: | (ڪندو) هوندس | (ڪندا) هونداسون، هونداسين | (ڪندي) هوندس، هونديس | (ڪنديون) هونديون سون، هونديون سين |
| حاضر: | (ڪندو) هوندين | (ڪندا) هوندؤ | (ڪندي) هوندينءَ | (ڪنديون) هوندؤ |
| غائب: | (ڪندو) هوندو | (ڪندا) هوندا | (ڪندي) هوندي | (ڪنديون) هونديون |
| | | (٤) | | |
| متڪلم: | (ڪري) سگهان ٿو | (ڪري) سگهون ٿا | (ڪري) سگهان ٿي | (ڪري) سگهون ٿيون |
| حاضر: | (ڪري) سگهين ٿو | (ڪري) سگهو ٿا | (ڪري) سگهين ٿي | (ڪري) سگهو ٿيون |
| غائب: | (ڪري) سگهي ٿو | (ڪري) سگهو ٿا | (ڪري) سگهي ٿي | (ڪري) سگهن ٿيون |
| | | (٥) | | |
| متڪلم: | (ڪرڻو) اٿم | (ڪرڻو) اٿئون | (ڪرڻو) اٿم | (ڪرڻو) اٿئون |
| حاضر: | (ڪرڻو) اٿيئي | (ڪرڻو) اٿوَ | (ڪرڻو) اٿيئي | (ڪرڻو) اٿوَ |
| غائب: | (ڪرڻو) اٿس | (ڪرڻو) اٿن | (ڪرڻو) اٿس | (ڪرڻو) اٿن |

( ٦ )

متڪلم: (ڪيم) ٿي، پئي — (ڪيوسون، ڪيوسين) ٿيي، پئي — (ڪيم) ٿي، پئي — (ڪيوسون، ڪيوسين) ٿيي، پئي

حاضر: (ڪيئَيءِ) ٿي، پئي — (ڪيئُوَ) ٿي، پئي — (ڪيئَيءِ) ٿي، پئي — (ڪيئُو) ٿي، پئي

غائب: (ڪيو، ڪيائين) ٿي، پئي — (ڪيائون) ٿي، پئي — (ڪيو، ڪيائين) ٿي، پئي — (ڪيائون) ٿي، پئي

( ٧ )

متڪلم: (ڪيو) اٿم — (ڪيو) اٿئون — (ڪيو) اٿم — (ڪيو) اٿئون

حاضر: (ڪيو) اٿيئي — (ڪيو) اٿوَ — (ڪيو) اٿيئي — (ڪيو) اٿوَ

غائب: (ڪيو) اٿس — (ڪيو) اٿن — (ڪيو) اٿس — (ڪيو) اٿن

( ٨ )

متڪلم: (ڪيو) هوم، هيئم — (ڪيو) هئو سون، هئوسين — (ڪيو) هوم، هيئم — (ڪيو) هئوسون، هئوسين

حاضر: (ڪيو) هيئَيءِ — (ڪيو) هيئُوَ — (ڪيو) هيئَي — (ڪيو) هيئُوَ

غائب: (ڪيو) هو، هئائين — (ڪيو) هون، هئائون — (ڪيو) هو، هئائين — (ڪيو) هون، هئائون

( ٩ )

متڪلم: (ڪندو) هوس — (ڪندا) هئاسون، هئاسين — (ڪندي) هيس — (ڪنديون) هيون سون، هيون سين

| | مذکر واحد | مذکر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| حاضر: | (ڪندو) هئين | (ڪندا) هيئو | (ڪندي) هئينءَ | (ڪنديون) هيئو |
| غائب: | (ڪندو) هو | (ڪندا) هئا | (ڪندي) هئي | (ڪنديون) هيون |

(١٠)

| | مذکر واحد | مذکر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪيو) هوندم | (ڪيو) هوندوسون، هوندوسين | (ڪيو) هوندم | (ڪيو) هوندوسون، هوندوسين |
| حاضر: | (ڪيو) هوندءِ | (ڪيو) هوندوَ | (ڪيو) هوندءِ | (ڪيو) هوندوَ |
| غائب: | (ڪيو) هوندو، هونداٸين | (ڪيو) هوندن، هونداٸون | (ڪيو) هوندو، هونداٸين | (ڪيو) هوندن، هونداٸون |

(١١)

| | مذکر واحد | مذکر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪري) سگهيس ٿي، پئي | (ڪري) سگهياسون ٿي، پئي | (ڪري) سگهيس ٿي، پئي | (ڪري) سگهيون سون، ٿي، پئي |
| حاضر: | (ڪري) سگهئين ٿي، پئي | (ڪري) سگهيئو، سگهيؤ ٿي، پئي | (ڪري) سگهيينءَ ٿي، پئي | (ڪري) سگهيئونَ، سگهيؤ ٿي، پئي |
| غائب: | (ڪري) سگهيو ٿي، پئي | (ڪري) سگهيا ٿي، پئي | (ڪري) سگهيي ٿي، پئي | (ڪري) سگهيون ٿي، پئي |

(١٢)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪريان) ها | (ڪريون) ها | (ڪريان) ها | (ڪريون) ها |
| حاضر: | (ڪرِين) ها | (ڪريو) ها | (ڪرِين) ها | (ڪريو) ها |
| غائب: | (ڪري) ها | (ڪن) ها | (ڪري) ها | (ڪن) ها |

(١٣)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪندُس) پيو | (ڪنداسون، ڪنداسين) پيا | (ڪندَس، ڪنديَس) پئي، پيئي | (ڪنديون سون، ڪنديون سين) پيون، پيئون |
| حاضر: | (ڪندين) پيو | (ڪندؤ) پيا | (ڪندِينءَ) پئي، پيئي | (ڪندَيؤ) پيون، پيئون |
| غائب: | (ڪندو) پيو | (ڪندا) پيا | (ڪندِي) پئي، پيئي | (ڪنديون) پيون، پيئون |

(١٤)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪندو) رهندُس،<br>وتندُس | (ڪندا) رهنداسون،<br>رهنداسين،<br>وتنداسون،<br>وتنداسين | (ڪندِي) رهندَس،<br>رهنديَس،<br>وتندَس،<br>وتنديَس. | (ڪنديون) رهنديون سون،<br>رهنديون سين،<br>وتنديون سون،<br>وتنديون سين |
| حاضر: | (ڪندو) رهندين،<br>وتندين | (ڪندا) رهندؤ،<br>وتندؤ | (ڪندِي) رهندِينءَ<br>وتندِينءَ | (ڪنديون) رهنديَؤ،<br>رهنديَؤ،<br>وتنديَؤ |

| | مذڪر — واحد | مذڪر — جمع | مؤنث — واحد | مؤنث — جمع |
|---|---|---|---|---|
| غائب: | (ڪندو) رهندو، وتندو | (ڪندا) رهندا، وتندا | (ڪندي) رهندي، وتندي | (ڪنديون) رهنديون، وتنديون |

(١٥)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪري) سگهندُس | (ڪري) سگهنداسون، سگهنداسين | (ڪري) سگهندَس، سگهنديس | (ڪري) سگهنديونسون، سگهنديونسين |
| حاضر: | (ڪري) سگهندين | (ڪري) سگهندؤ | (ڪري) سگهندينءَ | (ڪري) سگهنديؤ |
| غائب: | (ڪري) سگهندو | (ڪري) سگهندا | (ڪري) سگهندي | (ڪري) سگهنديون |

(١٦)

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| متڪلم: | (ڪرڻو) پوندُم | (ڪرڻو) پوندوسون، پوندوسين | (ڪرڻو) پوندُم | (ڪرڻو) پوندوسون، پوندوسين |
| حاضر: | (ڪرڻو) پوندُءِ | (ڪرڻو) پوندُوَ | (ڪرڻو) پوندُءِ | (ڪرڻو) پوندُوَ |
| غائب: | (ڪرڻو) پوندُس | (ڪرڻو) پوندُن | (ڪرڻو) پوندُس | (ڪرڻو) پوندُن |

فعل معاون جو استعمال:

"ڪوهه ٿو ڪاغذ ڪورئين، ويٺو وڃائين مس."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"رهيا آهن روح ۾، نت جني جا نيڻ."
(شاهه: ڪنڀات)

"مون ٿي ڄڃيءَ ڪاڻ، پتي ٻاڙ م مڪڙي."
(شاهه: سريراڳ)

"جن ڏٺا تن چيا تم اڇهي ٿا اڇن."
(شاهه: سريراڳ)

"ڪانڌين ڏانڌين ٻاپرين، پڇان مر ڀيٺيءِ."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"ويچاريءَ وڏڪار، اڳ نه ڏٺو هو ڪڏهن."
(شاهه: سسئي)

"پيرِيءَ ۾ پيٺيءِ، اکيون آريءَ ڏي ڪٺي."
(شاهه: معذوري)

"پريان پير پري، تو لڳي آئيو آهيان."
(شاهه: سورٺ)

"ڪري نه سگهان ڪاءِ، انهين سنڌي ڳالهڙي."
(شاهه: ڪاهوڙي)

"تني ڪي پوڙي، ساهڙ سگهي ڪين ڪي."
(شاهه: سهڻي)

"اکر لکن نه دل تي، ٿا ڪاغذ ڪارا ڪن."
(سچل: آسا)

"ڏيو ٻاري سچ ڪي، ٿي ڏاهرين ڏٺو."
(سچل: آسا)

"ابرو ڪش ڪمان، مارن ڌا محتاجن کي."
(سچل: پيروي)

"اوتي اکڙين مان پيو، ٻاراني ٻحر."
(سچل: پيروي)

"انشي پهر اٺ، ڌو اوکو اوکاري."
(سچل: پيروي)

"هڪ واڇوڙا واٽ تي، ٻي وسي ڌڻي واري."
(سچل: ڪوهياري)

"سر سريلا سوز جا، سارنگ ڌو سوري."
(سچل: سارنگ)

"جن ڌي پاليا پيٽ، ڪمن ڪالورن سان،
"سي تا تيل قليل سان، ڌيون ملائن ميٽ."
(سچل: ڪلياڻ)

"مسڪڻ ۽ ماڪين جا چڻن ڌا چاڻا."
(سچل: ڪلياڻ)

"ڪاريون ڌيون ڪڏن، سمي جي سهاڳ تي."
(سچل: ڪلياڻ)

"سورٺ مٿان منگتي، گهوران ڌڀي گهوري."
(سچل: سورٺ)

"عمر مون ڏي آيا، ابائون عتاب،
"ڪيئين محلين مارئي، ڌڀي قورما ڪباب."
(سچل: ڪنيات)

"وس نه ويڙهيچڻ جو، ڌو لکيو لوڙائي."
(سچل: ڪنيات)

"آندو اٿم پاڻ سان، نيهه پريو ناهو."
(سچل: مالڪوس)

"ويٺو آهه وڪوڙجي، ڪنين ڪسي ڪوڙي."
(سچل: مالڪوس)

"سنيهن ۾ سور، ڇوي ٿو ڇهنب سان."
(سچل: مالڪوس)

"ڏار چڙهيو ڏاهو، ٿو ڏيم دلاسا دل کي."
(سچل: مالڪوس)

## ٢- فعل متعدي

اهو فعل جنهن جي مطلب ظاهر ڪرڻ لاءِ فاعل سان گڏ مفعول جي ضرورت پوي، تنهن کي فعل متعدي چئبو آهي. مثلاً:

١- الله هر جيوَ کي رزق پهچائي ٿو.
٢- سج سارو جهان روشن ڪري ٿو.
٣- شيطان انسان جي دل ۾ وسوسا پيدا ڪندو آهي.

مٿين جملن ۾ 'پهچائي ٿو'، 'روشن ڪري ٿو' ۽ 'پيدا ڪندو آهي' متعدي فعل آهن. 'پهچائي ٿو' فعل جو فاعل آهي. 'الله' ۽ فقط فاعل سان فعل جو مطلب واضح نه ٿو ٿئي، تنهن ڪري جملي ۾ مفعول آندو ويو آهي، جو آهي 'رزق'. ساڳي طرح ٻئي ۽ ٽئين جملي ۾ فاعل آهن 'سج' ۽ 'شيطان' جي پڻ مطلب جي وضاحت لاءِ مفعول جا محتاج آهن، انهن جا مفعول جدا جدا آهن 'جهان' ۽ 'وسوسا'. هن مان معلوم ٿيو ته فعل متعدي جو لاڳاپو فاعل توڙي مفعول ٻنهي سان هوندو آهي.

فعل متعدي جا ٽي قسم آهن:

١- متعدي معروف.
٢- متعدي مجهول.
٣- متعدي بالواسطه يا فعل سببي.

## 1- فعل متعدي معروف

متعدي معروف اهو فعل آهي جنهن جو فاعل ڄاڻايل هجي. مٿي ڏنل جملن ۾ ڪم آندل فعل: 'پهچائي ٿو'، 'روشن ڪري ٿو' ۽ 'پيدا ڪندو آهي'. متعدي معروف جا مثال آهن.

بعضي عبارت ۾ فاعل ڄاڻايل نه هوندو آهي، تڏهن به فعل معروف ٿي سڏبو آهي، ڇاڪاڻ ته فاعل يا ته ڳجهو هوندو آهي يا وري فعل ۾ خود فاعل جو مفهوم سمايل هوندو آهي. مثلاً:

١- تو ڏي جلد خط لکندس.

٢- ڪجهه پاڇي ٻڇاءَ ته ميهڻ وسندي ڪم آڻي سگهين.

مٿين جملن ۾ فاعل استعمال ٿيل ڪونهي، پر ڪم آندل فعل: 'لکندس'، 'بچاءِ' ۽ 'ڪم آڻي سگهين' متعدي معروف آهن، ڇاڪاڻ ته 'لکندس' فعل جو مطلب آهي 'مان لکندس'-۽ 'بچاءِ' ۽ 'ڪم آڻي سگهين' فعلن جو فاعل آهي 'تون'، جو ڳجهو آهي.

فعل متعدي معروف جو استعمال:

"ڄانگا چندن نه چرين، ميا ڍٽين نه موڪ."
(شاهه: ڪنڀات)

"ڏنگيءَ ۾ داڻا وٺي وڃهه وڪر جسا."
(شاهه: سريراڳ)

"جيڪي ڏنئي تار ۾ ڪنڍيءَ سو ڪهيج."
(شاهه: سهڻي)

"اڄ پڻ اڪـڙيـن، سڄڻ پنهنجا ساريا."
(شاهه: ٻروو)

"آءٌ ڪيئن لوئي لاهيان، ڪارڻ ٻن ڏينهان."
(شاهه: مارئي)

"سوريءَ سارو ابر ۾ لوئين ڪين لڌو."
(سچل: آسا)

"عشق اهو آئيءَ کان سکيو ساميڙن،"
(سچل: آسا)

"روز ازل استاد اسان کي سٽ پريت جي پاڙهي."
(سچل: گجري)

"عاشق پـيـن زقوم هـٿـان حبيبن جي."
(سچل: پيروي)

"پڙهي پروانو، مون کي جلد جواب ڏي."
(سچل: مالڪوس)

"آئي ڪانگ ڏنياس، ڪتابت قريب جي."
(سچل: مالڪوس)

"ڪانگا ڪتابت، ساري ساڏيج ساهه سين،
اها امانت، ٻـي ڪنهن عـام نـه آڇئين."
(سچل: مالڪوس)

"نـنـڍن ۾ نهاريان، پـکـڙا ۽ پنـهـوار."
(سچل: ڪنيات)

"اوڏهن اڏاريام، ڪل لهڻ لاءِ ڪانگڙا."
(سچل: ڪنيات)

## ٣- فعل متعدي مجهول

اهو فعل متعدي، جنهن جو فاعل ڄاڻايل نہ هجي ۽ ان جو مفعول فاعل جو قائم مقام هجي، تنهن کي فعل متعدي مجهول چئبو آهي. مجهول جي معنيٰ آهي: 'اڻڄاتل'.

مثلاً:

١- ڪائنات کي هڪ مقرر عرصي لاءِ **خلقيو ويو آهي.**
٢- مغرور انسان کي دوزخ جي باهہ ۾ **وڌو ويندو.**
٣- زمين هر سال **کيڙبي آهي.**

مٿين جملن ۾ 'خلقيو ويو آهي'، 'وڌو ويندو' ۽ 'کيڙبي آهي' متعدي مجهول جا صيغا آهن، جن ۾ اصل فاعل: 'ڪائنات جو خالق'، 'باهہ ۾ وجهڻ وارو' ۽ 'زمين کيڙڻ وارو' ڄاڻايل ڪونهن ۽ انهن جي جاءِ تي مفعول جي لفظن: 'ڪائنات'، 'انسان' ۽ 'زمين' کي نمايان ڪيو ويو آهي.

فعل متعدي مطلق هجي يا مشتق، ان جي صورت معروفي توڙي مجهولي ٿي سگهي ٿي.

مجهول جي صيغي جو استعمال خاص طرح چئن حالتن ۾ ٿيندو آهي:

١- جڏهن فاعل جي حيثيت غيرمعمولي يا اعليٰ درجي جي هوندي آهي.
٢- جڏهن فاعل جي خبر نہ هوندي آهي.
٣- جڏهن فاعل کي هرويرو لڪايو يا ڳجهو رکيو ويندو آهي.
٤- جڏهن مفعول کي فاعل کان وڌيڪ نمايان ڪرڻ جو خيال هوندو آهي.

متعدي مجهول جون ترڪيبون:

١- اسم مفعول جي پٺيان 'وڃڻ' مصدر جو گهربل صيغو جنس ۽ عدد مطابق آڻڻ سان متعدي مجهول ٺهندي آهي. مثلاً:

| مذکر واحد | مذکر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|
| پڙهيو وڃي ٿو | پڙهيا وڃن ٿا | پڙهي وڃي ٿي | پڙهيون وڃن ٿيون |
| پڙهيو ويندو آهي | پڙهيا ويندا آهن | پڙهي ويندي آهي | پڙهيون ويندیون آهن |
| پڙهيو ويندو هوندو | پڙهيا ويندا هوندا | پڙهي ويندي هوندي | پڙهيون ويندیونهونديون |
| پڙهيو ويو | پڙهيا ويا | پڙهي وئي | پڙهيون وئون |
| پڙهيو ويو آهي | پڙهيا ويا آهن | پڙهي وئي آهي | پڙهيون وئون آهن |
| پڙهيو ويو هو | پڙهيا ويا هئا | پڙهي وئي هئي | پڙهيون وئون هيون |
| پڙهيو ويو هوندو | پڙهيا ويا هوندا | پڙهي وئي هوندي | پڙهيون وئون هونديون |
| پڙهيو ويندو هو | پڙهيا ويندا هئا | پڙهي ويندي هئي | پڙهي ويندیون هيون |
| پڙهيو ويندو | پڙهيا ويندا | پڙهي ويندي | پڙهيون ويندیون |

٢- متعدي مجهول جي مصدر جا صيغا جنس ۽ عدد مطابق آڻڻ سان فعل متعدي مجهول ٺهندو آهي. عام طرح متعدي معروف جي مصدر جي پوئين ’ڻ‘ جي اڳيان حرف ’ج‘ آڻڻ سان متعدي مجهول جي مصدر ٺهندي آهي. مثلاً:

| متعدي معروف جي مصدر | متعدي مجهول جي مصدر |
|---|---|
| پڙهڻ | پڙهجڻ |
| ڇڏڻ | ڇڏجڻ |
| سکڻ | سکجڻ |
| ڪَڍڻ | ڪَڍجڻ |
| وٺڻ | وٺجڻ |
| وڍڻ | وڍجڻ |
| ڪاهڻ | ڪاهجڻ |
| ڪاڙهڻ | ڪاڙهجڻ |
| مارڻ | مارجڻ |
| هارڻ | هارجڻ |
| ڏسڻ | ڏسجڻ |
| سيبڻ | سيبجڻ |
| لِکڻ | لِکجڻ |
| چيرڻ | چيرجڻ |
| ليکڻ | ليکجڻ |
| ڪُٽڻ | ڪُٽجڻ |
| گهُرڻ | گهُرجڻ |
| لُٽڻ | لُٽجڻ |
| چُوسڻ | چُوسجڻ |
| لُوڙهڻ | لُوڙهجڻ |
| ڪولڻ | ڪولجڻ |
| ڳولڻ | ڳولجڻ |

| | |
|---|---|
| لوڙڻ | لوڙجڻ |
| ليکڻ | ليکجڻ |
| ويڙهڻ | ويڙهجڻ |

مجهول جي ڪن ترڪيبن ۾ معروف جي مصدر جا ڪي حرف، جهڙوڪ، 'ڏ'، 'ر'، 'هه' ۽ 'ڻ' جدا جدا 'جهه'، 'ج'، 'ي' يا 'س' ۽ 'پ' يا 'ڄ' ۾ تبديل ٿيندا آهن. مثلاً:

| | |
|---|---|
| ٻڌڻ | ٻجهڻ، ٻڌجڻ |
| رڌڻ | رجهڻ، رڌجڻ |
| ڪرڻ | ڪجڻ |
| ڏهڻ | ڏيڻ |
| لهڻ | لڀڻ |
| ڪُهڻ | ڪُسڻ |
| گهڻ | گسڻ |
| کاڻڻ | کاڄڻ |
| ڏوڻڻ | ڏوپڻ، ڏوڻجڻ |

گردان:

| مذکر — واحد | مذکر — جمع | مؤنث — واحد | مؤنث — جمع |
| --- | --- | --- | --- |
| لکجي ٿو، پيو | لکجن ٿا، پيا | لکجي ٿي، پيئي | لکجن ٿيون، پيئون |
| لکيي سگهجي ٿو | لکيي سگهجن ٿا | لکيي سگهجي ٿي | لکيي سگهجن ٿيون |
| لکجي ويو آهي | لکجي ويا آهن | لکجي ويئي آهي | لکجي ويئون آهن |
| لکجي ويندو آهي | لکجي وينڊا آهن | لکجي ويندي آهي | لکجي وينديون آهن |
| لکجي ويو | لکجي ويا | لکجي ويئي | لکجي ويئون |
| لکجي ويو هو | لکجي ويا هئا | لکجي ويئي هئي | لکجي ويئون هيون |
| لکجي ويندو هو | لکجي وينڊا هئا | لکجي ويندي هئي | لکجي وينديون هيون |
| لکجي ها | لکجن ها | لکجي ها | لکجن ها |
| لکجي وڃي ها | لکجي وڃن ها | لکجي وڃي ها | لکجي وڃن ها |
| لکجي ويندو | لکجي وينڊا | لکجي ويندي | لکجي وينديون |

٣- مجهول جي هڪ ٻي صورت، مجهول جي مصدر جي حرف "ج" "ب" ۾ تبديل ڪرڻ سان ٺهندي آهي، جا جنس ۽ عدد ۾ ڦري سگهندي آهي. مثلاً: چئبو، ڳولبو ۽ ليکبو وغيره. مجهول جي هن ترڪيب مان مستقبل ۾ ڪم ٿيڻ يا هلندڙ يا گذريل زماني ۾ هميشه جاري رهڻ جي معنيٰ نڪرندي آهي، جيئن هيٺ ڏنل گردان مان معلوم ٿيندو:

| مذڪر واحد | مذڪر جمع | مؤنث واحد | مؤنث جمع |
|---|---|---|---|
| ليکبو | ليکبا | ليکبي | ليکبيون |
| ليکبو آهي | ليکبا آهن | ليکبي آهي | ليکبيون آهن |
| ليکي سگهبو آهي | ليکي سگهبا آهن | ليکي سگهبي آهي | ليکي سگهبيون آهن |
| ليکبو هو | ليکبا هئا | ليکبي هئي | ليکبيون هيون |
| ليکي سگهبو هو | ليکي سگهبا هئا | ليکي سگهبي هئي | ليکي سگهبيون هيون |

٤- متعدي معروف جي مصدر جو حرف علت ڪڍڻ سان مجهول جو صيغو ٺهندو آهي، مثلاً:

| متعدي معروف جي مصدر | مجهول جو صيغو |
|---|---|
| ٻارڻ | ٻَرڻ |
| تارڻ | تَرڻ |
| ٿاهڻ | ٿَهڻ |
| ڊاهڻ | ڊَهڻ |
| چارڻ | چَرڻ |
| چاڙهڻ | چَڙهڻ |
| ڍاهڻ | ڍَهڻ |
| ڪارڻ | ڪَرڻ |
| ڳارڻ | ڳَرڻ |
| لاهڻ | لَهڻ |
| مارڻ | مَرڻ |
| ٻورڻ | ٻُرڻ |
| جوڙڻ | جُڙڻ |
| جهورڻ | جهُرڻ |
| چورڻ | چُرڻ |
| چوڙڻ | چُڙڻ |
| سورڻ | سُرڻ |
| لوڏڻ | لُڏڻ |
| لوڙهڻ | لُڙهڻ |
| موڙڻ | مُڙڻ |
| ٽيڙڻ | ٽِڙڻ |
| ڦيرڻ | ڦِرڻ |
| ريڙهڻ | رِڙهڻ |

| | |
|---|---|
| کيرڻ | ڪِرڻ |
| کيڙڻ | کِيڙڻ |
| ميڙڻ | مِيڙڻ |
| هيرڻ | هِرڻ |

٥- متعدي معروف جي مصدر جو وچون حرف جيڪڏهن 'و' هوندو، ته مجهولي صورت ۾ اهو منجهي 'ءِ' ٿي ويندو. مثلاً:

| | |
|---|---|
| چوڻ | چئِجڻ |
| ڏنوڻ | ڏنئِجڻ |
| لنوڻ | لنئِجڻ |

فعل متعدي مجهول جو استعمال:

"توڻي ڪُسن ڪات، ته به سا ڳي سلن ڪين ڪي."
(شاهه: يمن ڪلياڻ)

"چتان جي نه چُرن، الا ان مَ وِسران."
(شاهه: ساموئڊي)

"صباح سيڻي، پسبيون پاتار ۾."
(شاهه: سهڻي)

"هتان لاهوتي لڏ ته ڪرسين ڪڏ جِين ڪاڙي."
(شاهه: رامڪلي)

"جي ڏائين جوڳي ٿيان، ته طمع ڇڏ تمام،
ته نانگا تنهنجو نام، لڪجي لاهوت ۾."
(شاهه: رامڪلي)

"طالب العقبيٰ مخنث، مرد نه سي چئجن."
(سچل: آسا)

"حبيبن ڏنهن، هينءَ، اديسون لکجي آيو."
(سچل : پيروي)

"ويندي وير چانگن جو چڙيو کين چڙو."
(سچل: ڪوهياري)

"مارڪ مرن جي، ور تني کي ويجهڙو."
(سچل : ڪوهياري)

"مون کي گهرجين تون، لوڪ رڏوئي گهوريو."
(سچل : ڪوهياري)

"تنبوءَ جا طناب، اڄ ڪتا کينجهر ڪنڌئين."
(سچل : ڪلياڻ)

"جوڳي جال ڏنام، پر ڪوڪو ليي ڪاپڙي."
(سچل : جوڳ)

"سي لانگوٽيا لعل، پيئر پاڪ مڙن مون."
(سچل : جوڳ)

"سچل ساميڙن تي سحبت وسي موڪ."
(سچل : جوڳ)

"سچڻ ڏانهن سنجهي، ڏاهو ڏ ِکجي آيو."
(سچل : مالڪوس)

'جنگ ۾ بيشمار ماڻهو قتل ٿين ٿا.
'انسان جا روز مره جا ڪرتوت لکبا آهن.'
'گنهگار ماڻهو، دوزخ ڏانهن تڙيا ويندا.'
'جبلن جي اتاهين چوٽين تي برف ڪرندي آهي.'

## ٣- فعل متعدي بالواسطہ يا فعل سببي

اهو فعل متعدي، جنهن جو فاعل پاڻ ڪم نہ ڪري، ٻئي جي وسيلي يا واسطي سان ڪم ڪرائي، تنهن کي متعدي بالواسطہ يا فعل سببي چئبو آهي؛ سببي انهيءَ ڪري چئجي ٿو جو فاعل ڪم ڪرائڻ جو سبب بڻجي ٿو.

فعل بالواسطہ يا سببي ٺاهڻ جا طريقا هيٺ ڏجن ٿا:

١- متعدي فعل جي مصدر جي پوئين 'ڻ' جي اڳيان الف ممدود ساڻ همزه (آء) آڻڻ سان متعدي بالواسطہ جي مصدر ٺهي پوندي. مثلاً:

| متعدي فعل جي مصدر | متعدي بالواسطہ جي مصدر |
| --- | --- |
| اَڏڻ | اَڏائڻ |
| ٻَڌڻ | ٻَڌائڻ |
| چَوڻ | چَوائڻ |
| ڇَڏڻ | ڇَڏائڻ |
| ڪَرڻ | ڪَرائڻ |
| ڪٽڻ | ڪٽائڻ |
| پارڻ | پارائڻ |
| چاٽڻ | چاٽائڻ |
| چارڻ | چارائڻ |
| سارڻ | سارائڻ |
| مارڻ | مارائڻ |
| چِيڪڻ | چِيڪائڻ |
| سِبڻ | سِبائڻ |
| ڳِهڻ | ڳِهائڻ |
| لِڪڻ | لِڪائڻ |
| پيڙڻ | پيڙائڻ |

| | |
|---|---|
| ڀيهڻ | ڀيهائڻ |
| ڇيرڻ | ڇيرائڻ |
| ليڪڻ | ليڪائڻ |
| پڇڻ | پڇائڻ |
| ڏُهڻ | ڏُهائڻ |
| ڪُٺڻ | ڪُٺائڻ |
| گهُرڻ | گهُرائڻ |
| پُونڻ | پُونائڻ |
| پُورڻ | پُورائڻ |
| چُوسڻ | چُوسائڻ |
| ڪُوڙڻ | ڪوڙائڻ |
| ٻوڙڻ | ٻوڙائڻ |
| پوڪڻ | پوڪائڻ |
| ڪونڻ | ڪونائڻ |
| ڳولڻ | ڳولائڻ |
| ڦيرڻ | ڦيرائڻ |
| ڪيرڻ | ڪيرائڻ |
| ميڙڻ | ميڙائڻ |
| هيرڻ | هيرائڻ |

٢- متعدي فعل جي مصدر جي پوئين ’ڻ‘ جي اڳيان الف ممدود ساڻ حرف ’ر‘ آڻڻ سان متعدي بالواسطه جي مصدر جڙندي آهي. مثلاً:

| متعدي فعل جي مصدر | متعدي بالواسطه جي مصدر |
|---|---|
| ٻڌڻ | ٻڌارڻ |
| ڏيڻ | ڏيارڻ |

٣- متعدي فعل جي مصدر جي اصل فعل پٺيان حرف 'ر' جو اضافو ڪرڻ سان متعدي بالواسطه جي مصدر ٺهندي آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| آڏائڻ | آڏرائڻ |
| چَوائڻ | چورائڻ |
| چَڙائڻ | چَڙرائڻ |
| چِڪائڻ | چِڪرائڻ |
| سِبائڻ | سِبرائڻ |
| ڪَڍائڻ | ڪَڍرائڻ |
| لَٽائڻ | لَٽرائڻ |
| لِيڪائڻ | لِيڪرائڻ |
| وَڍائڻ | وَڍرائڻ |

٤- متعدي بالواسطه جي مصدر جي اصل فعل پٺيان الف (ا) ملائڻ سان ٻٽي بالواسطه جي مصدر ٺهندي آهي، جنهن کي ٻٽو بالواسطه چئبو آهي. ٻٽي بالواسطه جو مطلب آهي ته فاعل، جو ڪم ڪرائي ٿو، اهو ڪنهن ٻئي جي مدد سان ڪرائي ٿو، جو خود وري ٻئي جو سهارو وٺي ٿو، مثلاً:

| متعدي بالواسطه جي مصدر | ٻٽي بالواسطه جي مصدر |
|---|---|
| آڏرائڻ | آڏارائڻ |
| ٻَڌرائڻ | ٻَڌارائڻ |
| پَچرائڻ | پَچارائڻ |
| چَورائڻ | چَوارائڻ |
| لَٽرائڻ | لَٽارائڻ |
| لِکرائڻ | لِکارائڻ |
| مَچرائڻ | مَچارائڻ |
| نَچرائڻ | نَچارائڻ |

| | |
|---|---|
| وَڇرائڻ | وَڇارائڻ |
| وَڏرائڻ | وَڏارائڻ |
| هَلرائڻ | هلارائڻ |

٥- متعدي فعل يا بالواسطه جي مصدر جي پوئين 'ڻ' جي اڳيان الف ممدود ساڻ همزه (آء) آڻڻ سان ٻئي بالواسطه جي مصدر ڏهندي آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| آٿارڻ | آٿارائڻ |
| ڏُٿارڻ | ڏُٿارائڻ |
| سُڌارڻ | سُڌارائڻ |
| وِسارڻ | وِسارائڻ |

فعل متعدي(١) بالواسطه جو استعمال:

"اسان ڏکشي ڏيل ۾، تون پيارگين پيچ."
(شاهه: ڪلياڻ)
"سميون ڪري سينگار، راڻ ريجهائڻ آئيون."
(شاهه: ڪاموڏ)
"سي مڙهايان سون سين، ڀڪي تنهنجا پير."
(شاهه: پورب)
"جن جو تونهين تون، سي پياد يون ڦهڪائيين."
(شاهه: ديسي)
"يسار سڏائي سيڪو جاني زباني."
(شاهه: بروو)
"ڪنبي ڪرايان تو سندا، ساڻ جواهرن جڙاء."
(سچل: مالڪوس)

---

(١) مٿين مثالن ۾ ڏنل فعل اگرچه ظاهري طرح متعدي معروف جي صورت ۾ آهن، پر جيئن ته انهن ۾ بالواسطه جو مفهوم سمايل آهي، تنهنڪري انهن کي بالواسطه ڪري ڏيکاريو ويو آهي.

'ملڪيت هٿ ڪرڻ لاءِ ڪڏهن پنهنجا پنهنجن کي مارائيندا آهن.'

'اڻپڙهيل ماڻهو خط ۽ دستاويز وغيره ٻين کان لکرائيندا آهن.'

'حاڪم جڏهن ضد تي چڙهندو آهي ته هن کي مشڪل کو هيارائي سگهندو آهي.'

### ۴. فعل اڪرترڪ يا فعل بي فاعل:

اهو فعل جو جملي ۾ ڪنهن فاعل جو محتاج نه هجي، تنهن کي اڪرترڪ يا فعل بيفاعل چئبو آهي. هي فعل هميشه مجهولي صورت ۾ هوندو آهي.

فعل اڪرترڪ وارا جملا اڪثر اصطلاحي فقرا هوندا آهن، جن ۾ پهاڪا، عام چوڻيون، نصيحت جا نڪتا ۽ حقيقت جا ڪلما بيان ڪيل هوندا آهن، مثلاً:

۱. موسم آهر لباس ڍڪڻ گهرجي.

۲. تندرستي قائم رکڻ لاءِ ضروري آهي ته هڏ هلائجي ۽ سادو کاڌو کائجي.

۳. ڪيترو به ڀڄبو ته موت کان بچي نه سگهبو.

مٿين جملن ۾ 'ڍڪڻ گهرجي'، 'هلائجي'، 'کائجي'، 'ڀڄبو'، ۽ 'بچي نه سگهبو' فعل اڪرترڪ جا مثال آهن.

فعل اڪرترڪ جو استعمال:

"گهٽو ٻڌجي تن کي، جن وٽان هوت وڃن."
(شاهه: ڪوهياري)

"انت نه ڏجي عام کي، لوڪان ڪجي لڪ."
(شاهه: سريراڳ)

'هر ڪنهن سان چڱائي ڪجي ۽ ٻرائيءَ جو بدلو ڀلائيءَ سان ڏجي.'

'نه ٻئي جي ڪٿي ڪي هٿ لائجي، نه پنهنجو پٽ ڦاڙائجي.'

'محنت ڪبي ته ڦل پائبو.'

'پاڻيءَ ۾ گهڙجي ته ڦهنگن ٻئي نه ٻچجي.'

'ٻو ڏاڻي ڪان قرض نه ڪڍجي.'

'ڪنهن جو عيب ڏسجي ته ان جي اپٽار نه ڪجي.'

'جهڙي ٻوڪ ٻوڪبي تهڙي لڻبي.'

'مايا ۽ حسن تي ڀانور نه ڪرڻ گهرجي.'

## ٥. فعل معطوفي :-

اهو فعل جو جملي ۾ عطف جو ڪم ڏئي، يا فاعل جي هڪ ڪم جو ٻئي سان سلسلو ڳنڍي، يا هڪ ڪم جي پڄاڻيءَ تي ٻئي ڪم جو اِجراء ظاهر ڪري، تنهن کي فعل معطوفي چئبو آهي.

فعل معطوفي پنهنجي سر اڻپورو هوندو آهي ۽ چاڪاڻ ته عطف جو ڪم ڏيندو آهي، تنهنڪري هر فعل ۾ فعل جي هر زمان سان لڳندو آهي ۽ جنس يا عدد سان نه مٽبو آهي.

فعل مُعطوفيءَ جا مثال:

١. ٻار آهستي آهستي وڌي جوان ٿيندو آهي.

٢. انسان جڏهن ڪم ڪري ٿڪبو آهي تہ آرام ڪندو آهي.

٣. ڪي ڪاروباري ساٿهو جايون ٺهرائي وڪڻي ڇڏيندا آهن.

٤. انسان جڏهن هن دنيا مان لڏيندو آهي ته سڀڪجهه هت ڇڏي ۽ پاڻ سان فقط پنهنجا اعمال کڻيو ويندو آهي.

٥. بخيل ۽ لالچي ماڻهو مال ميڙيندو ڏکندو ويندو آهي.

٦. جهاز اڏندي ڪري پوي ته ڏاڍو نقصان ٿيندو آهي.

مٿين جملن ۾ 'وڌي'، 'ڪري'، 'ٺهرائي'، 'ڇڏي'، 'ڪنيو'، 'ميڙيندو' ۽ 'اڏندي' فعل معطوفيءَ جا مثال آهن.

فعل معطوفي هيٺين طريقن سان ٺهندو آهي:

١. امر جي پوئين حرف تي جيڪڏهن پيش ( ُ ) هوندو ته ان جي پڇاڙي حرف 'ي' سان زير (ِي) ملائڻ سان ۽ جي امر جي پوئين حرف تي زير (ِ) هوندي ته ان جي پڇاڙي حرف 'ي' ملائڻ سان فعل معطوفي ٺهندو آهي، مثلاً:

| امر جو صيغو | فعل معطوفي |
|---|---|
| آچُ | اچي |
| وٺُ | وٺِي |
| ڄاڻُ | ڄاڻِي |
| ڏسُ | ڏسِي |
| لڪُ | لِڪِي |
| ٻيهُ | ٻيهِي |
| ٻُڌُ | ٻُڌِي |
| ڍُڪُ | ڍُڪِي |
| ڏوڙُ | ڏوڙِي |
| ليٽُ | ليٽِي |
| ڏِڪِ | ڏِڪِي |
| ڪرِ | ڪَرِي |
| آڻِ | آڻي |
| لاهِ | لاهي |

| | |
|---|---|
| مارُ | ماري |
| وِسارُ | وساري |
| پيڙُ | پيڙي |
| چيرُ | چيري |
| ڦرُ | ڦري |
| ڪٽُ | ڪٽي |
| چوسُ | چوسي |
| ڪوڙُ | ڪوڙي |
| پوڪُ | پوڪي |
| ڏورُ | ڏوري |
| سورُ | سوري |
| پيٽُ | پيٽي |
| ميڙُ | ميڙي |
| هيرُ | هيري |

٢- اسم مفعول بہ فعل معطوفيءَ جي مَعنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي، مثلاً:

١- چوپايو مال سڄو ڏينهن جهنگ مان **چَريو** شام جو وٿاڻ تي ورندو آهي.

٢- حشر ويل هرڪو پنهنجا ڏوهہ **ڏِسيو** پيو ڏرندو.

٣- محنت نہ ڪندڙ ماڻهو قرض **وٺيو** يا **پِنيو** پيا گذر ڪندا آهن.

٤- سست پار **ڪايو پيٺو** پيا ايندا آهن.

متين جملن ۾ 'چَريو'، 'ڏِسيو'، 'وٺيو'، 'پِنيو' ۽ 'ڪايو پيٺو' اسم مفعول جا لفظ آهن.

٣- اسم حاليہ بہ فعل معطوفيءَ جو ڪم ڏيندو آهي، مثلاً:

١- نانڙي چٽَ ۾ هاري زمين **کيڙيندا** ٻج ڇٽيندا ويندا آهن.

٢- ڪانيرا چلر ۾ ڇهنب هڻندا سڄي ڪائيندا ويندا آهن.
٣- ڪيترا پار چمندي مري ويندا آهن.
٤- شڪاري شڪار ڪندي گهڻو پري نڪري ويندا آهن.
مٿين جملن ۾ 'ڪيڙيندا'، 'هڻندا'، 'چمندي' ۽ 'ڪندي' اسم حاليه جا لفظ آهن.

فعل معطوفيءَ جو استعمال:

"گهڙي گهڙو هٿ ڪري، ٻوڙيائين پانهون."
(شاهه: سهڻي)

"ڪنڌيءَ جهليو ڪانهن، عاشق ايو آهون ڪري."
(شاهه: سهڻي)

"پنهون اٿي پس، سر پر هلي سسئي."
(شاهه: سسئي)

"هري جيءَ تم ماٿين جانب جو جمال."
(شاهه: معذوري)

"واجهائيندي ورهه ٿيا، هڏ نه ڳڏيم هوت."
(شاهه: معذوري)

"روجهه ڏٺائين رات، هوت ڳوليندي ڇٻ ۾."
(شاهه: ديسي)

"سُڌ لڌيندي ساٿ جي، ڏيرن ڪانهه ڏني."
(شاهه: ديسي)

"پسندي پنهونءَ کي اکين ڪيو آرام."
(شاهه: ديسي)

"ڏونگر مون سين رو، ڪڍي پار پنهونءَ جا."
(شاهه: ڪوهياري)

"پريان پير پري، تولئي آيو آهيان."
(شاهه: سورٺ)

"سڪي مون سگ ڪيو، لڪي وڃان لوڪ."
(شاهه: حسيني)

"شمع ٻاريندي شب، ٻرهه ٻاکون کڍيون."
(شاهه: مومل راڻو)

"وٽ ٻوريندي ولهيا، ويو تيل ٻري،
موٽ مسافر سپرين ڇانگي تي چڙهي،
واٽي لاءِ رڙي، ويٺي وهامي واتڙي."
(شاهه: مومل راڻو)

"روز نهاريان نڪري، راڻا تنهنجو راهه."
(شاهه: مومل راڻو)

"ڏسيو آسڻ انجا اچي نه آرام."
(شاهه: رامڪلي)

"سامي ڪاهي پريڻ لئي ڪسي ٿيا ڪباب."
(شاهه: رامڪلي)

"جي ٻانئين جوڳي ٿيان ته مڙهي ٻاري مر."
(شاهه: رامڪلي)

"جوڳي جڳ ڇڏي، ڀٿريا پورب پنڌ ڏي."
(شاهه: رامڪلي)

"ساري سناسين ڪي، رنم ساري رات."
(شاهه: رامڪلي)

"ڏکي ڪنڌ ڏار، ماڻڪ ڏيئي مٿ ۾."
(شاهه: پرڀاتي)

"ڪالهه ڪلاچيءَ ويا، ڇنيون ڪٽي ڇڪير."
(شاهه: گهاتو)

"مون کي مون پرين ڀڏي وڏو ڀار ۾."
(شاهه: آسا)

"ڀانڊي پريءَ سين روئي ڪج رهاڻ."
(شاهه: مارئي)

”هاڃيوءِ ڪيو همير، بالله نئي تو بند ۾.“
(شاهه: مارئي)

”آڏيو وجهن آهر بن روڙيو رتا ڪل.“
(شاهه: مارئي)

”سارو ساريو سير، ويئي ڪوڙها ڳاڙيان.“
(شاهه: مارئي)

”ستر ڍڪسي سومرو ڏکي ويو ڏيهي.“
(شاهه: مارئي)

”سونهن وڃايم سومرا هتي اڇي هان.“
(شاهه: مارئي)

”ڇيڙ آءُ ڇوڙي، سڪ لاهيندس سومرا.“
(شاهه: مارئي)

”ڪهيو ڪنياتو خبرون ڪيرون ڏيو ڪلي.“
(شاهه: پورب)

”سي سڄاڻي ۾ پيڙو پڌس پانهن ۾.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”نيڻن سين ناز ڪري، ريجهايائين راءِ.“
(شاهه: ڪاموڏ)

”روئي زاروزار پرزو پريءَ ڏي لکيوم.“
(سچل: پيروي)

”وٺي هليو خط، پانڌي پار پريءَ جي،
روئي روئي رت، تنهن هلندي حال وڃايو.“
(سچل: پيروي)

”ست پڙهندي سرتيون منهنجو ساهه سڪو.“
(سچل: پيروي)

”اٿي ويا اوٺار، ڪٺي سات سويل جو.“
(سُر: کوهياري)

”ڪيچان اچي قافلو، سون وٽ ٿيو مهمان.“
(سُر: کوهياري)

”مومل ماڙيءَ مينڌري، ڪاهي ڪاڪ وڃي.“
(سُر: راڻو)

”ٻروسان ٻاهر نڪري، ڪاري ڪنيا ڪر.“
(سُر: ڪاريهر)

چڙهيو سا چوڏول ۾، ٿي حڪم هلائي حور.“
(سُر: ڪلياڻ)

”نوريءَ نات نوايو، آڻي منجهه اڪل.“
(سُر: ڪلياڻ)

”روجهون رڻ ڦلو ڪري، لاهه لهي آيون.“
(سُر: پهاڙي)

سيکي ايندس ايڏهين، لاهي لاڪ پاپو.“
(سُر: ڪنيات)

”پورب ۾ ڍهي وڃي واصل ٿيا وصال ڪي.“
(سُر: جوڳ)

”پڙهي پروانو، مون ڪي جلد جواب ڏي.“
(سُر: مالڪوس)

”ساري ڳالهه سڄي، اچي ڪانگي ڪٺي قريب جي.“
(سُر: مالڪوس)

”پکي سوئي پر، اڄ اڏائو اوڏهين،
خاص وٺي خبر، موٽيو مڻا ڪئين پانهنجي.“
(سُر: مالڪوس)

## ٦. فعل مرڪب:

سنڌي زبان ۾ اڪثر اهڙا فعل استعمال ٿيندا آهن، جن ۾ هڪ کان وڌيڪ مصدرن جا فعل شامل هوندا آهن؛ اهڙن فعلن کي فعل مرڪّب سڏبو آهي، مرڪب فعلن ۾ ڪم آندل فعلن مان پهريون فعل گهڻو ڪري معطوفي صورت ۾ هوندو آهي. مرڪّب فعل ڪم جي ٿيڻ يا پوري ٿي وڃڻ جي يقيني معنيٰ ظاهر ڪندا آهن؛ مثلاً

| مُفْرَد فعل | مرڪّب فعل |
|---|---|
| ماريو | ماري وڌو |
| (١) لکيو آهي | لکي ڇڏيو آهي |
| (٢) کنيو هو | کڻي آيو هو |
| رئندو | روئي ڏيندو |

مٿين مرڪّب فعل جي مثالن ۾ ڏسبو ته ڪٿي ٻن مصدرن ۽ ڪٿي ٽن جي فعلن جا صيغا ڪتب آيل آهن.

مثلاً: 'ماري وڌو' ۾ مارڻ ۽ وجهڻ، ۽ 'لکي ڇڏيو آهي'، ۾ لکڻ، ڇڏڻ ۽ هئڻ مصدرن جا مختلف صيغا هڪ ئي فعلي ترڪيب ۾ شامل ڪري ڪم آندا ويا آهن. جن ۾ پهريون فعل 'ماري' يا 'لکي' معطوفي صورت ۾ آهي، انهيءَ سان گڏ مفرد فعل ۽ ساڳئي قسم جي مرڪب فعل جي ڀيٽ سان معلوم ٿيندو ته مفرد فعل اگرچه پنهنجي سر معنيٰ ۾ مڪمل آهي، پر مرڪب فعل اهڙي تڪميل جو يقين ڏياري ٿو.

مثلاً:

---

(١) ۽ (٢) مفرد فعل جي هنن ترڪيبن ۾ به هڪ کان وڌيڪ مصدرن جا فعل ڪم آيل آهن، پر ڇاڪاڻ ته انهن فعلن ۾ مسڪيه فعل هڪڙو ئي آهي جنهن سان گڏ فعل معاون استعمال ڪيو ويو آهي، تنهنڪري معنيٰ جي لحاظ کان اهڙي ترڪيب کي مفرد فعل ليکيو آهي.

'لکيو آهي' فعل مان معلوم ٿئي ٿو ته لکڻ جو ڪم ڪيو ويو آهي، پر فعل مرڪب جي ترڪيب 'لکي ڇڏيو آهي' مان پتو پوي ٿو ته لکڻ جو ڪم يقيناً پورو ڪيو ويو آهي.

فعل مرڪب جون ترڪيبون:

۱. فعل معطوفيءَ جي پٺيان ڪنهن ٻئي فعل جو صيغو آڻڻ سان فعل مرڪب ٺهندو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ويهي رهي ٿو | اچيو نڪري |
| ڪري ڇڏيو آهي | ڊوڙيو ايندو آهي |
| اچي ويو هوندو | ويٺو نهاريندو هوندو |
| ڏسي ورتو | هليو ويو |
| پڙهي نڪتو هو | ڪنيو ويٺو هو |
| لکي وٺندو | ويٺو ليلائي پيو |

۲. مطلب تي زور ڏيڻ ۽ ڪم ڪسي ترت نباهڻ خاطر مکيه فعل جي اڳيان، ڪٿي مصدر جو فعل معطوفي آڻبو آهي، مثلاً:

| | |
|---|---|
| ڪٿي ترس | ڪٿي جواب ڏي |
| ڪٿي ڇڏ | ڪٿي ٻڪ وڏو مانس |
| ڪٿي ٻول | ڪٿي ٽڪڙ ڪيائين |
| ڪٿي مڃ | ڪٿي گهٽو ڏنائينس |
| ڪٿي هاڏو ڪر | ڪٿي ٻنڌ پيا |

۳- فعل معطوفيءَ جي پٺيان 'ڄاڻڻ' مصدر جو فعل لڳائڻ سان فعل مرڪب ٺهندو آهي. اهڙي فعل مرڪب مان امڪان ۽ استعداد جي معنيٰ نڪرندي آهي. مثلاً:

لکي ڄاڻي ٿو
وڙهي ڄاڻندو آهي
پڙهي نه ڄاتو
ڳالهائي ڄاڻندو هو

٤. فعل معطوفيءَ جي پٺيان ساڳي مصدر جو ٻيو فعل آڻڻ سان فعل مرڪب جي صورت ٺهندي آهي، مثلاً،

پڙهيو پڙهه
چڙيو چڙي
رويو روءِ
لکيو لک
هليو هل
هليو هلندو

٥. فعل مرڪب ۾ فعل معطوفيءَ جي جاءِ تي مصدر به استعمال ٿيندي آهي، مثلاً:

پڙهڻ وڃي ٿو
گهمڻ ويندو آهي
ڏسڻ لڳو
راڻڻ ويهي رهيو
ملڻ آيو هو
ڪيڏڻ ويو هوندو
وڃڻ ايندو

فعل مرڪب جو استعمال:

”وڃون وسڻ آئيون، سارنگ سينگاري.“
(شاهه: سارنگ)
”هيڪر حبيبن سان مون ڪي نيڻيُ گڏ.“
(شاهه: ڪنڀات)
”ڙيِي وڃاڻون، هو جو وڻ هڻڻ جو.“
(شاهه: مسعي)

"مڙنبانن سهري آئي جهوڪيا جهوڪ ۾."
(شاهه: ڪوهياري)

"ماڇو ڪري هوءَ، آڏيءَ رات اٿي ويا."
(شاهه: ڪوهياري)

"اچي عجيبن جو اورانگهج اڳون."
(شاهه: پورب)

"اڇيو اڇيو ٻون، واڪا ڪيو وڻن ۾،
سنيها ميٺن جا چوٽيءَ چڙهيو چون."
(شاهه: پورب)

"چارڻ چنگ ڪلهي ڪري رهي رهيو رات."
(شاهه: سورٺ)

"مون وٽ مون پرينءَ جي ويهي ڪر وائي."
(شاهه: مارئي)

"مارو ماريو مير، ويٺي ڳوڙها ڳاڙيان."
(شاهه: مارئي)

"عمر آندي مارئي منجهان جهنگ جهڳي."
(شاهه: مارئي)

"مون ڪي مون پرين پڏي وڏو پار ۾."
(شاهه: آسا)

"پٺي ۾ پيغام، لکي مڪا سڄڻن."
(سچل: پيروي)

"سو ڏا سنڌ ساءِ، آءٌ ويٺي ڪانگ اڏائيان."
(سچل: رائو)

"ڪيچان اچي قافلو، مون وٽ ٿيو مهمان."
(سچل: ڪوهياري)

"ڀاڻ وڃائي ڀاڻ، ڳولي لهج ڀاڻ ڪسي."
(سچل: آسا)

"ڪو نئون سبق پڙهي، اڄ ٻئن آيو اوڏهون".
(سچل: مالڪوس)

"چنڊي رڻ راهي ٿي روهن منجهه روجهه."
(سچل: پهاڙي)

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪتابن تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)